# غلطنامو

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|
| (٢٢) | ٢٣ | لکيل | کاپل |
| (٢٤) | ٢٢ | لشڪت | لشڪمت |
| (٣١) | ١٣ | آهي | اُهي |
| (٣٤) | ٢٢ | آر | آب |
| (٣٤) | ٢٤ | ڪٽسيت | ڪٽيست |
| ٤٠ | ١٥ | عقيد لعدن | عقيد لمدن |
| ٢٨ | ٧ | آئي | آئي |
| ٣٢ | ١٢ | چو | چي |
| ٣٣ | ١٤ | کل | کيل |
| ٣٦ | ٦ | ال | زال |
| ٣٦ | ١٥ | ڪاد | ڪاڻ |
| ٤٣ | ١٨ | نهن | اُهن |
| ٥٣ | ٢٠ | سپ | سپني |
| ٦٦ | ١٢ | ٿوس | ٿوس |
| ٧٤ | ١٢ | ضابطي | ظابطي |
| ٧٨ | ٤ | مهيڻو | مهڻو |
| ٨٢ | ١ | ستسنگ | ستگورو |
| ٨٩ | ٢٤ | ني | ني |
| ١٠٤ | ٢ | جر | جو |
| ١١٤ | ١٨ | ڏارئي | وڏائي |
| | | | شانت |

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|
| ١٥٣ | ١٦ | اُهي | آهي |
| ١٥٤ | ١٩ | ڪيو | ڇيو |
| ١٥٩ | ٢٦ | پرار ٿنا | پرار ٿنا |
| ١٨٣ | ٢٥ | ڪولا | ڪولہ |
| ٢١٥ | ٢٣ | انسان | ماڻهو انسان |
| ٢٢١ | ٤ | نہ | تي |
| ٢٣٦ | ٢ | ني | وتي |
| ٢٣٦ | ١٧ | ٻرئي | برائي |
| ٢٣٧ | ٢٠ | جي ڪريون ني ڪولہ | جي چنڊ چاڻ ڪريون ني ڪولہ |
| ٢٣٧ | ٢١ | چنڊ چاڻ ان ڳالھ | ان ڳالھ |
| ٢٤١ | ٢٥ | ٻہ | تہ |
| ٢٤٣ | ٢٦ | آزاد | آزاد |
| ٢٤٦ | ٢٦ | لعد | ابد |
| ٢٥٨ | ٣ | نہ | تہ |
| ٢٦٣ | ٢٥ | ڪت | ڪت |
| ٢٦٧ | ١٣ | ڏاهن | ڏاڍهن |
| ٢٦٨ | ٤ | سونز لعد | سٽنز لعد |
| ٢٧٣ | ٢٦ | سگهجي | سگهجن |
| ٢٧٤ | ٢٦ | ٻارهن | ٻارهن |
| ٢٧٦ | | پرلدي | پرلدي |

راڌا سوامي ست سنگ بياس پاران

ڇپايل پيا پستڪ

## ENGLISH

1. Sar Bachan
2. The Path of the Masters
3. With a Great Masters in India
4. Mysticism the Spiritual Path
5. Teachings of the Gurus
6. The Mystic Bible
7. In Search of the Way
8. Light on Sant Mat
9. The Science of the Soul
10. Tales of the Mystic East
11. Spiritual Gems
12. Discourses on Sant Mat
13. Philosophy of the Masters
14. Call of the Great Master
15. Master Answers
16. Liberation of the Soul
17. The Ringing Radiance
18. The Living Master
19. Sarmad
20. My Submission Pt. I, II
21. A Spiritual Bouquet
22. Prayer

## سنڌي

١. سنت مت
٢. سنتن جي سکيا
٣. سار وچن
٤. پرمارٿي پتر
٥. وينتي ۽ پرارٿنا جا شبد
٦. ستگورن جي سکيا ڀاڱو ١-٢-٣-٤
٧. روحاني گلدستو
٨. پرمارٿي ساکيون
٩. گورمت سار
١٠. اندر جو آواز
١١. سنت مارگ
١٢. روحاني ڊائري ١-٢-٣
١٣. سنتن جي باڻي
١٤. سنت مت درشن
١٥. ست سنگ نمبر ١-٢-٣-٤-٥-٦
١٦. روحاني گل ڦل

## هندي ۽ گرمکي

١. سنتون کي باڻي
٢. سنت سماگم
٣. سنت مت درشن ڀاڱو ١

## اردو

١. روحاني ڊائري ١-٢-٣

**Available From:-**

The Secretary,
*Radha Soami Satsang Beas*
P. O. Dera Baba Jaimal Singh
Distt. Amritsar Punjab ( India)

# وصيت جي باري ۾ ڊاڪٽر سمٿ جو نوٽ

وصيت ڪندڙ، جنهن جو مان علاج ڪري رهيو آهيان، منهنجي سامهون هيءَ دستاويز پاڻ ۾ ڏٺا پڙهيو ۽ سنڌ سيڪريٽري لالا منشيرام ۾ کين پڙهي ٻڌايو. وصيت ڪندڙ سردار ساون سنگهه هن تي منهنجي موجودگيءَ ۾ صحيح ڪئي. مان پرماڻ ٿو ڪريان ته وصيت ڪندڙ پوري هوش حواس ۾ آهي ۽ هن پنهنجي مرضيءَ سان هن تي صحيح ڪئي آهي.

صحيح — ڊاڪٽر پيري سمٿ،
رهواسي — جنيوا، (سئٽزرلينڊ)
ٻيهري هڪ لڳي نيهه مست
تاريخ ٢٠ مارچ ١٩٤٨
دستخط: گربچن سنگهه
سب رجسٽرار

سيل
رجسٽرار، جلندر

# حضور مهاراج بابا ساون سنگهه جن جي

## وصيت

مان، ساون سنگهه ولد سردار ڪابل سنگهه، ذات جاٽ
گرهوال، گدي نشين ڏيرا بابا جيمل سنگهه، تعلقو ۽ ضلع
امرتسر، هن دستاويز وارن، هيٺ لکيل وصيت ڪريان ٿو.

هن وصيت کان پهرين، مون پنهنجي شخصي ملڪيت
۽ ستسنگ جي جائداد جي باري ۾ وصيت ڪري ڇڏي
آهي، پر اڃا تائين ڪنهن کي به پنهنجي جاءِ تي ڏيري ۾
مون کان پوءِ بطور گدي نشين مقرر ڪونه ڪيو آهي. انڪري
هينئر مان پنهنجي پوري هوش حواس ۾ ۽ پنهنجي مرضيءَ
سان سردار بهادر جڳت سنگهه، ايم. ايس. سي ۽ رٽائرڊ
پروفيسر اگريڪلچرل ڪاليج، لائلپور کي ڏيرا
بابا جيمل سنگهه لوڙي ان سان سمبند رکندڙ سڀني ستسنگ
سينٽرن لاءِ پنهنجو جانشين مقرر ڪريان ٿو. جيڪي ڪار به
مان ڪندو رهيو آهيان، اهي سڀئي ڪار به مون کان پوءِ
سردار بهادر صاحب ڪندا. انڪري هيءَ وصيت لکي
ڏني ته سند رهي ۽ ضرورت وقت ڪم اچي.

ڏيرا بابا جيمل سنگهه
تاريخ ٢٠ مارچ، ١٩٤٨

بقلم
مشيرام
سيڪريٽري

وصيت ڪندڙ
جي صحيح
ساون سنگهه

شاهد
بچنت سنگهه
(حضور مهاراج جن
وڏو سيٽر)

شاهد
چرن سنگهه
(ايڊووڪيٽ)

شڪر ادائي ڪرڻ لاءِ مون وٽ ڪترا ني سنسڪي آيا.
سردار بهادر مهاراج جن پڻ مون وٽ بنگلي تي آيا ۽ مون کي
ڪر پاڻي ڏاڍي پرامر سان شڪرگذاريءَ جو اظهار ڪيائون.
مهنجي دل ڀرجي آئي. مان چئي سگهان ٿو ته ان وقت
هڪ ستگوروءَ جي هٿي ستگوروءَ ۽ سمانجڻ جي حيثيت جو
مون اهيو ڪيو جنهن مهنجي من تي هڪ اهت چاپ لڳائي
ڇڏي. مان ان گهڙيءَ کي ڪڏهن به ڀلائي نٿو سگهان جا
اڄ تائين به مون لاءِ نهايت پرلر ۽ لاثاني وردان آهي.

حضور مهاراج ساون سنگهه جن پورڻ سنت ۽ سچا ستگورو
هئا. آهي اڄ به پنهنجي شش جي هردي ۾ براجمان آهن
۽ سندن شش اڄ به پنهنجي اندر سندن نوري سروپ جو
درشن ڪري سگهن ٿا.

لي جڙ ۾ مرهم جو ڪم ڪيو ۽ پوءِ اسان هيٺ چپ چاپ جلدي اُٿيءَ کي پٽي ڏنو ۽ سنگت جا شبد پڙهي پڙهيا. سڪو ميوو، کجور ۽ ٻيون شيون اُٿيءَ مٿان گهوڙن تي وڌيون. ان وقت هوا نهايت تيز هئي ۽ ٿوري ٿوري بوند پئي وسي جڏهن قدرت لڙڪ ڳاڙي رهي هئي.

ٿوري وقت کانپوءِ لٺين ستگورن مولڪي هٿ لاءِ اشارو ڪيو ۽ مان پنهنجي ڇٽي کولي سندن پويان هلڻ لڳس. اونداهي ۾ مينهن ۽ هوا تمجي ويا هئا ۽ اسان پٺيان نهاريو ته اُٿيءَ جو شعاع ڏسڻ ۾ آيو ۽ جڏهن ڏيري طرف نهاريوسين ته آڪاش ۾ عجيب لالاڻ نظر آئي ۽ سامهون اٿي ستسنگ گهر جا منارا نظر آيا.

اُٿيءَ جي آڳ اياڻي ڏينهن پئي ٻري ۽ انهي سنڀال واسطي چار شيوادار رکيا ويا. الهيءَ رات پر ڪرلي ۽ بلڪل ٻسي آرام نظر ٿي آئي ۽ سڄو وقت بادلن جي گجگوڙ، وڄ جا چمڪاٽ، طوفان ۽ رکي رکي مينهن جا وسڪارا پئي ٿيا. پر الهيءَ جي باوجود شيوادار پنهنجي ستگورن جي اُٿيءَ چوڪيداري اڏول ويٺا رهيا ۽ چتا ٻرندي رهي.

چوٿين تاريخ جي ٻپهرن جو هالي ميڙا جي رسم ادا ڪئي وئي. هاليءَ مٿان ڪير ڇڪاريو ويو ۽ پوءِ ڪن خاص ستسنگين ۽ حضور مهاراج جن جي ڪٽنبين، هاليءَ جي چوڪيداري ڪيڪير ۽ پاڻي ڪنو ليو هو، ان جون ٻالٽيون ڀري ٻين ستسنگين کي، جي نديءَ تائين قطار ڪري بيٺا هئا، نديءَ ۾ پرواڻ ڪرڻ لاءِ ڏيندا ويا. الهيءَ رسم ادا ڪندي شام ٿي وئي.

مونئدي سنگت ڪرپا ڪري مون لاءِ گهوڙي جو انتظام [illegible] معنا علاءِ ڪيو هو، ان جي

لڏيءَ لاءِ روانا ٿيا. ان وقت هوا ٿڌي ۽ تيز لڳي رهي هئي، آڪاش ۾ آلاڏي چانڊوڪي وڇي ۽ سڄو وايو منڊل ڏڏلو پئي لڳو جڻڪ پرڪرتي پڻ پنهنجي شوڪ جو اظهار ڪري رهي هئي. ڇهن ميلن جي مفاصلي کي طئي ڪرڻ ۾ ڏيڍ ڪلاڪ کن لڳي ويو ۽ ڪانڌين تي رٿيءَ جي ڏبن ۾ گوڏي جيڏي پاڻيءَ مان لنگهڻو پيو. انڪل ويهه هزار کن ستسنگي ارٿيءَ سان گڏ هئا.

ارٿيءَ کي مقرر استان تي لاهي چندن جي ڪاٺين مٿان رکيو ويو ۽ چئني طرف رسيون لڳل هيون جيئن ستسنگي ان جي بلڪل نزديڪ نه اچن پر هر ڪنهن کي پنهنجي پريتم جي انتم درشن جي ابلاشا هئي. انهيءَ ڪري رسين کي لتاڙي سڀئي اچي ارٿيءَ جي ويجهو بيٺا. ڪيترن ستسنگين چندن جي لڪڙين کي هٿ لڳايو ۽ پوءِ اهي ڪاٺيون ارٿيءَ مٿان رکيون ويون. وچ وچ ۾ گيهه، چندن، ڌوپ، ڪافور ۽ ٻيون سرهيون شيون وجهي ارٿيءَ کي آگ ڏني وئي.

مان پنهنجي خاص دوست ڊاڪٽر ٻرڙي سان گڏ سکمه کان ٿورو پرڀرو بيٺو هوس ۽ اسان خاموش پنهنجي ستگورو جي ياد ۾ محو هئاسين، ان وقت مون اهو محسوس ڪيو ته مان جڻ ته هڪ اهالو ٿي پيو آهيان ۽ منهنجي شرير ۾ جان ڪانه هئي. مان ٻاڏائي چئي رهيو هوس ته هاڻي مان هڪ اناٿ ٻالڪ وانگر آهيان جو پنهنجو سڀ ڪجهه وڃائي ويٺو آهي ۽ جنهن لاءِ سڀ سهارا ۽ سهاري جا دروازا بند ٿي ويا آهن. ايتري ۾ اچانڪ سردار بهادر مهاراج جن اچي آيا ۽ مون کي راڌا سوامي ڪري فرمايائون ته مان توهان جي پرسان وٺان. انهيءَ منهنجي ملول ۽ پريشان دل جي زخمن

کيو ته پرڀاتي ۽ پڪتي چا کي لڳو چئجي. ننڍا وڏا، امير غريب، هريجن ۽ برهمڻ، مسلمان ۽ هندو سيدي ڀرڳسن ۽ ڏوهن جي ماڻهن اچي سڌن پوتر شرير اڳيان سر جهڪايو. اهو هو بي اختيار سچي پاولنا سان نمڻ. هر هڪ سڌن درشن ڪرڻ چاهيو ٿي، بلڪ هر ڪو هنن کي سپرش ڪرڻ لاءِ آتاولو ۽ منتظر هو. سنگت جي ان اپار پيڙ کي انتظام ۾ رکڻ لاءِ، خاص طور سان شيوادارن جو هڪڙو جٿو بڻايو ويو، چاڪاڻ ته ان کنور حقيقت ۾ کين نه وشواس ڪولو ٿي ڪيو ته حضور جن جوتي جوت سمائجي ويا آهن. هر هڪ پنهنجن اکين سان ڏسي يقين ڪرڻ چاهيو ٿي. هر ڪو هنن جي اڳيان گل، عطر، ۽ روپيا پيسا پيٽ ڪري رهيو هو. هوڏانهن ٻري انتم سنسڪار مهل انهن جي سرير تي ڇنڪارڻ لاءِ خوشبودار ۽ سرهو پاڻي پڻ تيار ڪيائون.

پوءِ سڌن ڪومل ڪايا کي هڪ سنڌر ۽ شاندار ارٿيءَ تي ليٽايو ويو جنهن جي چوڌاري ڳاڙهو مخمل جو ڪپڙو، جنهن تي سون ۽ چانديءَ جو ڪم ٿيل هو، ويڙهيل هو.

هاڻي اهو فيصلو ڪرڻو هو ته داهه سنسڪار الهي ڏينهن ڪيو وڃي يا نه. ڪيترن ستسنگين جي اها دلي تمنا هئي ته انکي ٿورا ڏينهن ملتوي ڪجي جيئن سڀ ستسنگي اچي ستگورن جو آخري درشن ڪري سگهن. پر پارسه ۾ رواج آهي ته سنسڪار الهي ڏينهن تي ڪيو وڃي ۽ جو هتي جي گرم آب هوا ڪارڻ مناسب لڳو ٿي. انهيءَ ڪري اهو فيصلو ڪيو ويو ته ٢ اپريل جي شام جو ئي داهه سنسڪار ڪيو وڃي.

شام جو پنجين اچي ارٿيءَ کي ٽئين ستگورن سميت بارهن پريمي ستسنگين پنهنجو ڪلهو ڏنو ۽ ڏيري کان بياس

مٿس ورلي پنهنجي جيون ۾ ڏٺو هوندو. ساري ڪالوني
۾ اها خبر وڄ وانگر پکڙجي ويئي ۽ وڇوڙي ڪارڻ ساري
سنگت جو روئڻ ۽ ورلاپ دردناڪ ۽ دلسوز هو. هڪ
ڪلاڪ اندر نه هزارن ڪان ٻه وڌيڪ ماڻهو اچي ويا. ڏهين
ٻجي لائين اوسي پاسي جي ڳوٺن ۽ شهرن مان ترت ڏهه
هزار کن ماڻهو اچي گڏ ٿيا. ساري سنگت پنهنجي ستگوروءَ
جي برهه ۽ يگتيءَ سبب روئندي جنهن آلي ٻيڙا ۽ ويدنا
جو اظهار پئي ڪيو ان نظاري پٿر دل کي به پاڻي ڪري
ٿي ڇڏيو. ڪيترا ڀڳت ته بيهوش ٿي ويا. هڪ لوڌوان
ستسنگي ڪجهه ڪاني پنهنجي زندگي سماپت ڪري ڇڏي،
ڇو جو هو پنهنجي پياري ستگوروءَ جو وڇوڙو برداشت
ڪري نه سگهيو. شوڪ سنتاپ سان ڀريل انهن دردناڪ
نظارن جو نه ورڻن ئي ٿو ڪري سگهجي.

ستگورن جي شرير کي سينگاري هيٺ اڱڻ ۾ سڀني
جي درشن لاءِ رکيو ويو. جنهن گاديءَ تي حضور جن جي
شرير کي رکيو ويو هو ان مٿان سهڻن گلن سان ڀريل چادر
وڇايل هئي ۽ گاديلو هڪ عمدي غاليچي تي رکيو ويو هو.
دروازي ڀرسان، 'پوروج' جي هيٺان حضور جن جو شرير
رکيل هو ان لاءِ ته سنگت هڪ هڪ ٿي سندن درشن ڪري.
اهو سلسلو لڳاتار ٻيا ڪنهن اٺڪ جي برابر ٥ ڪلاڪ هلندو
رهيو. ساري سنگت پنهنجي پياري ستگوروءَ کي آخري
شردانجلي ڏيڻ لاءِ ۽ سندن انتم درشن ڪرڻ لاءِ اچي
رهي هئي. حضور جن جو مکڙو سفيد سنگمرمر جهڙو پئي
لڳو ۽ ان تي گهري شانتي ۽ الوڪڪ رونق ڇانيل هئي.

روح ۽ راڙي جا نظارا، ستسنگين جا دردناڪ ورلاپ
نه بيان ڪري لکا سگهجي ۽ سون ان وقت ٿي محسوس

۽ شرڌا سان، پڄاريءَ جو ڍڪڻ ھنن جي پنيت ۽ پوتر چرڻن
کي ڏنو ۽ ان امرت کي ڏاڍي ساوڌانيءَ سان ھڪ اسرڻي
۾ گڏ ڪيو. جيئن نموني ھنن اهو ڪارڻ ڪيو ان ۾ ڪيترو
نه اوچو ۽ عالي شان سمايل هو. ھنن جي ڪرتويه ۽ ڀڳتي جي
سرگرميءَ ۾ ڪيڏو نه فرق هو! هن مهتو پورڻ ڪارڻ جي
اهڙي پيار پريت، نمرتا نهٺائيءَ ۽ ٻڌا ڏيک جي سرانجامي
ڪئي ويئي، جو مولڪي پورڻ وشواس آهي ته هنن جي ان
پوتر ڪارڻ ڏانهن ڪنهن جو به ڌيان ڪونه ويو. پنهنجو پنيت
ڪارڻ ڪري چاچا وادڪر واپس موٽي آيا ۽ پنهنجي شال
۾ ڪي چپ چاپ مهنجي پاسي ۾ اچي ويٺا. ٻيو هرڪو
پنهنجي پنهنجي ڪم ۾ لڳو رهيو.

دورانديشي ڪري حضور جن جي ڪرسيءَ جي ٻاهر ٻن
منزل تي سنگت جي آٿاهه ڀيڙ کي روڪڻ لاءِ ڪي شيوادار
بيهاريا ويا هئا ته نه جيڪر سڀ دروازا چور چور ٿي وڃن
ها جو بيشمار سنگت پنهنجي پياري ستگوروءَ جي درشن
لاءِ آئي آئي ۽ وياڪل ٿيل ٿي بار بار اندر گهڙڻ جي ڪوشش
ڪري رهي هئي. ٻاهر ڏاڍو شور هو، دردناڪ دانهون،
شوڪ ۽ سنتاپ جون ڦماڪ چيخون ۽ پڪارون ٿي ٻڌڻ
۾ آيون. سمورو واتاورڻ ڏاڍو هولناڪ ۽ درد ڀريو هو.
مان اندر ئي ويٺو رهيس.

حضور مهاراج جن جو هڪ پوتو ترت بياس اسٽيشن تان
ٽيلي امرتسر ويو، ان لاءِ ته مکيه ستسنگ مرڪزن ۾ اهو
شوڪ سماچار پهچائجي ۽ داهه سنسڪار لاءِ چندن جون
ڪاٺيون ۽ ٻي گهربل سامگري آڻجي.

ان وچ ۾ ڏيري ۾ هشام ماڻهو اچي ڪٺا ٿيا. مهنجي
اکين آڏو اهڙو غضبناڪ ۽ دل ٽوڙ نظارو هو جهڙو ڪنهن

۽ چلاڻ، هيٺ اڱڻ ۾ ويٺل سنگت کي ان دردناڪ گهڙيءَ جي سوچنا ڏيڻي پئي.

گڏوگڏ اِن ڏينهن کان حضور جن جو ڪمرو، جاهي پاسي وارو ڪمرو ستسنگين سان ڀريو پيو هو جي اِتا ڪجهه ڏينهن بيٺا جي حضور جن ۾ اکيون پاڻي وهنا هئا. ڪجهه ڏينهن اڳ حضور مهاراج جن اهڙا اِڇا پرگهٽ ڪئي هئي ته سندن ڪمري ۾ صرف آهي ستسنگي وڃن جيڪي شانتيءَ سان سمرن ڪندا رهن.

حضور جن جون ٽي وڏيون شيوڪائون، سندن سپتر ۽ پوٽا سندن پوتر شرير جي انتم سنسڪار ڪرڻ جي تياري ڪرڻ لڳا. اِهي حضور مهاراج جن جي ديهه کي صابڻ لڳائي اشنان ڪرايو ۽ اُڇو ڪڙلو ۽ گهري رنگ جا ڪپڙا ڍڪايا. سڀئي حضور جن کي اشنان ڪرائڻ ۾ مصروف ۽ مشغول هئا. ڪو سندن مٿو ڌوئي رهيو هو ته ڪو هنجو مکڙو، ته ڪو هنجي هٿن کي ڌوئي رهيو هو ته ڪو سندن چاليهه کي اشنان ڪرائي رهيو هو. ان وقت حضور جن جو وفادار ڪمپائونڊر ۽ شيوادار هزارا سنگهه شوڪ ۽ درد جو ماريو ڪمري جي هڪ ڪنڊ ۾ پيو هو، لڪي ڳالهائي ٿي سگهيو، اکين ڇري ڦري ٿي سگهيو جڻ ته هڪ بي جان بُت ٿيو پيو هو. ڪمري جي ٻيءَ ڪنڊ ۾ مان سردار بهادر مهاراج جگت سنگهه جن جي ڪرسان سر نمائي پرارٿنا ڪري رهيو هوس. اوچتو ٿي جانشين ستگورو آئيا، شانتيءَ سان پنهنجي شال لاهي هڪ پٽل جو لڏيو اوٽو ڪٽي، ان ۾ پاڻي ڀري، اسيڙ مان لڪري چپ چاپ وڃي پنهنجي پياري ستگورن جي چرڻن ۾ وهنا، جتي ڀيو ڪوڻ ڪونه هو. هنن حضور جن جي چرڻن تان ڪپڙو پاسيرو ڪيو ۽ ڏاڍي سنڀال

# ١٢- انتم درشن

(حضور مهاراج جن جو جوتي جوت سمائڻ ۽ انتم سنسڪار)

ليکڪ - ڊاڪٽر پيري سمٿ.

جنيوا

جڏهن حضور مهاراج جن پنهنجو آخرين سواس کنيو، تڏهن سندن ٻئي ڪر ڪمل کي پنهنجي هٿ ۾ جهلي مان هڪ ننڍي اسٽول تي ويٺو هوس ۽ هنن جي نيترن ۾ اسٿرتا سان نهاري رهيو هوس. مون هنن کي انتم سواس کڻندو ڏٺو ۽ سندن هرديه جي آخرين ڌڙڪن محسوس ڪئي. مان چپ چاپ اتي ويٺس ۽ مون کي هن لاثاني موقعي جي گهرائي جي ڄاڻ هئي. مون ڪمري ۾ ويٺل ستسنگين کي ڏٺو جيڪي بلڪل شانتي ۾ ڪنڌ جهڪائي ويٺا هئا ۽ جن جون اکيون گونگا ڳوڙها ڳاڙي رهيون هيون. ٻاهري وارو ڪمرو به ستسنگين سان ڀريو پيو هو، انهن جو به اهو ئي حال هو. گهري دک ۽ ڀرزاتيل دل سان، مون ادب سان پنهنجي ستگورن جي چرنن ۾ سر جهڪايو، ظاهري ان جو اهو ئي مطلب ٿي سگهيو ته "سڀ ڪجهه سماپت ٿي چڪو."

اهو ٢ اپريل ١٩٤٨ جو ڏينهن هو ۽ ڏيرا ٻابا جيمل سنگهه ۾ صبوح جو ساڍا ٨ لڳا هئا. اها گهڙي نه دردناڪ گهڙي هئي! هر ستسنگي لاءِ ڪهڙو نه ڀاري صدمو!! ڇا سچ پچ ائين هو؟ ڪا گهڙي ساعت اسين بلڪ شانت ۽ بي جان ٿجي وياسين. پل پل اهائي آس لڳائي ويٺا هئاسين ته من ڪو چمتڪار ٿي پوي. پر پنهنجي پرم پياري ستگورو جي وڇوڙي ۽ جدائي ۾ مٿين ڪمرن جي سنگت جي پڪار

حضور مهاراج چرنسنگهه جن کي پنهنجو اُترا اڌڪاري مقرر ڪري، وصيت نامي کي صحيح ڪرڻ مهل سردار بهادر مهاراج جن فرمايو، ”مان پنهنجي ستگورن جو خزانو واپس ڪين ٿو سونپي رهيو آهيان. مونکي خوشي آهي جو مان اها امانت واپس موٽائي رهيو آهيان.“

موجوده ستگورو آڪٽوبر ١٩٥١ ۾ گديءَ تي براجمان ٿيا. هن ننڍڙي پستڪ ۾ موجوده مهاراج صاحب ۽ سردار بهادر مهاراج جن جي ڪارنامي ۽ شڪشائن جو ورنن ڪرڻ ممڪن ڪونهي. اهو ڪم ڪنهن مستقبل جي ليکڪ لاءِ ڇڏيان ٿو.

پر حضور مهاراج جن جا آهي وچن اڄ به منهنجي ڪنن ۾ گونجي رهيا آهن، ”منهنجو جانشين مولڪان ڏهوڻي طاقت ۽ ڏهوڻي ديا مهرٻاني ايندو. سنگت ۽ ڏيرو ڏاڍي ترقي ڪندا. لوڪن جو پيار ۽ وشواس به وڌندو ويندو. توهان تي هن کان وڌيڪ ديا مهر ۽ بخشش ٿيندي.“

انهن وچن جي سچائيءَ جو پورو اهو ديش وديش جي ستسنگين ۽ پرمارٿ جي جگياسن کي خوب ٿي رهيو آهي. پرمارٿ جي سچن جگياسن لاءِ ستگورن جو دروازو هميشه کليل رهندو آهي. هو پنهنجن مشڪل مسئلن ۽ شنڪائن جو نوارڻ ڪرڻ لاءِ جڏهن به وٽن ٿا ڏهن اچي سگهن ٿا. اهڙيون ملاقاتون ڪڏهن به نشٽ ۽ ويرٿ ڪونه ويندين ۽ لوڪن کي حضور مهاراج جن جي اڳڪٿيءَ جي سچائيءَ جو پتو پنهنجي آزمودي ۽ انهيءَ مان مڪمل طور حاصل ٿيندو. انهن کي موجوده ستگورن وٽان اهو الوڪڪ گيان ۽ اها روحاني دولت ملندي جا اڄ جي دنيا ۾ دُرلڀ آهي ۽ جا ئي پوري ستگوروءَ جي نشاني آهي.

شاهد طور سندن وڏي صاحبزادي سردار ڀڳت سنگهه جن ۽ سندن پوٽي سردار چرنجيت سنگهه مهاراج جن (موجوده ٺڪورو) جون پڻ صحيحون پيل هيون. حضور جن جي چوڻ تي مشهور ڊاڪٽر سمٿ سندن پريمي ستسنگي جو سرنزرائيڊ مان خاص طور حضور جن جي بيماريءَ ۾ علاج ڪرڻ لاءِ آيو هو، وصيت نامي تي پنهنجي هٿن سان هڪ نوٽ لکيو ته حضور مهاراج جن وصيت نامي تي صحيح ڪرڻ مهل پوري هوش ۾ سجاڳ ۽ سچيت هئا.

٢٦ مارچ ١٩٤٨ تي ستسنگ ٿيو. اهو حضور مهاراج جن جي زندگيءَ ۾ پڇاڙيءَ وارو ماهواري ستسنگ هو. ستسنگ ڪانپوءِ سردار ڪرپال سنگهه سنگت کي ٻڌايو ته ڊاڪٽرن جي چوڻ مطابق حضور مهاراج جن جي طبيعت ڪجهه ٺيڪ ڪانهي ۽ هُن پنهنجو وصيت نامو لکي ڇڏيو آهي. اسان کي اهو ڏسي تعجب لڳو ته سردار ڪرپال سنگهه، حضور مهاراج جن جي گدي نشين جو نالو ڪونه ورتو. ڇو ٻڌايائين، اها ڪيس خبر پوءِ جيڪي وارداتون وهيون واپريون آهن ۽ ان جو سبب گهٽي قدر وائکو ٿي پيو. ڪجهه ماڻهن جانشين جو نالو ڳجهو رکڻ لاءِ ڪافي ڪوششون ڪيون پر ان هوندي ۾ سنگت جي واپس وڃڻ کان اڳ سڀني جي زبان تي اهو نالو هو.

ڌر پاڇي وس سردار بهادر مهاراج جن تمام ٿوري عرصي لاءِ اسان جي وچ ۾ رونق افروز هئا. هُن ١٩٤٨ ۾ گدي سنڀالي ۽ پوري پرمارٿي شوڀا ۽ شان سان پنهنجو ڪارج ڪيائون. سٺي صحت نه هئڻ جي باوجود هُن پنهنجي ذميواري ڏاڍي شردا ۽ نمرتا سان نباهي. ٢٢ آڪٽوبر ١٩٥١ تي هو جوتي جوت سمايا. موجوده ٺڪورو

سکيا ڏني. وصيعت نامي تي صحيح ڪرڻ کان اڳ
حضور مهاراج جن، سردار بهادر مهاراج جن کي گهرايو ۽ چيو،
”منهنجي ستگورن (بابا جئمل سنگهه جي مهاراج جن) جيڪا
پرمارٿ ۽ نام دان جي ذميواري مونکي سونپي هئي، سا مان
توهان کي ٿو سونپيان. مان توهان کي پنهنجو جانشين بڻائڻ
چاهيان ٿو.“ اهو ٻڌڻ سان ئي سردار بهادر مهاراج جن جي
اکين مان بي اختيار لڙڪ وهي آيا ۽ هٿ جوڙي ڏاڍي
نمرتا سان چوڻ لڳا، ”حضور! توهين نه سنتن جا شهنشاهه
آهيو ۽ مان نه صرف توهانجو هڪ ادني ٻانهو آهيان.
شهنشاهن جي هيءَ گدي شهنشاهن کي ئي سونهي ٿي.
حضور! شال هميشه سلامت رهو.“

حضور مهاراج جن ڪجهه به ڪين ڳالهايو صرف هڪ دفا
مهر ڀري نظر سان ڏانهن نهاريو ۽ سردار بهادر جن ٻاهر نڪري
آيا. هنجي نيڻن مان اڃا به نير جاري هو. حضور جن وري
به کين گهرايو ۽ ان وقت تائين وصيعت نامي تي صحيح
پاڻي ڇڏي هئائون. حضور مهاراج جن فرمايو، ”توهانکي
حڪم مڃڻو پوندو.“ ان تي سردار بهادر جن حضور جن
جي چرڻن ۾ متو ٽيڪيو ۽ چوڻ لڳا، ”مالڪ! مان
توهانجي آگيا سر چشم رکان ٿو.“

حضور جن جي طبيعت جي ناسازيءَ جي خبر ٻڌي مان
پساٽڪي روڪي ڪين سگهيس ۽ راءِ صاحب کي آڻي ئي
وصيعت تيار ڪندي ڇڏي مان پنهنجي ڪمري ۾ هليو
آيس. شام جو اها وصيعت مونکي ڏيکاري وئي جا ڏسي
منهنجي وات مان نڪري ويو ته حضور مهاراج جن پرمارٿ
۾ نه پورڻ سنت آهن ئي پر دنيوي ڪاروبار ۾ پڻ پنهنجو
مٽ پاڻ آهن. وصيعت نامي تي سندن صحيح نه هئي پر

لاشڪ، هو اسان سان انگ سنگ آهن. هنن صرف پوشاڪ ئي مٽائي آهي. اهائي جوت، اهوئي پرڪاش اسانجي رهنمائي ۽ رهبري ڪري رهيو آهي. اهائي ساڳي اپار شوڀا، اهوئي موهيندڙ مکڙو، اهائي مڌر مسڪراهٽ ۽ اهوئي اڻميو دَيا مهر جو ساگر اڄ بہ موجود آهي. پيار ۽ پرڪاش جو اهوئي جهرڻو، اڄ بہ ڏرو ڪاري وانگر سنگت جو مارگ درشن پيشي ڪري ٿو اسالکي پريم، پريت ۽ نمرتا ڌارڻ ڪري اها انوت ۽ اڻ ڳڻي رحمت وٺڻ لاءِ لائڪي لائق ۽ ڀوڳيہ بڻائڻو آهي.

چولي ڇڏڻ کان ١٥ ڏينهن اڳ حضور مهاراج جن هڪ وصيعت نامي ذواران سردار بهادر جگت سنگهہ مهاراج جن کي پنهنجو روحاني جانشين مقرر ڪيو. ٢٠ مارچ ١٩٤٨ صبوح جو مان راءِ صاحب منشيرام رٽائرڊ ڊسٽرڪٽ اينڊ سيشن جج پنجاب سان گڏ ويٺو هوس. راءِ صاحب رٽائر ڪري ١٩٤١ کان حضور جن جو سيڪريٽري ٿي رهيو هو. ڳالهي حضور جن جو لهي شيوادار ان وقت اُتي آيو ۽ راءِ صاحب کي چيائين تہ حضور مهاراج جن توهانکي گهرايو آهي. هو ان وقت ئي روانو ٿيو ۽ اٽڪل ١٥-٢٠ منٽن کانپوءِ موٽي اچي ٻڌايائين تہ حضور مهاراج جن سردار بهادر جگت سنگهہ مهاراج جن کي پنهنجو گدي نشين مقرر ڪيو آهي ۽ اهڙي وصيعت مونکي هننجي لاءِ تيار ڪرڻي آهي.

سردار بهادر جگت سنگهہ مهاراج جن لائلپور انگريڪلچرل ڪاليج ۾ وائيس پرنسيپال جي عهدي تان رٽائر ڪيو هو. هننجي عالي درجي جي ڀڳتي، شيوا ۽ ڪمائي ڪري ساري سنگت انهنجو ادب ۽ آدر ۽ قدر ڪندي هئي. هننجي نمرتا، نهٺائي ۽ ديِنتا جي جهلڪ هميشہ ڏٺل گهٽنا مان پسي

اهو پيار ئي آهي جو زندگيءَ کي آنند ڏاڻي ٿو ۽
اسان کي جيئڻ جي خوشي بخشي ٿو. جڏهن اهو پيار ختم ٿي
وڃي ٿو ته سوهڻن ۽ سرس ۽ رنگين باغ بوستان به اسان
لاءِ ريگستان ٿو ڀاسجي. اڪيلائپ سڀني خوشين جي جڙ ئي
ڪٽي ڇڏي ٿي. ستگوروءَ جي پيار مهنجي اندران پيا
سڀ پيار پتنيءَ، ڀائرن، ماتن، پائرن ۽ دوستن جي پيار کي
ڍڪي ڪڍي ڇڏيو هو. هن عمر ۾ ان الوڪ پيار بنا
مون کي سڀ ڪجهه اداس ويڳاڻو ۽ اولڙاهو پئي لڳو. جيون
۾ اڪيلاپڻ ۽ هيڪلائيءَ جي ورالي ڇانئجي وئي هئي.
جيئڻ لاءِ هڪ به رڳو ڪالهه وڃي اهي هئي ۽ مان هن
زندگيءَ جو ناٽڪ ختم ٿيڻ لاءِ آرداسون ڪرڻ لڳس پر اهو
ناٽڪ سماپت ٿيڻ ۾ دير پئجي رهي هئي. ستگوروءَ سان
گهاريل گهڙين جون مٺيون مٺيون يادگيريون اڄ وڇوڙي
جي ويدنا ۾ ٻاڻ اضافو ڪري رهيون هيون. ان من موهيندڙ
پياري مکڙي کي ڪٽي ٻوليان جنهن جي ڪن ۾ درشن سان
اسانجا سمورا فڪر ۽ چنتائون ڪافور ٿي وينديون هيون ۽
اهڙي شانتي ۽ آنندمير تازگيءَ جو احساس ٿيندو هو جهڙي
ڪڙاڪيدار سخت اُس سبب اوسائيل فصل کي ساوڻ جي
وسڪارن مان تازگي ملندي آهي پر هاءِ افسوس! اهو پيارو
سروپ سدا سدا لاءِ اسانجي اکين کان اوجهل ٿي ويو آهي،
اها مٺي ۽ موهيندڙ زبان هميشه لاءِ خاموش ٿي وئي.
صرف ان جي گونج ئي وڃي رهي آهي ۽ سدائين لاءِ!

پر نه. ستگر ڪڏهن به مرندا ڪونهن. اها الوڪ
جوت ڪڏهن نه اجهامندي ڪانهي. هميشه جڳمڳائيندي
رهي ٿي. ڇا هنن انهن ڪين فرمايو هو، "مان واعدو ٿو
ڪريان ته مان هميشه توهان سان انگ سنگ رهندس."

## ١١. وارتالاپ جي سماپتي

افسوس! آخر اها دردناڪ گهڙي اچي پهتي، جنهن جي صرف ڪلپنا اسان جي اکين ۾ اجهل آسن جي ڌارا ۽ هردي ۾ گهري پيڙا آڻي ٿي سگهي. ٢ اپريل ١٩٤٨ صبوح جو اٺين بجي حضور مهاراج جن پنهنجن ڀڳتن جي هن خاڪي چولي جو تياڳ ڪيو. جا مهان ڌارا، سچکنڊ جي ساگر مان ٩٠ سال اڳ اڪتي هئي سا واپس پنهنجي اصلي گهر ۾ وڃي لين ٿي. اهو سورج جنهن اسان جي انڌڪارمئه هردي کي روشن ۽ منور بڻايو سو هڪدم غائب ٿي ويو ۽ ان سان گڏ اسان جي زندگيءَ جي پيار ۽ خوشيءَ لاءِ آخرين پڙدو ڇانئجي ويو. اسان لاءِ زندگيءَ ۾ باقي بچيو ٿي ڇا هو؟ اسين ته موت جو انتظار ڪري رهيا هئاسين. ان پياري ستگوروءَ کانسواءِ، زندگيءَ ۾ ڪابه خوشي ڪانه رهي. اها ته هاڻي دکن دردن ڪشٽن ۽ ڪليشن جي ڪڙي بڻجي پيئي آهي. هو اسان کي ننڍن ٻارن وانگر پنهنجو لاڏ بخشيندا هئا، پيار ڪندا هئا. هنن جي ڪرڪملن جو صرف ڇهاءُ اسان جي من کي شانت ڪندو هو ۽ اسان جي لتل دلين لاءِ ڇنڊو وجهندو هو. انهن جي درشن جي ڪيول هڪ جهلڪ اسان جون ساريون سنساري چنتائون ۽ روحاني سنڪلپ نوارڻ ڪري ڇڏيندي هئي. اڄ اسان جون دليون برهه جو اهو راڳ آلاپي رهيون هيون. "دور ديش ڪا پريتم پيارا، آيا ديش هماري." هينئر اهو ساڳيو ٿي من کي مست ڪندڙ راڳ اي موزون ۽ اي مزي بڻجي پيو هو. ان پياري پريتم اسان کان مکڙو موڙي وڃي پنهنجو نج ڌام وسايو. اهو تاج ۽ تخت جنهن اڳيان مستڪ جهڪائيندا هئاسين اسان کان

ڪري رهيا ته هو توهان جي لاءِ مڪتيءَ جا دروازا کولي ڇڏي ها. توهان مون ۾ ڏٺو ڇا آهي؟ مان ته هڪ گندگيءَ سان ڀريل هڏ ماس جو پتلو آهيان. اهو پرڀوءَ جي ئي ڪمال طرف موڙيو ته ٿئي جو هن پوساڳر مان نستارو ٿي وڃي."

هن انهيءَ ڳالهه ڪريءَ جي انهن سڌن سادن لفظن تلسيداس جون اکيون کولي ڇڏيون ۽ هن جي زندگي ئي بدلي ڇڏي. هو پتنيءَ جي چرنن ۾ جهڪي چوڻ لڳو، "تو مونکي گيان ڏنو آهي. شل پرماتما توتي دیا مهر ڪري. تون منهنجو سچو گورو آهين." انهن ڇني ڪالهس موڪلائي پرماتما جي کوج ۾ نڪري پيو.

سردار ڪيسر سنگهه پڇيو، "حضور! اها سچي وارتا آهي يا محض آکاڻي؟"

حضور جن فرمايو، "جن به ليکڪن تلسيداس جو جيون چرتر لکيو آهي، انهن ان گهٽنا جو ورڻن ڪيو آهي."

ڪالپوءِ هن هڪ مڙدو لڙهندو ڏٺو ۽ ان جي سهاري وچ پار پهتو.

جڏهن پنهنجي ساهري گهر وٽ پهتو ته اڌ رات ٿي چڪي هئي. گهر جا سڀ دروازا بند هئا. هو گهر جي چوڌاري ڦيرا پائڻ لڳو ته من اندر وڃڻ لاءِ ڪو رستو ملي وڃي پر ڪجهه به رستو هٿ ڪين آيس. ٿڪجي، ماندو ٿي پنهنجي پتنيءَ واري ڪمري جي دريءَ هيٺان اچي ويٺو ۽ لڳو ڪڙڪائڻ ۽ پيا آواز ڪرڻ جيئن سندس استريءَ جو ڌيان ڇڪجي. جيئن ئي اٿي ويٺي، ڇت تي پهچڻ لاءِ سوچي رهيو هو ته هنکي ٿوري سرسراهٽ ٻڌڻ ۾ آئي جڻڪ ڪو هڪ وڏي رسي مٿان موڪلي رهيو آهي. جڏهن ڏٺائين ته هڪ وڏي نوڙي لٽڪي رهي آهي ته هو ان نوڙيءَ وسيلي چڙهي پنهنجي استريءَ جي ڪمري ۾ پهتو ۽ پنهنجي استريءَ جا شڪرانا مڃيائين جو هن ڪيس نوڙي موڪلي واهر ڪئي هئي.

هن عجب ۾ پڇيس، ”ڪهڙي نوڙي؟“

هن جواب ڏنو، ”ڇا مٿي چڙهڻ لاءِ تو نوڙي ڪونه لٽڪائي هئي؟“

پتنيءَ چيو، ”مون نه ڪا به نوڙي هيٺ ڪونه موڪلي هئي.“ تنهن تي تلسيداس ڪيس اها نوڙي ڏيکارڻ لاءِ پاڻ سان وٺي ويو، پر ڏٺائون ته اهو هڪ وڏو نانگ هو جنهنکي تلسيداس عشق جي انڌ ۾ رسي سمجهي مٿي چڙهيو هو. پوءِ استريءَ کي اهو به ٻڌايائين ته پاڻيءَ جي لڪ ڪارڻ هو مڙدي جو سهارو وٺي ندي پار ڪري آيو هو.

ان تي سندس پتني چوڻ لڳي، ”پراڻ ناٿ! جيڏو پيار مون سان اٿو ان جي ڏهين پتي ۾ جيڪر پرماتما سان

ٻالڪ جو سلسلو جاري رکندي فرمايو ته راماين جي رچيندڙ گوسوامي تلسيداس جي جوانيءَ جي واقعا آهي. هن ننڍي شادي ڪئي هئي. هن جو پنهنجي استريءَ سان ايترو ته پيار هو جو هڪ ڏينهن جي جدائي به هو برداشت ڪانه ڪري سگهندو هو. هڪ دفعي هن جي استريءَ کي ڪجهه ڏينهن لاءِ ٻاهر وڃڻو پيو پر هن کي ان ڏينهن ئي واپس گهرايو ويو ڇاڪاڻ ته هن جي وڃڻ کان ڪجهه ڪلاڪن بعد تلسيداس استريءَ جي وڇوڙي ۾ بيمار ٿي پيو. ان کانپوءِ هوءِ ڪڏهن به هن بنا ڪيڏانهن ٻاهر ڪانه ويندي هئي. پر هڪ دفعي اهڙو اتفاق اچي ٿيو جو کيس پنهنجي پيڪن ۾ وڃڻو پيو جي ڪجهه ميل دور هڪ ڳوٺ ۾ رهندا هئا. اُتي پهچڻ لاءِ هڪ ننڍي ندي پار ڪرڻي پوندي هئي. جيئن تيئن ڪري تلسيداس ڏينهن گذاريو پر اڃا شام ٿي مس ته هن کي اڪيلائي ۽ برهه ايڏو ته ستائڻ لڳي جو هو ساهرن طرف پيرين پنڌ نڪري پيو.

ايترو ٻڌي پنڊت ڪيول ڪرشن کلي ڏنو.

حضور مهاراج جن هن ڏانهن مشڪي نهاريو ۽ فرمائڻ لڳا، ”گهايل ڪي گت گهايل جاني“ عاشقن ته ان کان به وڌيڪ ڏکيا ڏڦ لنگهيا آهن. ٻڌو اڳتي ڇا ٿيو. جڏهن نديءَ ڪناري پهتو ته رات ٿي چڪي هئي، ندي به پوري ڦوهه ۾ پئي وهي. ڪوبه ملاح ڇوٽي ٻاڙي ڏيڻ سان پنهنجي جان جو جوکم کڻي ندي پار ڪرڻ لاءِ تيار ڪونه هو. پر عاشق ڪڏهن به همت ڪين هاريندا آهن. هو ڪاٺ جو بنڊ يا خالي ڊرم ڳولڻ لڳو جيئن ان جي سهاري ندي پار ڪري سگهي پر کيس اهڙي ڪابه شيءِ هٿ ڪونه آئي. انڪري تري ندي پار ڪرڻ لاءِ پاڻيءَ ۾ ڪُڏي پيو. ٿوري دير

۽ درد ٿئي ٿو. پوءِ جيڪڏهن ان درد ڪارڻ توهين ٻين کي ڇڏي آئي ٿا ڪڙا ٿيو، تہ توهين سچا برهمي ڪون آهيو. سچو پريمي تہ پنهنجي ستگوروءَ جي سروپ جيئي هڪ جهلڪ پسڻ لاءِ هر طرح جو دک درد برداشت ڪرڻ لاءِ تيار رهي ٿو. سمجهو تہ توهانکي ڌن دولت سان پيار آهي، تہ پوءِ توهان لاءِ اندرڪ دوار ڪونہ کلندا. پرماتما جي پيار اڳيان توهانجي هردي ۾ وسيل ٻين سڀني پيارن جو ڪو نام نشان نہ رهڻ کپي. سچو پريم من جي مڙني غلاظتن کي ڀسم ڪري ڇڏي ٿو. سچو پريم من مندر کي صاف ستر و ۽ اوجل بڻائي ان کي مالڪ جي اواس لاءِ لائق بڻائي ٿو. نشڪام ڀڳتي ۽ نرمل پريت اها ڏاڪڻ آهي جا اسانکي سڌو مالڪ جي محل ۾ پهچائي ٿي. پريم ڪڏهن بہ قسم جي قاعدي قانون کي نہ ٿو سڃاڻي. پريم واپاري جو دڪان ڪونهي، پريم نفعي نقصان کي ڪو نہ ڏسندو آهي نہ کي حساب ڪتاب رکي ڄاڻي. شايد توهان هڪ کير وڪڻندڙ ڇوڪريءَ جي ڪهاڻي ٻڌي هوندي جا آئي جو پاءُ کير وڪڻندي هئي. خريدار ايندا هئا، آنو ڏيئي پاءُ کير جو وٺي ويندا رهندا هئا. هڪ ڏينهن جڏهن سندس پريمي آيو تہ هوءَ سڀ حساب، ماپ تور ڀلجي وئي ۽ هنجي ارڻ ۾ پاءُ مٿان پاءُ وجهندي وئي. اهو ڏسي سندس ماءُ کيس ڇينڀڙ لڳي تہ هيئڙي طرح کير لٽائي ڇڏيو آهي ڇا؟

ڇوڪريءَ جواب ڏنو، "امڙ، مان جنهن کي پيار ڪريان ٿي ان سان ڪهڙا ليکا رکندس. لوکي ڪم ڪالهي نہ پريم ۾ سڀ حساب ڪتاب وسري وڃي."

جيڪڏهن اسانجو مالڪ سان سچو پيار آهي تہ هو بہ اسانجي ليکي ڏيڻ جو حساب وساري ڇڏيندو. حضور جن

گرو گرنٿ صاحب ۾ پريم جي ڏاڍي مهما ڪئي آهي."

حضور جن وراڻيو، "پوءِ ته وري ماڻهن کي ڄاڻ آهي ته پريم ڇا آهي؟ جگياسو، پريمي گرمک جي چرنن جي رج لائين ۾ ڪول ٿا پهچن. پريميءَ جي منزل انهن سڀني اپياسين کان گهڻو گهڻو مٿي آهي."

سردار ڪيسر سنگهه وينتي ڪئي، "منهنجا سائين! ڪرپا ڪري پريم جي باري ۾ ڪجهه کولي سمجهايو."

حضور جن فرمايو، "پريم جو مطلب آهي پنهنجي هستيءَ کي بلڪل نيست و نابود ڪري ڇڏڻ. ڪبير صاحب جن فرمائين ٿا:-

"جب مين ٿا تب گرو نهين، اب گرو هين هم ناهه،
پريم گلي اتي سانڪري، تامين دو نه سماهه."

پلٽو صاحب فرمائين ٿا:-

"سيس اتاري هاٿ سي سهج عاشقي ناهه."

سردار ڪيسر سنگهه چوڻ لڳو ته حضور اها ڳالهه پوري سمجهه ۾ ڪونه آئي.

ديالدان ستگورن فرمايو، "هن ڳالهه جو مطلب آهي ته پريميءَ لاءِ ڪا به قرباني ڏيڻ مشڪل ناهي."

هڪ ستسنگيءَ پڇيو، "حضور! ڇا جي قرباني؟"

مهربان ستگورن وراڻيو، "پريميءَ کي ته پريم جي راهه ۾ پنهنجو تن، من، ڌن مطلب ته سڀ ڪجهه قربان ڪرڻو پوندو آهي."

ان تي ستسنگيءَ عرض ڪيو ته حضور ڪرپا ڪري کولي سمجهايو.

حضور جن اتر ڏنو، "سمجهو ته توهين ٻن ۾ وهو ٿا، ۽ شريرن مان سرسه جي سمتاءَ ڪارڻ توهانجي عضون

رن ڏيئي ٻارو ٿئي ٿو.

ستسنگيءَ وري عرض ڪيو، "حضور! مان هر روز
ـڪ ڀيرو ڪلاڪ کن سمرن کي ڏيندو آهيان پر آخر
ياڻڪي اُلي جو اُلي ڏسندو آهيان. شايد مان سمرن ٺيڪ
رني ڪو نه ٿو ڪريان."

ديس دئيال ستگورن فرمايو، "سمرن هميشه من جي
ري لوچ سان ڪرڻ گهرجي جڻ ته توهين دشمن تي تلوار
وار ڪري رهيا آهيو. گرميءَ جي موسم ۾ توهان اڪثر
ر پپيهي کي سوانتي اولد لاءِ لڳاتار رٽ لڳائيندو ٻڌو
ندو. رکڻ بنا، ساندهه "ميهون" "ميهون" جي تئوار
لڳائي ڏيندو آهي. ٻار ٻار ڪلاڪن تائين اها رٽ لڳائيندو
هندو آهي. پپيهي مان توهانکي سبق سکڻ گهرجي. توهانجو
مرن هن وانگر ڪلاڪن جا ڪلاڪ لڳاتار بنا روڪ جاري
هڻ گهرجي. جيڪڏهن سمرن ڪرڻ وقت توهانجو من ٻاهر
ڪي ته توهين پنهنجي زبان ۽ چپن سان سمرن ڪري
ڪري من کي ٽڪائي ڇڏيو. ياد رکو ته من سان توهانکي اها
سردست ۽ دائما لڙائي جوڙڻي آهي. مالڪ سان سنيهه،
ار ئي هيءَ لڙائي جيتڻ ۾ سهائڪ ۽ مددگار ثابت ٿئي ٿو.

ستسنگي چوڻ لڳو، "حضور! اهائي ته ڪمائي آهي.
لڪ سان اهو سنيهه ۽ پيار ڪيئن اچي؟"

حضور جن فرمايو، "مالڪ لاءِ پيار پيدا ڪرڻ لاءِ سڀ
ن سٺو طريقو اهو آهي ته توهين وشواس ۽ نمرتا سان پنهن
مرن کي وقت ڏيو. جيترو وڌيڪ وقت توهين شبد سان
ائڪي جوڙيندا اوترو توهين ستگورن جي نزديڪ ويندا
اوترو ئي انهن لاءِ توهانجو پيار وڌندو ويندو رهندو.

سردار ڪيسر سنگهه چوڻ لڳو، "مهاراج جي، گرو صاحبن

آهي ته نام ملڻ بعد ڪو به جيو منش جون کان هيٺين جون ۾ ڪونه ويندو ۽ نام دان مليل جيو کي سچکنڊ پهچڻ ۾ چئن جنمن کان وڌيڪ وقت ڪونه لڳندو. سڀ کان مشڪل ڳالهه ته اها آهي ته ڪي جزوي ماڻهو منش چولي جي صحيح قيمت ڄاڻن نٿا ۽ نتيجو اهو ٿو ٿئي جو اڪثر ماڻهو پنهنجو جنم بيڪار ڪمن ۾ برباد ڪيو ڇڏين.

هڪ ستسنگي چوڻ لڳو، "حضور! ڪڏهن ڪڏهن، ڪيترائي مهينا لڳاتار ائين لڳندو آهي ڄڻڪ شبد ڪيڏانهن غائب ٿي ويو آهي."

داتا جن فرمائڻ لڳا، "شبد ڪڏهن به بند ڪونه ٿيندو آهي. اهو ته لڳاتار اسان جي اندر گونجي رهيو آهي، جيڪڏهن اهو هڪ ڪن لاءِ به بند ٿي وڃي ته اسين زنده رهي نه سگهون. شبد ته اسان جي جيون ڌارا آهي. اها ته هميشه اسان جي اندر پيئي گونجار ڪري، پر اسين اها ڪو نه ٿا ٻڌون ڇو جو اسان جو خيال ٻاهر دنيا ۾ هيڏانهن هوڏانهن پيو ڀٽڪي. اسان جو من ڏاڍو چنچل آهي ۽ سدائين پيو ڊوڙي. جڏهن تلاءَ جو پاڻي ٽڪيل نه هوندو آهي ته اسين پنهنجي شڪل ان ۾ ڏسي ڪين سگهندا آهيون ۽ جيڪڏهن پاڻي گندو آهي، ان ۾ ڪچ آهي ته اها پاڻ وڌيڪ رڪاوٽ بڻجي پوي ٿي. جڏهن پاڻي ٽڪاءُ ڪائي بيهي ٿو ۽ مٽي هيٺ وڃي ٿو ويهي ته پوءِ صاف نرمل پاڻيءَ ۾ چهرو ڏسڻ ۾ اچي ٿو. اهڙي طرح جڏهن من جي چنچلتا ۽ اگيان روپي لهرون بند ٿي وڃن ٿيون ۽ اسان جي دل جو آئينو صاف نرمل ۽ پوتر ٿي پوي ٿو ته پوءِ ان ۾ روحاني منڊلن جا سندر ۽ سونهن ڀريل نظارا نظر ايندا آهن. من کي صاف ستهرو پوتر ۽ پاڪ بڻائڻ جو اهو ڪاريه صرف پڇڻ

ويندي آهي، ليڪن تي ستگورو اُن ڏور کي اوچن روحاني منڊلن ۾ پهچائيندو آهي. ڪال جو استان ڪنج ڪنول (پنهنجي اکين جي ڀوئن وچ تي) جي ڏاٻي پاسي آهي ۽ ستگورو ساڄي پاسي براجمان رهندو. موت جي سمي، جن جيون کي نام دان نه مليو آهي، انهن جي آتما پاڻمرادو ڪال جي مک ۾ وڃي پوي ٿي جيئن اسپرنگ سان ٻڌل چيز ڇڪجي اچي ٿي. جيڪڏهن نام دان جو ارٿ صرف پنجن نامن جو ٻڌائڻ ئي هجي ته پوءِ اهو نام ته هڪ ڏهن سالن جي ڇوڪري به ڏئي سگهي ٿي. پر جيو آتما کي ڪال جي چنبي ۾ مان آزاد ڪرڻ آسان ڪونهي. ڪال جي قيدي کان جيوَ کي صرف ستگورو ئي ڇڏائي سگهي ٿو.

راءِ صاحب سوال ڪيو، "حضور! هڪ ستسنگيءَ کي سچکنڊ پهچڻ ۾ ڪيترو وقت ٿو لڳي؟"

حضور جن ورائيو، "ان لاءِ ڪو ٺيڪ مقرر ٿيل ڪونهي. اهو ته ستسنگيءَ جي پريت، پرتيت، ڀڳتي، لگن ۽ ڪوشش تي مدار رکي ٿو. اهو مالڪ جي ديا مهر ۽ ستسنگيءَ جي ڪرمن تي نربر آهي. منهنجي اڳيان اهڙا به مثال موجود آهن، جنکي نام ڏيڻ سان ئي سندن سرت اندر لڳي وئي ۽ اندر ۾ ستگوروءَ سان ساکيات وارتالاپ ڪيو. ٻئي پاسي، اهڙا به ستسنگي آهن جن جو ڌيان ڏهن سالن ڪمائيءَ به ٻاهر ڀٽڪندو رهي ٿو. هيءَ راهه ته صرف پريم ۽ پيار جي آهي. جيڪڏهن ستسنگيءَ کي پنهنجي ستگوروءَ لاءِ پيار آهي، پوءِ چاهي هو ڀڄن سمرن کي گهٽ وقت ته به ڏئي سگهيو آهي، ته به ستگوروءَ جي ديا مهر هنکي مٿين روحاني منڊلن ۾ وٺي ويندي بشرطيڪ هن ڪونه ڪرمن جو بوجهه پنهنجي سر تي نه کنيو هجي. پر هڪ ڳالهه جي خاطري

طاقت به آهي جنهنکي اسين "ڪال" ٿا چئون. هو ٽنهي ڄڻن لوڪن جو مالڪ آهي. هو ڪڏهن نٿو چاهي ته ڪو به جيو سنت ستگوروءَ جي سمپرڪ ۾ اچي. هو جيو کي ستگوروءَ کان دور رکڻ خاطر سڀ حيلا هلائي سگهي ٿو. ستگورو ۽ ڪال جا لڪش هڪ ٻئي جي بلڪل اُبتڙ آهن. سنت آتمائن کي هن دنيا جي جيلخاني مان آزاد ڪرڻ لاءِ اچن ٿا، جڏهن جيلخاني جو جيلر، ڪال آهي. هو نٿو چاهي ته هن جو اهو جيلخانو خالي رهي. ان لاءِ هو هڪ هڪ آتما کي هن قيد خاني ۾ بند رکڻ لاءِ سنتن سان زبردست جنگ جوٽي ٿو.

پنڊت ڪيول ڪرشن گمڀير نا سان چيو ته اهو بلڪل درست ٿو لڳي.

راءِ رنجيت گوپال پڇيو ته حضور! ستگورو جن ڪي نه نام دان بخشي ٿو انهن سڀني جي ڪرمن جو بوجهه هو پنهنجي سر تي هموار ڪري ٿو؟

حضور جن ورائيو، "ها ستگورو جنهنکي به نام ڏئي ٿو ان جي ڪرمن جو بوجهه پاڻ کڻي ٿو."

راءِ صاحب پڇيو، "ڇا نام ڏيڻ وقت ئي؟" حضور جن فرمايو، "ها، ان مهل ئي ۽ ان کانپوءِ به اهو سلسلو جاري رهندو آهي. راءِ صاحب توهان مونکي اهڙي راز کولڻ لاءِ مجبور ڪيو آهي جو هيل تائين لڪل راز رهيو آهي. ٻڌايان ٿو. سنت ستگوروءَ جو نام دان ڏيڻ صرف پوتر نامن جو جپڻ يا اڀياس ڏن کي ٻڌائڻ تائين محدود ڪونهي پر دکشا مهل هو شش جي آتما جي ڏور جا ڪال سان ٻڌل هوندي آهي، ڇوڙي ستگوروءَ جي الوڪ چرڻن سان جوڙيندو آهي. ان کانپوءِ جيئن ئي شش جي پريت ۽ ڀڳتي وڌندي

ٻرماليا جوتي روپ نين ٿا. اهي ٻنهي اعليٰ ۽ اُبر روحاني
شڪتيءَ سان اسانجي آتما کي جاڳرت ڪن ٿا ۽ اسانکي
روحاني منزلن ۾ پهچائڻ لاءِ لائق ۽ يوڳيہ بڻائين ٿا.

راءِ صاحب رنجيت گوپال چيو، "اها برابر حقيقت
آهي تہ سنت اسانجا سڀني کان وڏيڪ خير خواه ۽ شڀ
چنتڪ آهن."

حضور جن وڏيڪ فرمائڻ لڳا، "ستگوروءَ جو ٻنهي
شيوڪ سان اٿاهه پريم ۽ پيار جو ناتو آهي. دنيا جو ڪو بہ
رشتو ناتو ان جي مقابلي ۾ ٽڪي نٿو سگهي. سڀ مت
ماتت اڳي پوءِ اسانکي ڇڏي وڃن ٿا پر ستگورو اسانکي
ڪڏهن بہ نٿو ڇڏي. موت ڪاليوءَ پڻ هو اسان سان گڏ
رهي ٿو. ان سمبنڌ جو ذڪر گورو نانڪ صاحب جن کهڙي
نہ سندر نموني ۾ ورنن ڪيو آهي. هو فرمائن ٿا:-

جيون جنني سُت پالتي راکي نندر مجهار،
ليون گورو سک راکتا هر پريت پيار.

جهڙي طرح ماءُ ٻار کي جنم ڏيڻ ڏاڍي پيار ۽ سنڀال
سان هن کي پالي ٿي، گهر اندر توڙي ٻاهر هن کي پنهنجي
نظر ۾ رکي ٿي، وقت سر هنکي کارائي پيئاري ٿي ۽ هر وقت
هنکي پنهنجو لاڏڪوڏ ۽ پيار ڏيندي رهي ٿي ٺيڪ اهڙي
طرح ستگورو پنهنجي شيوڪ کي پرمارٿي پيار سان پالي ٿو
۽ هنجي سار سنڀال ڪري ٿو.

پنڊت ڪيول ڪرشن چيو تہ حضور اسان سال ڏيڍ کان
هتي اچي لوهاڻي درشن لاءِ ڪوشش پئي ڪئي پر قدرت
ڪا نہ ڪا رڪاوٽ پئي وڌي. انهين چو نو ٿئي؟

حضور جن جو مکہ هڪ آنند دائڪ مشڪ سان ٽڙيو پيو.
فرمايائون، "توهين صحيح ٿا چئو، دنيا ۾ هڪ وروڌي

مان ڪير آهيان، ڇا آهيان، ڪٿان آيو آهيان؟ هن منش جيون جو ڪهڙو مقصد آهي. ان جو انت ڇا ٿيندو، جنهن الڪي سڦلو ۽ سڄايو بڻائجي؟"

مسٽر مائر وينتي ڪئي، "حضور مونکي نه توهانجي دَيا مهر جي ضرورت آهي، ان بنا نه ڪجهه به ممڪن ڪونهي."

حضور جن جواب ۾ فرمايو، "سنت نه دَيا مهر جو ساگر هوندا آهن. انهنجي اپار دَيا، ڪرپا کي نه ڪو ورلو سمجهندو آهي. پنهنجي ڌام جي پرم شانتي ۽ اڻ مٽي آنند کي ڇڏي سنت دک درد ۽ شوڪ سنتاپ ڀريل هن سنسار ۾ ڇو ٿا اچن؟ ڪشمير جهڙي ٿڌي ۽ رمڻيڪ استان جو رهواسي گرميءَ جي موسم ۾ تپندڙ ريگستان ۾ اچي رهڻ پسند ڪندو ڇا؟ پر سنت هن مات لوڪ ۾ اچي جيڪي دک درد سهن ٿا ان جي ڀيٽ ۾ اهو ڪشمير وارو مثال نه ڪجهه به ڪونهي. هو پوتر ديش جو پرم آنند ڇڏي هن گندي، دکي ۽ فريبي دنيا جي قيدخاني ۾ اچن ٿا. هو صرف اسانجي اڌار لاءِ هن جڙ سنسار ۾ منش ديهه ڌارڻ ڪري ڪشٽ ۽ ڪليش سهڻ لاءِ اچن ٿا. اسانکي هن مرت لوڪ جي اگيان ۽ اندڪار مان ڪڍي واپس پنهنجي ڌام، انمت سک ۽ سچي آنند واري لوڪ ۾ وٺي وڃڻ لاءِ ئي هي هڏ، ماس ۽ رت جو چولو ڌارڻ ڪن ٿا. هو نه رڳو اسانکي صحيح مارگ ڏيکارين ٿا بلڪ اسانجي ڪرمن جو بوجهه پڻ پنهنجي سر تي کڻن ٿا ۽ اسانکي روحاني منزلن تي پهچائين ٿا. اهڙو ڪير آهي جو صرف پنهنجي ڪوشش سان، ستگوروءَ جي مدد ۽ سهاري بنا هن من ۽ مايا جي زنجيرن کي ٽوڙي سچکنڊ پهچي سگهي؟ سنت

حضور جن فرمائڻ لڳا، ”اهڙي حالت ۾ ٻڌڻ من کي ڪنهن ناهه تي آڻي سگهبو آهي. ۾ ڪلاڪ يا وڌيڪ وهڻ ٻجاءِ من کي ڇڏيو ته ڪلاڪ اڌ لاءِ ني ڪٽي وڃي. جڏهن اهو ٽائيم ٿي وڃي ته پوءِ ڏيرت ڏيري ٽائيم وڌائيندا وڃو. ڪڏهن ڪڏهن ته ضدي ٻار وانگر من جي ڳالهه مڃڻي پوندي آهي. اها پنهنجي عادت ڪري ڇڏيو ته هر روز سمهڻ کان اڳ ليم سان هر روز اڌ ڪلاڪ پڃن سمرن ڪريو. لمانتو رهڻ ڪري وڏي سڦلتا حاصل ٿئي ٿي.

مسٽر مائر چوڻ لڳو، ”حضور! دنيا جي جهڳڙن ۽ جهنجهٽن ۾ رهندي، اڌ ڪلاڪ اڀياس ڪاميابيءَ سان ڪرڻ ڏاڍو مشڪل آهي.“

حضور جن انهن کي جواب ڏنو، ”زندگيءَ جي سچي رهڻي سيکارڻ لاءِ ست مت هڪ عمدو اسڪول آهي. ست مت، دنيا جون ذميواريون نڀائيندي، پرماتما جي پراپتيءَ جو مارگ آهي. جڏهن توهانکي سنسار جي رشتن ناتن يا لهڻي ڏيڻي جي اصلي ڀيد جي ڄاڻ پوي ٿي تڏهن انهن کي نڀائيندي روحاني اڀياس ڪرڻ آسان ٿيو پوي. ٻه ڳالهيون هميشه ياد رکو. ٻهريون موت. اها ڳالهه ڪڏهن به نه وساريو ته اسانکي هتي دائما طور رهڻو ڪونهي. ٻيو سوچيو هن دنيا کي ڇڏڻو ٿي آهي؛ ان سان گڏ ساري زندگي خون پسينو هڪ ڪري جيڪي اسان ڪٺو ڪيو آهي اهو به هتي ئي ڇڏي هتان خالي هلڻو آهي. ٻي ڳالهه جيڪا ياد رکڻي آهي سا اها ته اسانجي منش جنم جو مول مقصد اهو ڪونهي جنهن ۾ اسين امولڪ قيمتي وقت ضايع ڪري رهيا آهيون، بلڪ ڪجهه ٻيو آهي. زندگيءَ جي ان صحيح مقصد تي ويچار ڪرڻ لاءِ ضرور ڪجهه وقت ڪڍو.

ڳالهه مڃڻ لڳندو.

ستسنگيءَ شڪايت ڪئي، "حضور من اسان لئي نه اهڙي قدر سوار ٿي ويو آهي جو هنجي ٽولڪن کي روڪڻ اسان لاءِ ناممڪن ٿي پيو آهي."

حضور جن جواب ڏنو، "ان لاءِ موزون لفظ "ناممڪن" ڪونهي، ڇو ته "ڏکيو" آهي. توهين هن ريت شروعات ڪريو. سمجهو ته توهانکي ڏاڍي اُڃ لڳي آهي ۽ ان لاءِ توهين پاڻي يا ٻيو ڪجهه پيئڻ چاهيو ٿا. پاڻيءَ جو گلاس ڀري، ميز تي پنهنجي اڳيان رکي، پنهنجي من کي چئو ته ڏهن منٽن کان پوءِ توکي پاڻي ڏنو ويندو ۽ سچ پچ ائين ڪريو. منهنجي خيال موجب ته ائين ڪرڻ توهان لاءِ مشڪل نه ٿيندو."

ستسنگيءَ مڃيو ته ائين ته سولائيءَ سان ڪري سگهجي ٿو.

حضور جن فرمايو ته اها توهانجي من مٿان سوڀ آهي. سمجهو ته توهان ڇڪڻ لاءِ سگريٽ ڪڍيو آهي، انکي واپس پاڪيٽ ۾ وجهو ۽ من کي چئو ته پنجن منٽن کانپوءِ ٿي پيئبو ۽ پيئو به سچ پچ پنجن منٽن کانپوءِ. اهي من مٿان توهانجو ننڍيون ننڍيون سوڀيون ڌيري من کي پوري ريت وس ۾ آڻڻ لاءِ وڏي همٿ ڏينديون. پوءِ توهين من کي وس ڪرڻ لاءِ ٻيا به حيلا هلائي سگهو ٿا. هر روز هڪ اهڙو چڱو ڪم ضرور ڪريو جو توهانجي من کي پسند نه هجي. ٿورن ڏينهن جي اهڙي ابياس کانپوءِ توهانکي ڪافي ڪاميابي حاصل ٿيندي.

ستسنگي چوڻ لڳو، "حضور! ڪڏهن ڪڏهن ڀڄن سمرن جي مهل من ڀڄن ڪرڻ کان صفا لاچاري واري هوندو آهي."

ڇالدو تي سمائي.

حضور جن فرمايو ته روحاني ابياس ۾ جيڪي نيون وڏيون رڪاوٽون آهن انهن مان سڀ ۾ ڏک آهي جيون ۾ آهن آلس ۽ لاغرضي.

راءِ روشن لال پڇڻ لڳو ته حضور اهي نيٺي وڪارن تي غالب پئجي ويا آهن.

حضور جن ورندي ڏيندي فرمايو ته اهي نيٺي - لوڀ، آلس ۽ لاغرضي ابياسيءَ جا زبردست دشمن آهن.

راءِ رطيجيت گوپال پڇڻ لڳو، "حضور پوءِ انهن کان پهڇجي جمد ڪيئن ڇڏائجي؟"

حضور جن فرمايو ته ابياس وقت جڏهن لوڀ يا ڪِهر اچي ته انجو فائدو وٺڻ گهرجي. جيئن ۾ سڱلتا ملي الله جا ڪرڻو پوندو آهي؟ پهرين خيال کي سيني اندرين مان سميٽي اکين جي وچ ۾ ايڪاگر ڪرڻو پوندو آهي. هاڻي سوچيو ته جڏهن مهل توهانکي لوڀ تي اچي ان وقت ۾ توهانجو ڌيان سيني طرف کان هٽي اکين جي وچ تي ايندو آهي پر ان وقت انجو لاڙو يا جهڪاءَ هيٺئين طرف ڪنهن ڏانهن ٿيندو آهي. لوڀ جي ڪارڻ اهو جيڪو سمٽاءُ ٿئي ٿو انجو ئي فائدو توهانکي وٺڻو آهي. ان وقت پهرين ڌيان کي اکين جي وچ ۾ مضبوطيءَ سان اسٿر رکو ۽ ليسري لال ۾ وڃڻ جي ڪوشش ڪريو. لوڀ ان وقت ايندي آهي جڏهن اسانجو خيال اکين مان لڪري ڪنهن چڪر ۾ ايندو آهي. اهو ئي ڌيان جڏهن اکين کان هيٺ ٻاهر لڪري ٿو ته اسين جاڳي ٿا پئون. توهين ان ڌيان کي نڪي هيٺ، لڪي ٻاهر وڃڻ ڏيو. ان ڌيان کي لوڀ ۽ جاڳرت اوستا جي وچ ۾ اسٿر ڪري رکو پوءِ توهين ڏسندا ته توهانجو ڌيان ليسري لال

وقت ڪجهه به ڏک يا خوف محسوس نه ڪري پاڪ خوشيءَ
سان الڪي سيني لڳائي. هڪ پارسي مهاتما چيو آهي،
”ڇا توکي ياد آهي نه جنهن وقت تو ڄاو ٿي پر ٻين خوشيون
ٿي ملهايون؟ هاڻي زندگي اهڙي طرح بسر ڪر جو موت
وقت ٻيا سڀ روئن مگر تون موج ۾ مست رهين.“

ڀڳت ڪيول ڪرشن پڇيو، ”حضور! موت وقت انسان
الله هڪي ڇا ڪرڻ گهرجي؟“
مري ۾ رهي

حضور جن وراڻيو، ”حقيقت ۾ جنهن حياتيءَ ۾ جيئون جو
سچو آنند ڪين ورتو آهي اهو موت جو آنند به ڪونه وٺي
سگهندو. ڪرشن ڀڳوان گيتا ۾ چئي ٿو نه موت کي ويجهو
جاڻي جو مٿس ڀهڄو خيال اون دوارن مان ڪڍي، من
جي ڦهليل ورتين کي سميٽي اکين جي وچ ۾ ايڪاگر
ڪري ٿو اهو ٿي ان پرم آنند کي پراپت ڪري ٿو.
(گيتا ٨-١٠)

راءِ صاحب رلجيت گوپال پڇيو، ”حضور سمجهو نه ڪو
زندگي ڀر اهو ابياس ڪو ڪري پوءِ به موت جي وقت اهو
ممڪن آهي؟“

حضور جن وراڻيو، ”موت جي گهڙي اهڙي پيڙا ۽
ڪشٽ واري هوندي آهي جو وڏا پير پيغمبر به گهبرائجي
ويندا آهن. ڪبير صاحب فرمايو آهي نه موت وقت ايڏي
پيڙا ٿيندي آهي جهڙي جيڪر ڏهه هزار وڇون هڪ ٿي
وقت ڏنگين. هاڻي توهين ٿي سوچيو نه ايڏي ايذاءَ ۽ ڏک
مهل ڪو به ڀهمجي من کي ايڪاگر ڪيئن ڪري سگهندو
جيڪڏهن هن ساري حياتيءَ ۾ ابياس ڪري من کي ايڪاگر
ڪيو ٿي ڪولهي.“

راءِ روشن لعل شڪايت ڪئي ته ٻڌڻ مهل ٻولڪي ليلا

پنڊت ڪيول ڪرشن چيو، ”حضور، گوروءَ جي مدد جو آسرو رکڻ، من جي ڪمزوري يا بزدليءَ جي نشاني ڪانهي؟ من کي پنهنجي مصيبت جو مقابلو پاڻ ڪرڻ گهرجي، پنهنجي لڙائي پنهنجي سر جيتڻ کپي.“

دَيا مهر سنڌي مشڪ سان حضور جن جو چهرو ٽڙي پيو. تڏهن فرمايو، ”پنڊت جي پنهنجي من کي پنهنجي اندر ئي ڪي ۽ پنهنجي اڃان کي ٻئي جي رضا تي ڇڏي ڏيڻ لاءِ نه پاڻ وٽ ڪا ارادي شڪتي ۽ بهادريءَ جي ضرورت آهي. جيڪڏهن توهين اندرين روحاني سفر اڪيلو طئي ڪرڻ چاهيو ته توهين ڪري سگهو ٿا پر جيڪي اندر اچڻ وارن ڪنداين ۽ رڪاوٽن کان بخوبي واقف آهن، تن جي راءِ ڪا بي آهي. ڀلا اسين ديوي لڙاين ۾ ٻين کان مدد ڪونه وٺندا آهيون. ٻيا ڪڏهن مددگار جي، ٻيا ڪڏهن رهبر ۽ رهنما جي اندر توهين هڪ قدم به هلي ڪين سگهندا. جيڪڏهن توهانکي ”گورو“ اکر پسند ڪونهي ته توهين ڀلي هنکي گورو نه چئو. توهين هنکي پنهنجو متر چئو، ساٿي چئو، وڏيرو ته هنکي داس يا شيوڪ چئو پر جيڪو به مالڪ جي کوج ۾ اندر وڃڻ چاهيندو انکي رهبر جي ضرورت اوس پوندي ۽ جيڪو اندر وڃڻ جي ضرورت ئي ڪونه محسوس ڪري اهو ڀلي ڇا به ڪٿي چوي. انهي فيصلي تي ڪڏهن ڪي ڪهڙو ٿو اعتراض ٿي سگهي؟

پنڊت ڪيول ڪرشن پڇيو، ”حضور! موت کي منهن ڏيڻ لاءِ اسان کي ڪهڙي تياري ڪرڻ کپي؟“

حضور جن وراڻيو، ”اها تياري ته پوري زندگيءَ جو ڪم آهي. انسان کي پنهنجي زندگي اهڙي طرح وليمه ڪرڻ کپي جو موت جو ڏنگ ئي نڪري وڃي ۽ هو موت

زنجيرن ۾ جڪڙيل آهيون. جڏهنڪي اسين پاڻ ٿيا ڇڏيون اهو بندش اڳين ڪيل ڪرمن جو ڦل آهي. اهو پاڻ، اسان ئي ٺاهيو آهي ۽ هينئر اسين ئي آئينده جو پاڻ ٺاهڻ لڳا پيا آهيون.

اسين جيڪو به ڪرم ڪريون ٿا اهو ڪنهن اڇا يا ڪامنا جي آڌار تي ڪريون ٿا. آهي اڇائون اسانجي اندر جمن جون زنجيرون ٻڌجي پون ٿيون. ان ڪري ان مان مڪتي يا ڇوٽڪاري حاصل ڪرڻ جو ڪيول هڪ ئي رستو آهي ته اسين اڇا رهت يعني نشڪام ڪرم ڪريون. اسين ڪنهن به اڇا ڪانسواءِ ڪرم ڪريون ۽ انجي ڦل جي ڪابه آس نه رکون. تن، من، ڌن استري ٻار ٻچا وغيره مطلب ته سڀ ڪجهه پرماتما جي طرفان سونپيل امانت سمجهون ۽ پاڻ کي امانت دار سمجهي ڪم ڪاج ڪريون ۽ ورتون يعني پاڻ کي مالڪ جو ايجنٽ سمجهي ڪار وهنوار ڪريون. ايجنٽ جي هر ڪاره جي پوري ذميواري سندس مالڪ جي ٿيندي آهي. ايجنٽ کي نفعي نقصان سان واسطو ڪو نه هوندو آهي. دک، تڏهن ٿيندو آهي جڏهن اسين امانت ۾ خيانت ڪرڻ لڳندا آهيون.

رام روشن‌لعل جي سائيءَ شري ماتر چيو، ”حضور! ستگوروءَ جي دَيا مهر ڪانسواءِ نشڪام ڪرم ڪرڻ ته ممڪن ناهي.“

حضور جن ورائيو، ”ستگوروءَ جي دَيا مهر جي ته هر قدم تي ضرورت آهي. پر فڪر نه ڪريو. ستسنگيءَ جي اندر پوکيل نام جو ٻج ڪڏهن نه ڪڏهن اُڀرندو. سنسار جي ڪابه طاقت انکي ختم ڪري نه سگهندي. جڏهن ته جيو کي سچي ستگوروءَ دوارا نام جي بخشش ملي آهي اهو اوس هڪ ڏينهن سچکنڊ پهچندو.“

ٿيو پيو آهي ۽ نہ هر ڳالهہ ۾ اسين پنھنجي مرضيءَ موجب هلي سگھون ٿا. هڪ وقت هو جڏهن اسين سولتر هئاسين ۽ اسين پنھنجي مرضيءَ مطابق ڪرم ڪري سگھياسين ٿي. اسان ڪرم ڪيا، انهن ڪرمن جو نتيجو نڪتو ۽ اهو "نتيجو يا ڪرمن جو ڦل" اسان جي پرالبڌ بڻيو. اسين ان کان پاڻ ڇڏائي ڪين سگھياسين. اسان وري ڪرم ڪيا ۽ ان دفعي اسان جي سولتر اڇا ٿي اسان جي پُراڻن ڪرمن جو اثر رهيو ۽ اسان جا ڪرم اسان جي گڏ ڪيل ڪرمن جي ڦل مطابق ٿي بڻيا. انهن ڪرمن ڪري پاپ بڻيو ۽ ان ڪارڻ اسان جي پنھنجي مرضيءَ موجب ڪرم ڪرڻ جي آزادي گھٽجي ويئي. لڪين ورهين کان اهي ڪرم ڪندي ڪندي، اسين انهن جي ڦل جو انبار گڏ ڪندا رهيا آهيون ۽ اهڙي ريت ڦل ۽ ٻرا ڦل (يعني ڦل ۽ ان ڦل جو ڦل) جي اها زنجير اسان جي اَمٽ پرالبڌ بڻجي پيئي آهي. ان پرالبڌ موجب ئي اسان جو شرير، من، بدي وغيره بڻجن ٿا ۽ اهي اسان کي ان مطابق خاص مارگ تي هلڻ لاءِ مجبور ڪن ٿا. اسان جي گڏ ڪيل ڪرمن موجب اسان جي اڳوڪي زندگي بڻجي ٿي ۽ اسان جي موجوده ڪرمن مطابق اسان جي ايندڙ زندگي بڻجندي.

اسان جيڪي اڳين جنمن ۾ پوکيو آهي اهو اڄ لڻي رهيا آهيون ۽ جيڪي اڄ پوکي رهيا آهيون اهو اڳتي هلي لڻنداسين.

هن وقت اسين ٻن قسمن جا ڪرم ڪري رهيا آهيون. (١) نوان ڪرم جنکي ڪريمان ڪرم چئجي ٿو. (٢) پرالبڌ ڪرم جي اڳين جنمن جو ڦل آهن. اهي ڪرم گڏوگڏ هلي رهيا آهن. هاڻي توهين خود ئي فيصلو ڪري سگھو ٿا تہ اسين ڪيتري قدر آزاد آهيون ۽ ڪيتري قدر پاپ جي

هنجي فضول سوال ڪري ان ڏاڍو پرش جو ڌيرج ٽٽي
پيو پر ان هوندي به هن شانتيءَ سان کيس چيو ته پنهنجي
ڀلائيءَ خاطر هينئر رسيءَ کي سوگهو جهل، پوءِ مان جڏهن
ٻوڪي ٻاهر ڪڍان ته پنهنجي فرصت ۾ ان مسئلي تي آرام
سان ويچار ڪج. وري انڌو ماڻهو ساڳيا ئي بيهودا سوال
ڪرڻ لڳو ته پهرين مان چئو هن کوهه ۾ ڪري پيس ۽ تون
ڪون ڪرئين؟

ڏاڍو ماڻهو کيس چيو، "ڀائي! مونکي پيا به ڪيترائي
ضروري ڪم آهن انڪري تون جيڪڏهن جلد ئي رسيءَ
کي پڪڙي ٻاهر نه نڪرندين ته مونکي الئي ئي ٻوڪي ڇڏي
وڃڻو پوندو."

انڌي ماڻهوءَ چيو ته چڱو، پر ٻڌائين مونکي اهو ته
ٻڌاءِ ته هي کوهه ڪيترو گهرو آهي ۽ هي ڪڏهن ۽ ڇو ٺهيو؟

کوهه مان ڪڍندڙ ماڻهوءَ کيس جواب ڏنو، "هي کوهه
ايڏو ته گهرو آهي جو تو جهڙن انيڪ ماڻهن جي قبر ٺهي
سگهي ٿي." انهن چئي هو روانو ٿي ويو.

انڌي ماڻهوءَ جي ان بيوقوفيءَ تي سڀ کلڻ لڳا. تنهن
تي حضور جن فرمايو، "اسين سڀ انهن ڪين پيا ڪريون
ڇا؟ حقيقت ۾ اسانجي ٻڌي ۽ واد وواد اسانجي ڇوٽڪاري
جي راهه ۾ ڪئين رڪاوٽون ٺاهي ڏيون ٿيون."

پنڊت ڪيول ڪرشن چيو، "حضور! اهو بلڪل صحيح
آهي، پر هڪڙو سوال مونکي هميشه پريشان ڪري ٿو ته
سڀ ڪجهه ڀڳوان تي ٽڪيل پيو آهي ڇا؟ اسين پنهنجي
مرضيءَ مطابق اڳتي گهٽائي وڌائي سگهون ٿا يا نه؟ اسين
پنهنجي اڳا الوسار ڪجهه ڪري سگهون ٿا يا نه؟"

حضور جن فرمائڻ لڳا، "اڳي سڀ ڪجهه ڀڳوان طئه

ڪو نہ ٿيندو. اُن هوندي بہ منهنجي دل ۾ ور ور ڪري اهو سوال ٿو اُٿي تہ پرماتما هيءَ سرشٽي بڻائي ڇو؟ هن اسانکي سچکنڊ مان ڪڍي هيٺ ڇو موڪليو." هن سنسار ۾ ايذا ڏک، ڏرد ۽ ڪشٽ ڪليش ڇو پيدا ڪيا آهن؟"

حضور جن فرمايو، "مان ڊاڪٽر جانسن کي چوندس تہ توهانکي هڪ ڪهاڻي ٻڌائي جا مون کيس ڪجهہ ڏينهن اڳ ٻڌائي هئي. شايد اها توهانکي پسند ايندي."

ڊاڪٽر جانسن هڪڙو امريڪن سڄڻ آهي جنهن ڏيري ۾ رهائش اختيار ڪئي هئي. ڳالهہ ٻولهہ هلندي هو چپ چاپ اچي هڪ ڪنڊ ۾ ويهي رهيو هو. هن مشڪي چيو تہ اها ڏاڍي وڻندڙ ڪهاڻي آهي ۽ ان ذريعي توهان جي شنڪا جو بہ سماڌان ٿي ويندو. مان شايد اهڙي سٺي نموني ۾ اها ٻڌائي نہ سگهان جنهن الڪائي ۽ لڳ سان حضور جن مونکي ٻڌائي هئي. اُن هوندي بہ مان ڪوشش ڪريان ٿو. اها هڪ انڌي ماڻهوءَ بابت آهي جو هڪ گهري کوهہ ۾ ڪري پيو هو. اتفاق سان اُتان هڪ ماڻهو اچي لنگهيو ۽ انڌي ماڻهوءَ جي اهڙي درگتي ڏسي کيس قياس آيو ۽ هنکي کوهہ مان ڪڍڻ چاهيائين. انڪري هن هڪ وڏي نوڙيءَ جو هڪ پاسو کوهہ ۾ وڌو ۽ انڌي ماڻهوءَ کي چيائين تہ اُن کي جهل تہ توکي ٻاهر ڪڍان. نوڙيءَ کي جهلڻ بدران انڌي ماڻهوءَ هن سان اجايا سجايا سوال ڪرڻ لڳو تہ اهڙي گهري کوهہ ۾ مان ڪيئن ڪريس، توهين مونکي اُن مان ڇو ٿا ڪڍو؟ اُن ۾ توهانجو ڪو شخصي مطلب آهي ڇا؟ آخر کوهہ کوٽايا ڇو ويا آهن؟ سڀ کان پهريون کوهہ ڪنهن کوٽايو؟ اُن ڳالهہ جي ڪهڙي خاطري آهي تہ مان وري ٻئي کوهہ ۾ ڪونہ ڪرندس وغيره وغيره.

دائما مٿس لڙڪندي رهي ٿي. ڪنهن کي اُن پٽ جي موت جو خوف لڳو پيو آهي ته ڪنهن کي پنهنجي يا پنهنجي زال لاءِ بيماريءَ جي نازل ٿيڻ جو خطرو، ته ڪنهن کي واپار ۾ گهاٽي پوڻ جو ڳڻتو لڳي رهيو آهي. پوءِ هن ڏکن ڀرئي ڏيهه ۾ سک ڪٿان ملندو؟ ذرا اسپتالن ۾ وڃي ڏسو ته ڪيئن هزارين ماڻهو دک ۽ پيڙا سبب پيا لڇن. هر روز ڪورٽن ۾ ڏسو ويندا ته ماڻهو ڪيئن نه چڪين ماس پيا کائين، ۽ فوجداري مقدما پيا ٿين ۽ جيل جون سزائون پيا ڀوڳين. ڏسندا آهيو ته واپارين قرضدارن خلاف ڪيئن ڊگريون پيئون تعميل ٿين، سندن مال ملڪيت ضبط ڪري نيلام پيو ٿئي ۽ سندن ٻارن ٻچن کي سندن اجهن مان هڪالي ڪڍيو ٿو وڃي. چڱو، توهين انهن سڀني ڳالهين کي ڪٽي نظر انداز ڪريو ٿا توهين ان ڳالهه کان ته انڪار ڪري نٿا سگهو ته موت اٽل آهي.

سچو ۽ دائما سک ته صرف تڏهن ملندو جڏهن مٿس مالڪ ڌڻيءَ رخ ڪندو جاڳائڻ ته هو سچي ۽ پائيدار آنند جو ساگر آهي. جن ٽنهي مان هيءَ دنيا ٺهي آهي اهي ٿي ناسوت ۽ فنا آهن پوءِ توهين دائما سک ۽ شانتيءَ جي اميد هنن ڪيئن ٿا رکي سگهو؟ ڀلي توهين دنيا جي سڀ کان سکي ماڻهوءَ سان ملو، توهين ڏسندا ته هنجي دل جي اندر ٿين لهه ۾ تراسا، اداسي، هيڪلائي مطلب ته ڪنهن نه ڪنهن ڳالهه جي ڪمي پسندا. اها ٻي جيئي آتما کي پنهنجي اصل يعني پرماتما کان وڇڙڻ جي ڪارڻ آهي. اها تڙپ آهي بوند جي ساگر ۾ سمائجڻ لاءِ.

سردار ڪيسر سنگهه چيو، ”حضور مان سمجهان ٿو ته صرف ڀڄڻ ڪرڻ سان يا پاٺي ولوڙڻ مان ڪجهه به فائدو

پڇيو. انھن پوء حضور جن کي ھڪ نوجوان جو رھل ھينان اچي مرڻ جو ڏاڍو ڏکدائي قصو ٻڌايو. ھڪ تازو پرڻيل جوڙو جالو اسٽيشن کان گاڏيءَ ۾ چڙھيو ھو ۽ ٻئي اسٽيشن ٻي ٻتي ڪجھ منٽن ۾ ميرو پنھنجي استري لاءِ وٺڻ لاءِ لٿو. ويندڙ وقت پنهنجي روپئي لوٽ جو رکڻو ڪولو ھو، الڪري بڪنگ آفيس مان مٺائڻ لاءِ ويو. اتري ۾ گاڏي ھلڻ لڳي. نوجوان کي ھمت ۾ ميرو ھو ۽ جيئن ئي ھن ھلندڙ رھل ۾ چڙھڻ جي ڪوشش ڪئي تہ پير ترڪي ويس ۽ گاڏيءَ ھينان اچي ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويو. ويچاري شاديءَ کان پوءِ ٻھرئون ڏھاڙو ئي ساھري وڃي رھي ھئي ۽ کيس پنھنجي ساھري ڳوٺ جي نالي جي بہ خبر ڪونہ ھئي. صرف اھترو ٻڌائي سگھي ٿي تہ اڳئين پيري اسان لڏيالنا اسٽيشن ٻي ڪنھن اسٽيشن لاءِ گاڏي مٽي ھئي ۽ ان اسٽيشن کان منھنجو ساھرو گھر پنج ميل پري آھي.

پنڊت ڪيول ڪرشن چيو، "ھي ڀڳوان! ھن دنيا ۾ ڪيڏا نہ ڏک ۽ ڪليش آھن."

حضور جن وراڻيو، "مسلمان درويش ھن دنيا کي "دار المصائب" 'مصيبتن جو گھر' ڪري سڏيو آھي. ھن دنيا ۾ ڪڏھن ڪنھنکي سچو سک مليو آھي؟"

سردار ڪيسر سنگھ اعتراض ڪندي چيو تہ حضور! انھن ڪيئن چئجي تہ ھن دنيا ۾ صرف ڏک ئي ڏک آھي. ھتي تہ خوشي ۽ غمي ٻئي گڏوگڏ پيئون آھن. ڪي ماڻھو تہ سچ پچ ڏاڍا سکي آھن.

حضور جن کيس جواب ڏنو، "توھين اندر جي ڪنڊ پڌر ھاڻ کي ئي سچو سک سمجھي ويٺا آھيو. موت، مفلسي، مرض، ٻڍاپو، اچانڪ حادثن جي ٻڌ سندي تلوار

ر پردو پيل آهي. الڪري هن ديھ روپي نجوڙيءَ ۾
د ٿيل انمول هيري، يعني آتما کي آهي ڏسي لٿيون
ـگھن. جيڪڏهن اسين هن مٽيءَ ۽ ماس جي ٺهيل ديھ
ان اوچو اٿي مٿي ڏسڻ جي ڪوشش ڪنداسين تہ پرماتما
جي راڄڪماري يعني آتما کي ڏسي سگھنداسين جنهنجو هن
ڪايا روپي نگريءَ ۾ نواس آهي. اها ڪيڏي دک ۽ غم
جي ڳالھ آهي جو ديھ روپي گندو ۽ غليظ قاتل ٺُلُ ۽
ناسولت پردو منش کي اهڙو انڌو بڻائي ڇڏي ٿو جو ڪيس
پنهنجي اندر ڇپيل سورج جو تيج ۽ تجلو ڏسڻ ۾ ئي ڪو نہ
ٿو اچي."

سردار ڪيسر سنگھ چوڻ لڳو، "ڪاٺ جي فريم ڏانهن
تہ اسانجو ڌيان وڃي ٿو پر ان ۾ پيل اديت تصوير جي
منوهر سندرتا کان اسين بلڪل غافل ۽ اچيت آهيون. اسين
تہ صرف ان ڪاغذ جي پڙيءَ کي ئي ڏسندا رهون ٿا پر
ان رڱن جو تہ ڪو خيال ئي ڪو نہ ٿا ڪريون جو هريءَ ان
پڙيءَ ۾ وجھي رکيو آهي.

پنڊت ڪيول ڪرشن سوال ڪيو، "مهاراج جي، پرماتما
هن سرشٽيءَ جي رچنا ڇو ڪئي؟"

حضور جن جواب ڏنو، "اسانجي ڀلائيءَ خاطر."

ان لي پنڊت ڪيول ڪرشن وري پڇيو، "شاسترن
جو ڪٿن آهي تہ هي سڀ سندس ليلا آهي، موج آهي."

ستگورن فرمايو، "مالڪ جي رچنا جي پويان مقصد ۽
رتا آهي ۽ هنجي ڪا بہ ڳالھ بنا مطلب جي ڪانهي."

ان مهل راولپنڊي ۽ پشاور واسي جا ڪي ستسنگي آيا
۽ حضور مهاراج جن جي چرنن ۾ متو ٽيڪي ويهي رهيا.
حضور جن هر هڪ کان سندن ڪٽنب پرِوار جي خوشحالي بابت

پنڊت پڇڻ لڳو، ”ڇا ! پاپ ڪي ٻه ؟“
حضور جن وراڻيو، ”ها ! ڇالو، ٻاڇو ۽ راس ڇا جي پيداش آهن؟ سورج جي.“
پنڊت ڪيول ڪرشن ڏاڍي اناولائيءَ سان پڇڻ لڳو، ”حضور! سچ پچ شيطان ۽ جنهنڪي سنت ڪال چوندا آهن، آهي ڇا؟“
حضور جن وراڻيو، ”اهو سندءِ تيندو آهي.“
پنڊت سوال ڪيو، ”پرماتما شيطان کي پوءِ ڇاڻو ڇو؟“
حضور جن جواب ڏنو، ”اسانجي ڀلائيءَ ۽ بهتريءَ لاءِ شيطان جو هئڻ به ڏاڍو ضروري آهي. ڊاڪٽر جو زهر پڻ لاءِ برابر زهر آهي پر سندس لاءِ نه.“
نوجوان وڪيل پڇيو، ”حضور! استريءَ جي ڪشش ۽ پريم کان ڪيئن بچجي؟“
حضور جن فرمايو، ”پريم ۽ ڪام واسنا ۾ زمين آسمان جو تفاوت آهي. پريم مٿي ٺوڪٺي ۾ ڪام هيٺ ٺوڪهلي. پريم آتما جو سڀاءُ آهي پر ڪام اندرين جو. پريم اهو الوڪڪ ڀاو آهي جو مالڪ جي دنيا مهر سان پرگهٽ ٿئي ٿو پر ڪام گندين گهٽين جي ونشا آهي جنهن کان هر ليڪ ۽ پرمارٿي شخص کي بچڻ کپي. اسين پريم ۽ ڪام جي وشيه جي ڪرين ٿي ڪولس پر جيڪڏهن اسين هر روز صحيح چنڊ چاڻ ان ڳالهه تي وچار ڪرڻ لاءِ ٿورو ٿي وقت ڏيون ته جيڪر واسنا جي ڪشش کان بچي پئون.“
راءِ صاحب رنجيت گوپال چيو، ”مولانا روم صاحب فرمايو آهي ته جنهنکي دنيا عشق سڏي ٿي اهو بيت پري ڪاڻڻ ڪري گرميءَ ڪارڻ پيدا ٿئي ٿو.“
حضور جن فرمائڻ لڳا، ”اسانجي اکين ٿي ڪام واسنا

کي جاڳرت ڪيو ته هن ئي انسان صحيح معنيٰ ۾ انسان ٿيو. پورڻ پرش نه اهو آهي جنهن جي نگاهه ذرڙيءَ کان وٺي آخرين روحاني منزلن تائين وڃي ٿي. پرماتما هن کان لڪل ڪونهي. منش جيتري قدر الهيءَ انترڪ چيتنتا کي جاڳرت ڪندو ويندو، اوترو ئي هو صحيح معنيٰ ۾ منش بڻبو ويندو.

سردار ڪيسر سنگهه چيو ته ان ۾ ته بحث جي ڪا گنجائش ئي ڪانهي ۽ حقيقت بلڪل صاف ظاهر بيٺي آهي.

پنڊت ڪيول ڪرشن چيو، "اسان لاءِ ته اهو سڀ ڪجهه هڪ پرولي بيٺي لڳي."

ان تي داتا جن فرمايو، "برابر، پر هيءَ اها پرولي آهي جنهن کي حل ڪري سگهجي ٿو. حقيقت ته اها آهي اسان ڪڏهن هن پروليءَ کي سلجهائڻ جي ڪا ڪوشش ئي ڪانه ڪئي آهي."

پنڊت ڪيول ڪرشن وري سوال ڪيو، "مهاراج جي، پرماتما پاڪ ۽ پوترتا ۽ نيڪي جو خزانو آهي، پوءِ هن جي سرشٽيءَ ۾ پاپ ۽ برائي ڪٿان آئي؟"

راءِ رنجيت گوپال چيو، "برائي ۽ ڀلائي منش جي نقطه نگاهه تي مدار ٿي رکي. پورڻتا جي نظر سان ڏسجي ته اپورڻتا نالي جهڙي ڪا وستو ئي ڪانهي. برائي آهي ئي ڪانه پر جيڪڏهن ڀيٽ ڪري ڏسنداسين ته برائي ٺوس حقيقت آهي پر هن سنسار جي سنڀالڻ ۾ برائي به هڪ ضروري ڳالهه آهي.

پنڊت ڪيول ڪرشن پڇيو، "حضور! برائي ۽ پاپ جي اُتپتي ڪٿان ٿي؟"

حضور جن وراڻيو، "هر چيز پرماتما ئي پيدا ڪئي آهي."

هميشه منش جي روپ ۾ ئي اچي ٿو. جيڪڏهن هو فرشتو ٿي اچي ها ديوي ديوتا ٿي اچي ته جيڪر اسين هن کي ڏسي ڪين سگهون ۽ نڪي هو اسان سان ڳالهائي ٻولهائي سگهي. ڳايون، پشون ۽ پکي نه هر طرح اسان کان هيٺ آهن. اهي اسان کي اپديش نٿا ڏيئي سگهن. ان ڪري هو منش جو روپ ڌارڻ ڪري ئي منش کي سمجهائي سگهي ٿو. صرف انسان ئي انسان کي گيان ڏيئي سگهي ٿو. جڏهن به ضرورت پيئي پرماتما هر ديش، هر سمي منش جي روپ ۾ پرگهٽ ٿيو آهي ۽ هميشه پرگهٽ ٿيندو رهندو.

سردار ڪيسر سنگهه چيو ته سنتن کي سڃاڻڻ لاءِ نشانيون ته ضرور هئڻ کپن.

حضور جن کلي ڏنو ۽ فرمائڻ لڳا، "ها! اهو ڪو ضروري ڪونهي. جن جيون لاءِ هو اچن ٿا، اهي جيو ڪين آسانيءَ سان سڃاڻي سگهن ٿا."

سردار ڪيسر سنگهه وري سوال ڪيو ته پوءِ پرماتما پاڻ کي منش جي نظرن کان ڇو لڪايو آهي؟

حضور مهاراج جن مرڪندي فرمايو، "پرماتما ان منش کان ڪڏهن به لڪل ڪونهي جو صحيح معنيٰ ۾ منش آهي. ڇا اسين صحيح معنيٰ ۾ منش آهيون؟ اسين ته اُتر درجي جا ٻن ٽنگن وارا جانور آهيون جن ۾ ٻين جانورن جي ڀيٽ ۾ ٿوري ٻڌي وڌيڪ آهي. صحيح معنيٰ ۾ انسان ته اهو آهي جنهن پنهنجي مول شڪتين کي واپس پاتو آهي ۽ ان خزاني کي کولي هٿ ڪيو آهي جو پرماتما هن جي واسطي هن جي شرير ۾ رکيو آهي. اسين ته صرف شرير ۽ من جي پال کي لڳي رهيا آهيون. اساڻي اندر اهڙيون شڪتيون موجود آهن جي سُتيون پيئون آهن. جڏهن انهن

جيئن جو تيئن ڪٽڻ گھرجي ڇا؟ پلٽو صاحب فرمائين ٿا تہ زندگيءَ ۾ مون صرف پاپ ئي پاپ ڪمايا آهن. پر انهن نہ آهي ئي ڪونہ. اهڙن وچنن مان هنن جي نمرتا ۽ ديئتا ظاهر ٿئي ٿي. در اصل، سچي نمرتا صرف سنتن ۾ ئي ملي ٿي. دنيادار تہ نمرتا ۽ ديئتا جو مطلب ئي نہ سمجهن. جيتوڻيڪ سنت پاڻکي داس ٿا سڏين پر سمجهن ٿا سمجهڻ وارا سمجهن ٿا تہ هو مالڪ جو روپ ٿيندا آهن.

سردار ڪيسر سنگھہ چيو، ”حضور! اسين جڏهن ڌاري ۾ پهتاسين تہ هڪ ماڻهو ڪبير صاحب جو شبد پڙهي رهيو هو تہ منهنجو ستگورو موڪلي پرماتما کان بہ وڌيڪ پيارو آهي.“

راءِ رڻجيت گوپال چيو، ”حضور! ڪبير صاحب جو هي دوهو تہ تمام مشهور آهي:-

”گور گوبند دوئون کڙي، ڪس کي لاڳون پاءِ،
بلهاري گورو آپڻي، جن گوبند ديو ڏکاءِ.“

يعني منهنجي سامهون منهنجو ستگورو ۽ پرماتما بيٺا آهن. مان پهرين سنمان ڪنهنجو ڪريان؟ ضروري آهي تہ مان پهرين پنهنجي ستگورن جي چرڻن ۾ سيس نوائيان ڇاڪاڻ تہ هنن جي ئي ڪرپا سان موڪلي پرماتما جو درشن مليو (يا تہ هن پاڻ کي گپت رکيو هو.)

حضور جن فرمايو، ”هي تہ هڪ شيوڪ جو پنهنجي ستگوروءَ جي لاءِ صدق، پريم ۽ شڪرگذاريءَ جي اظهار ڪرڻ جو طريقو آهي.“

سردار ڪيسر سنگھہ سوال ڪيو تہ پرماتما لاءِ منش جي روپ ۾ اوتار ڌاري اچڻ ممڪن آهي؟ جڏهن حضور جن جواب ڏنو، ”ان ۾ ناممڪن ڇا آهي؟ جڏهن بہ پرماتما هن سنسار ۾ اچي ٿو ۽ هو اچي بہ ضرور ٿو، تہ

يا "اوڪاس" ٿا چون. هيءَ اهڙي نه مڌر ۽ رسيلي ڌن آهي جو جيڪڏهن آتما اُنکي صرف هڪ ڀيرو ٻڌي نه هن جي سموري ميل ۽ غلاضت لڪري وڃي.

سردار ٻچڻ لڳو، "حضور! اهڙي ڪا نشاني يا ڪسوٽي آهي جو سنت کي ٻڌي سگهجي؟"

حضور جن فرمايو، "ها! اهڙيون نشانيون ضرور آهن. ٻه هڪ ڀيري آتما ني سنت کي سڃاڻي سگهي ٿي. هڪ الف بي پڙهندڙ بار هڪ ڪاليج جو پرنسيپال، جو ايم اي يا بي ايچ ڊي آهي اُن جي علميت ۽ قابليت جو اندازو ڪيئن ٿو لڳائي سگهي؟

سردار ڪيسر سنگهه چوڻ لڳو، "گرنٿ صاحب ۾ گورو کي پرماتما جو سروپ ڇيو ويو آهي ۽ گوروءَ لاءِ پڻ اهائي ڀڳتي ۽ اهڙي شرڌا هئڻ کپي جهڙي پرماتما لاءِ. پر سنت نمرتا جا ڀنڊار ٿيندا آهن. گورو گوبند سنگهه صاحب فرمائين ٿا:-

"مئن هون پرم پرک ڪا داسا، ديکن آيو جگت تماسا."

. يعني مان نه پرماتما جو هڪ ننڍو شيوڪ آهيان، هن سنسار جو ناٽڪ ڏسڻ آيو آهيان." "پوءِ انهن ويچارن ۾ اهو فرق ڇو آهي؟"

حضور جن جواب ڏنو، "ڪنهن به سنت ڪڏهن به انين ڪونه چيو آهي نه مان پرماتما آهيان. انهن هميشه پاڻکي پرماتما جو داس يا شيوڪ سڏيو آهي. در اصل، هو نه نمرتا جا اوتار آهن ۽ نماڻائيءَ وچان ئي هو ائين چون ٿا. پر انهن جي هن ڪٿن مان هندو شان يا مهمارتيءَ پرکهڻجي لٿي. گورو نانڪ صاحب فرمائين ٿا، "ڪهه نانڪ هم نيچ ڪرما." ننهنڪري اسانکي سندن اکرن جو ارٿ

ودوان، ٻوڙو يا ڌرماتما سمجهڻ جو پاپ يعني اهنڪار
جو پاپ.

پر گورو ارجن ديو مهاراج جن صرف اهڙو ئي ڇني شالوڪ
ڪونه ٿيا آهن. هو وڌيڪ فرمائين ٿا ته مون مڙن ورس
جي هاري ۾ ڪافي ڪجهه پڙهيو هو، سو مون مڙن ورس ۾
ڌارڻ ڪيو. مان وسندي ڇڏي جهنگلن ۾ رهڻ لڳس. اڃا
ڪنهن وستر جي رهڻ لڳس. مون سڀ ڪجهه تياڳ
ڪري ڇڏيو. هٿن ۾ ئي کاڻ لڳس، ڪوبه ٻاسڻ ٻرتڻ ڪتب
ڪونه آندم. ڦل ڦول تي ئي گذارو ڪيم. سيني تيرٿن
جي ياترا ڪيم. برفيلي ڀاڙن تي واس. پوڄا ليکن ۾ اشنان
ڪرايم. اهي سڀ ساڌنائون ڪندي به منهنجي اندر جون
ڪراني رکيل هئي، انهن ميڄڻ ۾ ايندو هو ته ڪو به ماڻهو
ڪهڙي به آس من ۾ رکي ان ڪراني هيٺان پنهنجو پليدان
ڏيندو ته هدجي اها آس پوري ٿيندي.

وڪيل صاحب حيرانيءَ ۾ اچي چيو، ”ڇا ماڻهن ان
آري هيٺان پنهنجا پڻ ٽڪر ڪرايا؟ هي ايشور! ڪيڏي نه
بي رحمي!“

سردار ڪيسر سنگهه چيو، ”ڪيڏي نه جهاليت!“
حضور جن فرمائڻ لڳا، ”مڪتي پائڻ لاءِ ماڻهن ان کان به
وڌيڪ ڪشٽ سٺا آهن. پر انهن سڀني جو نتيجو ڪهڙو
نڪتو، توهين پاڻ سوچي سگهو ٿا.

نوجوان وڪيل چيو، ”پر حضور! ڪيترن ئي هنن الهن
ڪيل ڀيشيائن جو ڪجهه نه ڦل هوندو؟“
حضور جن وراڻيو، ”بيشڪ انهن ڀيشيائن جي ڦل

جي ڏس ۾ ڪجهه به واڌارو ڪري ڪو نه سگهندا سين.
ان لاءِ راءِ صاحب راجپت گوپال چيو ته خود گورو
نانڪ صاحب جن فرمايو آهي:-

"پڙهيئه جيتي برس برس، پڙهيئه جيتي ماس،
پڙهيئي جيتي آرجا، پڙهيئه جيتي سانس،
نانڪ ليکئي اِڪ گل هور هومئي جهکڻا جهاک."

يعني ڪير ڪٿي مهنا، سال ۽ ساري زندگي ڇو ڪين
پاٺ ڪندو رهي پر صرف هڪ ئي ڳالهه ليکي ۾ لڳي ٿي
۽ اها آهي سرت کي شبد سان جوڙڻ، باقي ٻيو سڀ بيڪار
۽ وئرٿ آهي.

حضور جن فرمائڻ لڳا، "صحيح ڳالهه ته اها آهي ته
گرنٿن جو پاٺ ڪرڻ ڪا خاص اهميت ڪو نه ٿو رکي.
گورو ارجن ديو فرمائين ٿا ته مون ڏاڍي ساوڌاني ۽ غور
سان ويد پڙهيا، ڪتابي لوڪ جي ساڌنا ڪيم، ان
سان شامل ٻيون جيڪي به ڪرياڪون ڌوتي، نيتي، بستي
۽ نولي وغيره به ڪيم پر انهن ڪرڻ سان ڪام، ڪروڌ،
لوڀ، اهنڪار ۽ سنساري پدارٿن جو موهه دفع ڪو نه ٿيو.
جيڪڏهن گرنٿ پوٿين جي پاٺ سان موڪش ملي ها ته پوءِ
راوڻ کي موڪش ڇو ڪين مليو؟ هو ته ويدن جو مهاودوان
۽ نيڪا ڪار پنڊت هو. توهان سڀني کي خبر آهي ته هنجو
چرتر ڪهڙو هو. اڄ ڏاڏين به هر سال هنجو پتلو جلايو ويند
آهي. ماڻهو سمجهن ٿا ته گرنٿ پوٿين جي پاٺ ڪرڻ سا
۽ تيرٿن ۾ ندين ۾ اشنان ڪرڻ سان پاپ ڌوئجي ٿا وڃ
پر جيڪڏهن هو گهرائيءَ سان ويچار ڪن ته هنن کي جيڪ
خبر پئجي وڃي ته پاپن جي ميل لهڻ بجاءِ انهن پاپن ۾ ه
پو به پاپ ڪٺا جي وڃي ٿو. اهو آهي پاٺڪي ٻين ڪان وڏ

ڪو گرنٿ بنا سمجهڻ اچڻ جي، يا ان مان فائدو حاصل ڪرڻ بنا صرف طوطي وانگر رٽيندا رهندا، پر ان تي عمل ڪونه ڪندا ته ان مان ڪجهه به ڦر حاصل ڪونه ٿيندو. اهڙو پڙهڻ آهي صرف رسم رواج جو ليکو ڪٽڻ.

وڪيل صاحب چوڻ لڳو، ”پر سڀ ماڻهو ائين ٿي ته ڪن ٿا.“

حضور جن فرمايو، ”اها ئي ته عجب جهڙي ڳالهه آهي. هي ته ائين ٿيو جيئن پيٽ جي سور لاءِ ڊاڪٽر جو نسخو بار بار پڙهڻ. پر سور نه لهندو جڏهن توهين ڊاڪٽر جي نسخي موجب دوا نه ٿا پيئو، هن جي هدايتن انوسار وٺندا. هڪ ماڻهو ڪشمير وڃڻ لاءِ ڪشمير جو گائيڊ بڪ خريد ڪري صرف پڙهندو ٿي رهي ٿو، پر اتي پهچڻ لاءِ هڪ وک به نٿو کڻي، ڇا هو ائين ڪرڻ سان ڪشمير پهچي ويندو؟“

وڪيل صاحب چوڻ لڳو، ”پوءِ ته ڌرمي ڪتابن پڙهڻ جو ڪو فائدو ٿي ڪونهي؟“

حضور جن فرمايو، ”نه! ڪجهه فائدو ته ضرور آهي. انهن جي پڙهڻ سان من جو جهڪاءُ ڀڳتيءَ جي طرف ٿئي ٿو ۽ پرماتما سان ملڻ جي چاهنا جاڳي ٿي پر اسانکي اُهيءَ ٻيهي وڃڻ ته گهرجي. ڌرمي گرنٿ اسانکي مالڪ سان ملڻ جو رستو ٻڌائين ٿا، روحاني راهه ۾ جيڪي رڪاوٽون اچن ٿيون انهن جو ورنن ڪن ٿا ۽ اُنهنکي دور ڪرڻ جو اُپاءُ ٻڌائين ٿا. گرنٿ پوٿيون رچيندڙ مهاتما اهو به ٻڌائين ٿا ته هنن من کي جيتڻ لاءِ ڪهڙا اُپاءَ ڪيا. جيئن توهان جيڪو هينئر شبد ٻڌو ان ۾ گورو ارجن ديو جن پنهنجي انڀون جو لاڀ ورڻ ۽ انهن تي عمل ڪرڻ بجاءِ صرف ان شبد جو پاٺ ٿي ڪندا رهنداسين ته پنهنجي خيال ۾ پرماتما جي پراپتي

اڄ ٿي منهنجون اکيون کليون آهن ۽ منهنجي ڏاڏاڻيءَ تي عجب پيو لڳيم جو مان اهو مڃي ويٺو هوس تہ گيتا جي پاٺ ڪرڻ سان ئي منهنجي مڪتي ٿي ويندي.

سڪ وڪيل صاحب چوڻ لڳو تہ حضور مان هر روز صبح جو 'جپ جي صاحب' جو پاٺ ڪندو آهيان، ڇا مونکي ان مان ڪجهہ بہ لاڀ ڪونہ ٿيندو؟

حضور جن ڪالهس پڇيو، "توهين اهو پاٺ ڪيتري عرصي کان ڪندا رهيا آهيو؟"

وڪيل صاحب جواب ڏنو، "چوڏهن سالن جي عمر کان وٺي هيئي ٻارهن سالن کان."

حضور مهاراج جن فرمائڻ لڳا، "ڏاڍو سٺو، ان ڀڳتي پاو ۽ پيار لاءِ توهين جس جا لائق آهيو. پر هاڻي اچو تہ اُنهي فائدن تي کليءَ دل سان ۽ شانت من تولي ويچار ڪريون. سڀ گرنٿ چاهي اُهي اسانجي ڌرم جا، يا ٻين ڌرمن جا هجن، اُنهنجو مقصد ۽ مهتو ساڳيو ۽ سمان آهي. هتي اسين ڪنهن خاص ڌرم يا ڪنهن خاص شخص جي ڳالهہ ڪونہ ٿا ڪريون. سمجهو تہ هڪ عيسائي هر روز هڪ ڪلاڪ بائيبل پڙهي ٿو يا هڪ ٻوڌي هر روز پرڀات ويلي پنهنجي ڌرمي پستڪ جو ڏاڍي پريم ۽ شرڌا سان پاٺ ڪري ٿو پر گرنٿن جي پڙهڻ جو مول مقصد ڪهڙو آهي؟ اُهو ئي تہ اُنهن گرنٿن ۾ جيڪي ڳالهيون اسان لاءِ لکيل آهن يا جيڪي هدايتون ڏنل آهن، اسين اُنهن تي عمل ڪريون ۽ انهن جو فائدو وٺون. جيڪڏهن توهين ڪنهن گرنٿ کي صرف هڪ ڀيرو ئي پڙهو ٿا پر اُنکي چڱي طرح سمجهي ٿا ڇڏيو ۽ ان ۾ ڏنل هدايتن تي عمل ڪرڻ شروع ٿا ڪريو تہ ان جي پڙهڻ جو اصلي مقصد پورو ٿي وڃي ٿو. پر جيڪڏهن

ہوء سردار ہگمت سنگھ هيت ڏنل شبد سڀني کي پڙهي ٻڌايو

## سورٺ محلہ ٥

ٻسات ٻڙيسو آر ويد ٻيچار نو انمل ٻنگم ساڌي ،
ٻسچ جدان سہ سدگ نہ چنگتو اُڌڪ اُهر ٻد ٻاڌي .
ٻياري ان ٻد ملڻ نہ جاني مڻ ڪيئي ڪرم اُيڪا ،
هار ٻرنو سٽامي ڪي دنساريءَ دانهي اُڌ ٻيڪا .
مون ٻنٽو ڪرٻالي رهٽو انگن قرنو ٻسن ماهين ،
نت ليرت سپ ڏرٽي ٻرمٽو دٻدا چنڪيءَ ناهين .
مڻ ڪامنا ليرت جاني ٻسٽر سِر ڪروس ڌراني ،
مس ڪي ميل نہ اتري اهہ ٻد جي لک جتن ڪراني .
ڪنڪ ڪامني هٽور گٽور ٻهہ ٻد دان دالسارا ،
اَن ٻستر ٻسومي اَرٻي نهہ مليئي هسر دنسارا .
ٻوجا اَرچسا ٻدن ڊنڊوت کت ڪرمارت رهتا ،
هٽ هٽ ڪرت ٻدن مهہ ٻرنسو لهہ مليئي اهہ جڳتا .
جوگ سڌ آسڻ چوراسيهہ ابهہ ٻي ڪر ڪر رهتا ،
ٻڙي آرجا قر قر جنميءَ هر سہ سدگ نسہ گهيتا .
راج ليلا راجن ڪي رچنا ڪرٻسا حڪم اَڦسارا ،
سيج سوهني چندن چتنا نرڪ گهور ڪا دنسارا .
هر ڪيرت ساڌ سنگت هيءَ سر ڪرمن ڪيءَ ڪرما ،
ڪهہ نانڪ تس ٻٽيا ٻراپت

جس ٻورب لکي ڪا لهنا .

شبد پوري ٿيڻ بعد حضور جن فرمايو ته هن شبد ۾ گورو صاحبن الهن ايڪ ساڌن جو ورڻن ڪيو آهي جي عام لوڪ پرماتما جي پراپتيءَ لاءِ ڪندا آهن .

راه صاحب رلجيت گوپال چيو ته مان گذريل ستن اٺن سالن کان گيتا جي ٻٽي اڌياءِ جو پاٺ ڪندو رهيو آهيان پر

جهڙيءَ شرڌا جي روم روم مان روحانيت پيئي ٽِمڪي.“

راءِ راڄيت گوپال چيو، ”واه! براسيڪيوٽر صاحب، توهان هيڏي وڏي اصليت جو کهڙي نه سهڻي امراي اظهار ڪيو. مونکي خبر ئي ڪونه هئي ته توهين لکل لعل آهيو. مولوي روم صاحب جو ڪلام آهي ”هم نشيني ساعتي با اوليا، بهتر از صد سال طاعتي بيريا.“ يعني سنتن وٽ هڪ گهڙي ويهڻ ورهين جي بندگي ۽ تپسيا کان بهتر آهي.“

سردار ڪيسر سنگهه چيو، ”اصلي مسئلو ته من کي جيتڻ جو آهي.“

حضور جن ڪيس چيو، ان وشيه بابت جيڪي سنتن مهاتمائن جا ويچار آهن، مان توهانکي اُهي ٿو ٻڌايان. اساڻي شرير ۾ من جي بيٺڪ اکين جي پوين ’تيسري تل‘ ۾ آهي. اتان ئي من شرير جي نون دروازن يعني اکين، ڪن، نڪ، وات وغيره جي ذريعي سنسار جي ڏهن ئي ڏسائن ۾ ڦهليل رهي ٿو. جيستائين اسين ڦهليل من جي توج کي ٻاهران سميٽي واپس ان ساڳي هنڌ نه ٽڪائينداسين، تيستائين من کي قابو ڪرڻ نهايت مشڪل آهي. ماٺهن من کي وس ڪرڻ لاءِ ڪئين ساڌن ڪندا آهن پر سڀ بيسود.“

پوءِ حضور مهاراج جن سردار ڀڳت سنگهه کي ”شبد کي مهما ڪي شبد“ پستڪ مان پنجين پاتشاهي گورو ارجن ديو مهاراج جن جو ”پاٺ پڙهيو اور ايه ٻيچار ٿو.“ شبد پڙهڻ لاءِ چيو.

”ستگورو فرمايو ته هن شبد ۾ گورو ارجن ديو مهاراج جن کولي بيان ڪيو آهي ته من کي جيتڻ لاءِ هن انيڪ ساڌن ڪيا پر سڀ بيسود رهيا. هن ويدن جو پاٺ، ڪندليني يوگ ۽ نولي ڪرم وغيره ڪيا پر من جا پيچ وڪار نه ٽُٽا.

سردار ڀڳت سنگهه جلندر جو ائڊووڪيٽ، سردار جڳت سنگهه (جيڪي پوءِ حضور مهاراج سردار بهادر جن بڻيا) ۽ راءِ صاحب منشيرام پنجاب جو ڊسٽرڪٽ ۽ سيشن جج (جو رٽائر ٿيڻ کانپوءِ حضور مهاراج جن جو سيڪريٽري بڻيو) ۽ هن پستڪ جو ليکڪ پڻ اُتي موجود هئا. اهي ستسنگي سڀ ڪنهن موڪل لئي، چاهي اها ڪٿي آچر جي هوندي هئي، نه ته ڏيري ايندا هئا.

جڏهن حضور جن سڀني کان راضي خوشيءَ جو سماچار پڇي لاٿو ان کانپوءِ سردار ڪيسر سنگهه ڳالهه ٻولهه شروع ڪئي ۽ سوال پڇيائين ته جڳياسوءَ کي پرمارٿي گيان حاصل ڪرڻ لاءِ ڪهڙي گرنٿ جو اڀياس ڪرڻ کپي؟

حضور جن کانئس پڇيو، ”اڄ تائين توهان ڪهڙا پستڪ پڙهيا آهن؟“

سردار ڪيسر سنگهه جواب ڏنو، ”مون گيتا جو انگريزي انواد پڙهيو آهي.“

حضور جن سوال ڪيس، ”توهان گرنٿ صاحب پڙهيو آهي؟“

هن جواب ڏنو، ”جي، نه! مون ان مان ڪجهه ٽڪرا گرنٿين کان ٻڌا آهن. گرنٿ صاحب جي ڀاشا اهڙي ڪٺن آهي جو سولائيءَ سان سمجهه ۾ ڪونه ٿي اچي.“

حضور جن کيس چيو ته چڱو، سکمني صاحب پڙهو، ڇو ته اُن جي ڀاشا سرل ۽ آسان آهي. حقيقت ۾ گرنٿ صاحب جو ٻه ڪاٿي حصو سرل آهي.

پنڊت ڪيول ڪرشن چيو، ”گرنٿ ته آخر گرنٿ آهن پوءِ ڪٿي انهن مان آتمڪ گيان لاءِ ڪيتري ٻه پريرنا ملي. دراصل، ضرورت آهي انهيءَ گيان پرڪاشي گوروءَ جي

آهڙن موقعن تي جڏهن اسين کين ڪجهه وقت آرام وٺڻ
لاءِ عرض ڪندا هئاسين ته فرمائيندا هئا، "هيءَ ڊيوٽي
مون کي ستگورن طرفان ملي آهي؛ انهيءَ کي نباهڻ ۾ مان
ڪا به ڪسر ڇڏڻ نٿو چاهيان."

الڪري هي ڳالهيون [illegible] نوٽ ڪيون ويون آهن.
تاريخ، مهينو يا ٻيون ڳالهيون لکڻ جو وقت ئي ڪو نه ملندو
هو. ان کانسواءِ ان وقت انهن ڳالهين کي نوٽ ڪرڻ جي
مون ضرورت به ڪو نه سمجهي هئي. تنهن هوندي به مون
جڏهن پنهنجي يادداشت ذريعي تاريخ وغيره لکڻ جي
ڪوشش ڪئي، سو مان ناڪامياب ٿي رهيس. الڪري
مون تاريخ ڏيڻ جو ويچار ئي لاهي ڇڏيو؛ ٻيو ته ڏينهن
ڪانپوءِ مون کي تاريخ وغيره ڏيڻ جي ضرورت ئي ڪا نه
محسوس ٿي. ڇا حضور مهاراج جن جون ڳالهيون سمي جي
سيما کان مٿي ڪونهن؟

پنهنجي موڪلن جو ڪجهه عرصو گهارڻ لاءِ ڪي معزز
ماڻهو ڏيري ۾ آيا هئا جن ۾ راءِ صاحب رنجيت گوپال
ايڊيشنل ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ، جالندر؛ سردار صاحب
ڪبير سنگهه، اتجو نامي ڪنيو فوجداري وڪيل، پنڊت
ڪيول ڪرشن بئريسٽر جو پبلڪ پراسيڪيوٽر هو؛ ٻيا به
جالندر جا ڪجهه سڄڻ هئا. انهن ۾ راءِ صاحب رنجيت گوپال
ستسنگي هو باقي ٻيا ستسنگي ڪو نه هئا پر اڄ ڪلهه
پڙهيل ڳڙهيل ماڻهن وانگر هي به اهو ڄاڻڻ لاءِ منتظر
ته "پرماتما ڇا آهي؟ موت ڪانپوءِ ڇا ٿو ٿئي؟" پر سندن
ٽ اهو هو ته انهيءَ کي ڄاڻڻ لاءِ ڪا محنت يا
ليف ڪرڻي نه پوي. راءِ رنجيت گوپال انهن سڀني جي
ج سان پريچي ڪرائي.

# ٧٠ مڪتيءَ جا ساڌن

مون کي ياد ڪونهي ته هيءَ ڪهڙي سال جي ڳالهه آهي
ته ناتال جي موڪلن ڪري ڪورٽون ۽ آفيسون بند هيون.
ان وسر جو ڪارڻ اهو آهي ته حضور مهاراج جن جا وچن
ڏاڍا ٿورا قلمبند ڪرڻا پوندا هئا ۽ ساڳئي وقت اڳواٽ
ڪا به تياري ڪانه ڪيل هوندي هئي. ماڻهو حضور مهاراج جن
جي سهوليت يا آرام جو ڪو به خيال ڪونه ڪندا هئا ۽
ڪنهن به وقت سانئن گڏجڻ ايندا هئا. حضور جن به اهڙا
دِيالو هئا جو هنن سان ملڻ لاءِ ترت ئي هيٺ ايندا هئا ۽
ڏاڍي پريم ۽ سنيهه سان هنن جي سوالن جا جواب ڏيندا هئا.
ڪمهلي اچڻ وارن ماڻهن ۾ اڪثر ڪري ڪيترا نوان جگياسو
هوندا هئا جي لاهور، امرتسر يا ڪشمير ويندي ڪلاڪ ٻن
لاءِ ڏيري ۾ ترسندا هئا. خاص ڪري مون کي هڪ ڏينهن
جي ڳالهه ياد آهي جو حضور جن صبح ڪالوٽي ٻن پهرن تائين
ماڻهن سان وارتالاپ ڪندا رهيا ۽ منجهند جو ٻوڄن ١-٢
بجي کان ڪالهوءَ ئي ڪياڻون. اڃا ٻوڄن ڪري اٿيا ئي مس
ته ڪجهه ٻوجي آفيسر اچي پهتا ۽ هنن حضور جن جي درشن
لاءِ وينتي ڪئي. مان انهن کان معافي لئي ڪهڙي رهيو
هوس ته حضور جن خود ٻاهر نڪري آيا ۽ آرام وٺڻ لاءِ منهنجي
پرارٿنا کي ڌيان نه ڪيو. ساڳئي وقت انهن ٻوجي آفيسرن
ٻڻ حضور جن کي آرام وٺڻ لاءِ وينتي ڪئي پر هنن ڪونه
مڃيو. سيني کي گهرائي هنن جي سوالن جا جواب اهڙي
اتساهه سان ڏيڻ لڳا جڻ ته ساري رات آرام ڪري هينئر
اٿيا آهن.

وڏيڪ گيان توهين حاصل ڪندا. انڪري ته پاڻ توهين پرم ستيه جي نزديڪ ايندا."

پرچارڪ پڇڻ لڳو، "سمجهو ته منهنجا بالادست ان تي اعتراض ڪن ته پوءِ؟"

حضور جن کيس صلاح ڏني، "جيڪڏهن پرچار ڪرڻ ئي توهانجي روزيءَ جو واحد ذريعو آهي ته پوءِ اهو پنهنجو فرض سمجهي ڪندا رهو."

پادري چوڻ لڳو، "ماڻهو اڃا سچائيءَ کي ٻڌڻ لاءِ تيار ڪين آهن."

حضور جن وراڻيو، "پوءِ توهين انهن کي سچائيءَ جي صرف اوتري خوراڪ ڏيو جا هو هضم ڪري سگهن."

اهو ٻڌي پرچارڪ چوڻ لڳو، "لڙائيءَ جي وقت مان فوج ۾ ڀرتي هوس. مان وري به فوج ۾ داخل ٿي سگهان ٿو پر فوجين کي ته هتيا ڪرڻي پوي ٿي."

حضور مهاراج جن فرمائڻ لڳا، "اها ڪا وڏي ڳالهه ڪانهي. سپاهي پنهنجي اڇا انوسار ته ڪنهن کي ماري ڪونه ٿو. هو ته صرف پنهنجي آفيسر جي حڪم جي تعميل ڪري ٿو. هتيا جو بار سپاهيءَ جي سر تي ڪونهي. هو ته صرف پنهنجو فرض نڀائي ٿو. سمجهو ته شهر ۾ دنگو فساد ٿي پيو آهي يا بئنڪ جي ڦرلٽ ٿي رهي آهي، ان وقت گولي هلائڻ بهتر آهي ڪين پنهنجي فرض ادائيءَ کان منهن موڙڻ؟"

بوءِ اهي ٽيئي ڀيڻس آيا. اهي آيا، اهي سڀ ڪجهه ڏنائون ۽ اهي جانسي ٻڌي پيا. انهن ٽي ٻڌايو ته قاسيءَ واري ڏينهن گدگو ايڏي نه موج مستيءَ ۽ مسرت ۾ هو جو نه سندس شادي ٿي رهي هئي. هنجي چهري تي هڪڙو الوڪڪ آلمڪ تيج چمڪي رهيو هو. جيل جي ڊاڪٽر ٻڌايو ته مهنجو انيو اهو رهيو آهي ته قاسيءَ کان اڳ ٿي وڏن وڏن بهادر قيدين جو به وزن گهٽجي ويندو آهي ۽ هو خوف سبب پيلا ٿي ويندا آهن پر گدگوءَ جو حال انهن جي اُبتڙ ٿي رهيو. پنهنجي ساري جيار ۾ مون اهڙو واقعو ڪونه ڏٺو آهي."

گدگوءَ جو مرلڪ شرير سندس رشتيدار ڀيڻس کڻي ويا ۽ انهي سردار بهادر مهاراج جن جي موجودگيءَ ۾ سندس سنسڪار ڪيو ويو.

جڏهن حضور مهاراج جن پاٺي ۾ي ٻاهر آيا ته هڪ سڄڻ چيو، "مان هڪ پرچارڪ پادري آهيان ۽ امريڪا جي هڪ ڊيسول ۾ اُپديش ڏيڻ منهنجي ڊيوٽي آهي. هاڻي جيڪڏهن مان سنت مت ۾ اچان ته پوءِ مونکي اهو ڪم ڇڏڻو پوندو ڇا؟"

حضور جن وراڻيو، "نه! اهي ڪم ڇڏڻ جي ضرورت ٿي ڪهڙي؟ حقيقت ۾ ته پاڻ توهين بهتر اُپديشڪ ٿيڻجي پوندا."

اهو پادري چوڻ لڳو، "مان سمجهان ٿو ته پوءِ شايد ان ۾ منهنجو من ٿي نه لڳندو ۽ مان پنهنجو اهو ڪم پوري لگن سان ڪري ٿي ڪونه سگهندس."

حضور جن فرمائڻ لڳا ته "جو ڪين؟ اڄ تائين ته توهان ڪين ڪوبه پرو اُپديش نه ڏنو ٿي ڪولهي ۽ هاڻي جڏڪر

جو وقت اچي ويو آهي. اهو ٻڌي مولڪي ڏاڍي خوشي
ٿي. مون اها ڳالهه توهان جي انسپيڪٽر جنرل کي پڻ ٻڌائڻ
چاهي ٿي پر اهو سوچي شانت رهيس ته متان ائين ڪرڻ
سان توهان کي يا توهان جي زيردستن کي ڪو نقصان پهچي."

جيلر گنگوءَ جا اهڙي شپ پاولا ڏيکارڻ لاءِ شڪرانا
ميبا. ٽن ڏينهن کانپوءِ هن کي قاسيءَ جي تختي ڏانهن وٺي
ويا. اهو سمورو وچ وارو عرصو هو رات ڏينهن ڀڄن سمرن
۾ مصروف رهيو. سويل صبوح جو جڏهن جيل جو ڊاڪٽر
هنجي تپاس ڪرڻ آيو ته ڏٺو ويو ته هنجي تور ۾ پاڻ ٻه
پائونڊ اضافو ٿيو آهي. قاسيءَ ڏيڻ وقت جيلر ۽ ڊاڪٽر کان
سواءِ هڪ مئجسٽريٽ پڻ اتي موجود هو. هن کان پڇيو ويو،
"تهنجي آخرين آرزو ڪهڙي آهي؟"

گنگوءَ ورائيو، "صرف اها، ته انتم سنسڪار لاءِ
منهنجو مرتڪ شرير حضور مهاراج جن جي چرڻن ۾ بياس
موڪليو وڃي."

"ٻيو ته ڪجهه چوڻو اٿيئي؟" هن پڇيس.

گنگو چوڻ لڳو، "ٻيو ڪجهه به نه. مان ڏاڍو خوش
هيان. منهنجو پيارو ستگورو مون سان ساڻ آهي. هو مولکي
هنجي. ڏاڍ ۾ وٺي ٿو هلي."

هو قاسيءَ جي تختي تي ائين چڙهيو جڻ ته گهومڻ
ڙيءَ تي چڙهندو آهي. جلاد کي جڏهن قاسيءَ جي
ي وجهڻ ۾ ڪجهه دير لڳي ته هن اهو جلاد کان وٺي
ي گلي ۾ وڌو ۽ ڇنڊو ڏيڻ ۾ پڻ جلاد جي مدد ڪرڻ
هن جا آخرين اکر هئا، "اگر توهان مان ڪو خوشنصيب
ته بياس ضرور وڃي ۽ اتي جهڙي جاڳندي پرماتما
شن ڪري. ڌن ستگورو!"

سان انهن ڏينهن ۾ جيلن جو انسپيڪٽر جنرل انبالا جيل جو معائنو ڪرڻ آيو ۽ جڏهن گنگوءَ جي ڪوٺڙيءَ وٽان لنگهيو ته جيلر کان پڇيائين ته هي قيدي ڪير آهي؟

جيلر جواب ڏنو، ”هي نامي گرامي گنگو ڌاڙيل آهي جنهن کي ڦاسيءَ جي سزا ملي آهي.“

انسپيڪٽر جنرل ڇرڪ ڀريو ۽ گهٻراهٽ سان جيلر کي چوڻ لڳو، ”هي لاهور سينٽرل جيل مان ٻه دفعا فرار ٿي ويو هو ۽ توهان هن کي هن معمولي ڪوٺيءَ ۾ نظربند رکيو آهي! هن کي ته انهن خاص ڪوٺڙين ۾ قابو رکو جتي ڦاسي مليل قيدين کي رکبو آهي ۽ هن تي ڪڙي نظرداري ۽ سخت پهرو رکو.“

گنگو ڪجهه چوڻ چاهيو ٿي پر خاموش رهيو.

انسپيڪٽر جنرل پڇيس، ”توکي ڪجهه عرض ڪرڻو آهي ڇا؟“

گنگوءَ چيو، ”نه، ڪجهه نه، صرف ايترو ته مونکي جلد کان جلد ڦاسيءَ تي لٽڪايو وڃي.“

جڏهن انسپيڪٽر جنرل هليو ويو ته جيلر هن کي ٻيءَ ڪوٺيءَ ۾ تبديل ڪرڻ لاءِ آيو. گنگو جيلر کي چوڻ لڳو، ”خانصاحب! ذرا ڌيان ڏيئي ٻڌو. توهين مونکي ٻيءَ ڪوٺڙيءَ ۾ موڪليو ٿا، توهان جي مرضي، مان هاڻي ڪڏهن به ڪو نه ڀڄندس. هيڏانهن نهاريو.“ ائين چئي هن پنهنجي ڪوٺڙيءَ جي ڀتان جيڪا دري هئي اُن جون ٽي شيخون ڪڍي کيس ڏيکاريون ۽ چوڻ لڳو، ”مون، ٻه ٽي ڏينهن اڳ، ٽي هتان ڀڄي وڃڻ جو سارو انتظام ڪري ڇڏيو هو پر منهنجي ستگوروءَ پرگهٽ ٿي مونکي ائين ڪرڻ کان منع ڪئي. مونکي چيائون ته هاڻي تنهنجو هن سنسار مان وڃڻ

پر جيڪڏهن مان اهو نه ٻڌايان ته گنگوءَ جو موت ڪيئن ٿيو ۽ هن ڪهڙي وڏي سان موت جو مقابلو ڪيو ته پوءِ هيءُ ڪهاڻي اڌوري رهجي ويندي. حضور مهاراج جن جي جولي جوت سمائڻ کانپوءِ اسانکي گنگوءَ جي بابت ڪجهه وقت ڪا به خبرچار ڪانه ملي سگهي. شايد پنهنجي ٽوليءَ کان ڌار ٿيڻ بعد هو ڪنهن سنسان پهاڙ ۾ گوشي نشينيءَ ۾ رهيو پر ايتري خبر آهي ته هن خوب نام جي ڪمائي ڪئي ۽ ڪافي سفلتا حاصل ڪئي. هو مضبوط ۽ جوڌو جامت نوجوان هو ۽ سڀ مصيبتون ۽ ڪشٽ مرڪندي مرڪندي برداشت ڪرڻ جو عادي بڻجي ويو هو. حقيقت ۾ اهڙا محڪم ارادي وارا ئي سچڻ پڇن سمرن ۾ سفلتا پائيندا آهن. هڪ نازڪ ۽ ڪمزور ارادي وارو ماڻهو پڇن ۾ ڪامياب ڪونه ٿي سگهندو. پڇن لاءِ نه هڪ ٻالڪي بهادر جي ضرورت آهي جنهن ۾ ساهس ۽ مضبوط ارادو هجي ۽ جوان امر پد پائڻ لاءِ پنهنجو سڀ ڪجهه قربان ڪرڻ لاءِ تيار رهي. پلٽو صاحب فرمايو آهي ته پڇن سمرن ڪا کنب کانڻي کاڻهي. اهو نه هڪ زهر جو پيالو آهي ۽ جنهنکي اهو پيئڻو هجي سو ... ن پڙ ۾ پير پائي.

حضور مهاراج جن جي جولي ڇڏڻ کانپوءِ گنگو پنهنجي ... ڪل استان کان ٻاهر نڪتو. پنهنجي پياري ستگوروءَ جي ... ڻ کانپوءِ هن لاءِ جيئڻ جنجال ٿي پيو. نتيجو اهو ٿيو جو ... پنهنجو پاڻ پوليس حوالي ڪري ڇڏيو. هن ڪي ڪيترن ... ن، ڌاڙن ۽ اپراڌن لاءِ ڏوهي ٺهرايو ويو ۽ ان ڪري ... ءِ ڦاسيءَ جي سزا مقرر ڪئي وئي پر ان سزا خلاف ... يل ۾ داخل ڪين ڪئي ۽ هاءِ ڪورٽ اها سزا بحال ... ڦاسي ڏيڻ لاءِ هنکي امبالا جيل ۾ موڪليو ويو. اتفاق

ٿي ڳوٺ جو هڪ غريب ڀنگي هو. هو زمين طرف اولندو سمهيل هو. ٻه سپاهي لعل لڳل ٻوٽن سان هن کي ڇيتاڙي رهيا هئا ۽ لڪڻ سان ڪٽي رهيا هئا. گنگو بي سمجهيءَ کان پڇي ويٺو ته هن غريب کي ڇو ماري رهيا آهيو؟

ٿاڻيدار ڪاوڙ ۾ ڏيندي جواب ڏنو، "هي لڌهڙو ٻيءَ آهي ڀلا ڏاڏو؟ توهين هن جا خاص جوڙيدار ٿا ڏسجو." پوءِ هڪ سپاهيءَ کي حڪم ڏنائين ته هن کي پڪڙي وٺي اچ ته هن جي به خبر وٺون.

ٿاڻيدار گنگوءَ کي هڪ ڳوٺاڻو گنوار سمجهي ويٺو هو پر اها هن جي سراسر غلطي هئي. هن کي اها خبر ئي ڪانه هئي ته هن ڪسان جي اندر هڪ فوجي جنرل جو ڪليجو هو. جيئن ئي سپاهي هن ڏانهن هٿ وڌايو ته گنگوءَ هن کي اهڙي ته زوردار لت وهائي ڪڍي جو سپاهي چڪر کائي ڪري پيو. ساڳئي وقت ڀنگيءَ کي رڙ ڪري چيائين، "اڙي بيوقوف! اٿي کڙو ٿي، ڀڄ، هتي ڇو ڪتي وانگر پيو پادر کائين؟" گنگوءَ جي همت اکرن ان ڀنگيءَ تي جڻ ته سنجيولي ٻوٽيءَ جهڙو اثر ڪيو. گنگوءَ ڳهيرايل سپاهيءَ کي ڪيرائي ٻئي سپاهيءَ کان لٺ ڦري، ٿاڻيدار تي وار ڪيو ۽ هن کي بي دردي سان ڪٽڻ لڳو. سڀ سپاهي لتر پتر ٿي ويا. ٿاڻيدار کي مئل سمجهي ڇڏي ڏنو ويو ۽ هاڻي گنگوءَ ۽ سندس دوستن لاءِ ٻرلي ٿيڻ جو سوال ئي ڪونه هو. هن لاءِ سواءِ گمنام رهي زندگي بسر ڪرڻ کانسواءِ ڪو چارو ئي ڪونه وڃي رهيو. اهڙيءَ ريت هڪ زندگي جنهنجو مستقبل روشن ٿجي ها، ذري ناداني جي ڪري برباد ٿي ويئي.

پروفيسر جگموهنلال هيءَ ڪهاڻي صرف ايستائين پڙهائي

ھمٿ ارادو ۽ ويرتا وغيره جھڙا گڻ ھئا، جي ھڪ فوجي جنرل ۾ ھوندا آھن ۽ سچ پچ ھو جيڪر ھڪ فوجي جنرل ٿي وڃي ھا. پر ھڪ ننڍيءَ گھٽنا ھن جي زندگيءَ جي راھ بدلي ڇڏي. جڏھن ھو ويھن سالن جو قداور ۽ سھڻو جوان ھو تہ ٻن دوستن سان گڏجي پنھنجي ڳوٺ مان فوج ۾ ڀرتي ٿيڻ لاءِ نڪتو. ٽيئي سک ذاتيءَ جا ھئا ۽ اوان وستو ڀوري ھٿ ۾ ٻانس جون لمبيون لٺيون کڻي ضلع ھيڊ ڪوارٽر گورداسپور ۾ ڀرتي ٿيڻ لاءِ روانا ٿيا.

پر قدرت کي ڪير ٿو بدلي! جي گنگو فوج ۾ ڀرتي ٿئي ھا تہ وڪٽوريا ڪراس ۽ ٻيا وڏا انعام ڪيس ضرور ملن ھا ليڪن وڌاتا کي ھن کان ھڪ ڊاڪوءَ جو پارٽ ادا ڪرائڻو ھو. جيڪڏھن گورداسپور جي رستي ۾ پوليس ٿاڻو نہ ھجي ھا تہ گنگو انھيءَ ئي ڏينھن فوج ۾ ڀرتي ٿي وڃي ھا ۽ ھندو عزت، ڌن دولت ھن جا قدم چمن ھا. پر افسوس اھا ”پر“ ڪڏھن ڪڏھن الائي ڪھڙا رنگ ٿي کيلي. جيئن ئي ھي ٽئي وٽان اچي لنگھيو تہ ھن صوبيدار کي ڏٺو، جو ٿاڻي جي وڻ ھيٺان کٽ تي ويٺي، ھڪ ڪيس جي جاچ پڙتال ڪري رھيو ھو. ھو ھڪ ماڻھوءَ کي ڏاڍي بي درديءَ سان ڪٽائي رھيو ھو. انھن ڏينھن ۾ پوليس اڪثر ڪري مار ڪٽ جا ئي طريقا اختيار ڪندي ھئي. ان ماڻھوءَ جون دردناڪ رڙيون ٻڌي ھي ٽيئي ڄڻا ان طرف ويا جيتوڻيڪ اوڏانھن وڃڻ جي ڪين ڪابہ ضرورت ڪونہ ھئي. ڪوبہ سمجھو ماڻھو جنھنکي دنيا داري، خاص ڪري پوليس جي ڪارگذارين جو تجربو ھوندو سو جيڪر اوڏانھن ڪونہ وڃي ھا پر ڀاڳ ۾ جو ٻيو ڪجھ لکيل ھو سو ڪيئن ٽري! ھنن جوانن ڏٺو تہ جنھن ماڻھوءَ کي اھڙي مار پئي ٿيئي سو سندن

گرفتار ٿي پيو ۽ مقدمو هليو ته ان جي مدد ڪرڻ ۽ هنڪي ڇڏائڻ لاءِ مان هميشه تيار رهندس. انهن ڪمن ڪرڻ وارن کان هميشه ڪنارو ڪرڻ جو اٽل ارادو ڪيو اٿم. هاڻي توهان مان باقي ڪنهنکي به ڪجهه چوڻو هجي ته ڀلي چئي."

وٽن مان هڪ چيو، "سردار! اسين توکانسواءِ ته زنده ئي ڪونه رهي سگهنداسين." اهو سڀني به اهي ئي اکر ڏهرايا.

گنگوءَ ڏاڍي پريم ڀري آواز ۾ ڪين چيو، "اڄ کان وٺي هاڻي اسين سڀ ڀائرن وانگر رهنداسين نه چورن ۽ گنهگارن وانگر." ٿوري ڪن ترسي گنگوءَ وري چيو، "پر ها! مان ته نامي گرامي اپراڌي آهيان. پوليس منهنجي ڳولا ۾ آهي ۽ مان پاڻکي ڇڏائڻ جي ڪوشش به ڪونه ڪندس. ان ڪري مان ڪنهن ڏينهن ضرور پڪڙبس. تنهنڪري توهان سڀني کي جيترو ٿي سگهي مونکان دور رهڻ جي ڪوشش ڪرڻ کپي. موسان رهڻ ۾ توهانکي ڪجهه به لاڀ ملڻو ڪونهي. بس هاڻي باقي هڪڙي ڳالهه. منهنجي جيتري هڪ ڀيرو ضرور بياس وڃجو ۽ اتي جي پرم سنت جو ضرور درشن ڪجو. جيڪڏهن توهان مان ڪو به منهنجي ٻاري ۾ پوليس کي خبر ڏيندو ته به مان انکي برو ڪونه سمجهندس. پر ائين ڪرڻ سان مونکان وڌيڪ شايد توهانکي نقصان پهچي."

ائين چئي هن ٽجوڙيءَ جي ڪنجين جو ڇڳو ڏانهن اڇلايو ۽ هٿ جوڙي کانئن موڪلايو.

چوندا آهن ته هڪ ڪشل انسان ماڻهو ۽ مورک جي وچ ۾ صرف هڪ وار جيترو فرق هوندو آهي. گنگو ڏاڪوءَ، جنهن ڪئي پوليس لڳل هئي، جي سپاهه کي ڌيان سان جاچبو ته هن ۾ نڊرتا، اپار همت، سهڻ شڪتي، آتم وشواس،

ساٿين کي چوڻ لڳو، ”توهان کي بخوبي خبر آهي ته مان
ڪهڙو نه نشان باز آهيان. توهان کي اها به خبر آهي ته
حڪم نه مڃڻ ڪري مان پنهنجن ئي ماڻهن کي ڪيئن نه
بي رحميءَ سان ماري سگهان ٿو. هميشه جتي ۽ جيئن وينا
آهيو، بلڪل خاموش وينا رهو ۽ جيڪي مان چوان ٿو سو
ڪن لائي ٻڌو. اگر ذرو به چُرندا نه ته اهي پل ۾ ختم
ڪري ڇڏيندو سانو.“

نئون ليڊر چوڻ لڳو، ”پر سردار“
گنگوءَ گرجندي چيو، ”سردار وغيره ڇا جو“ ائين چئي
پنهنجي بندوق هن ڏانهن ورائين.

ڪمري ۾ موت جهڙو سناٽو ڇانئجي ويو. ٿوري دير
ڪانپوءِ گنگو شانتيءَ نموني چوڻ لڳو، ”منهنجا پيارو!
منهنجي ڳالهه ڌيان ڏئي ٻڌو. مونکي اهڙو ستگورو مليو
آهي جنهنجي هڪ مهر ڀري نظر منهنجي ڪايا ئي پلٽي
ڇڏي آهي. مون سائنس واعدو ڪيو آهي ته نڪي شراب
ڇهندس ۽ نه ڪنهن کي اپراڌ ڪندس. اڄ کان ولي هيءَ
ڌاڪن جي ٽولي ختم ٿي ۽ وري ڪو به گناهه ڪرڻ لاءِ
ڪنهن ا ڪنا ڪو نه ڏيندا سين. هي ٺجوڙيءَ جون چاپيون
سنڀاليو. مونکي توهان مان ڪنهن به هڪ ۾ ليڊر ٿيڻ جي
لياقت ڏسڻ ۾ ڪانه ٿي اچي. ٺجوڙيءَ مان سمورا پيسا
ڪيدي پاڻ ۾ پورا حصا ڪري وٺي کڻو. منهنجي خيال ۾
هڪ کي پنج پنج هزار ايندا. ڪنهن وڏي شهر ۾ پنهنجي
پسنديءَ جو ڌنڌو ڪري وڃي ٿالهيڪا ٿيو. شايد
س کي اڃا به توهانجي نالن جي خبر نه هجي. توهين
ليءَ سان زندگيءَ جو نئون ورق ورائي سگهو ٿا.
ڪلاهن اڳين ڪيل گناهن ۽ قصورن لاءِ توهان مان ڪو به

ساڻي ڊاڪن کيس شام جو شراب جي مجلس ۾ شامل ٿيڻ لاءِ
دعوت ڏني. اول ته هن بلڪل انڪار ڪيو ڇو ته هو پنهنجي
ضد تي قائم رهيا ۽ هتڙاڏو شراب جي بوتل کولي ان مان
هڪ پيالو ڀري گنگوءَ جي اڳيان رکيائون. گنگوءَ همت
جوڙي معافي ورتي. اهو ٻڌي بلونتسنگهه، جو هن ٽوليءَ
جو گنگوءَ کانپوءِ ٻيو نمبر ليڊر هو، چيو ته چاڪاڻ ته اسانجو
ليڊر پنهنجو عقل وڃائي ويٺو آهي، انڪري مولڪي ٽي
ٽوليءَ جو ڪم سنڀالڻو پوندو. هن گنگوءَ کي چيو ته جي
اشرافت سان نه پيئندين ته تنهنجون ٽنگون ڀالهون ٻڌي،
توکي زمين تي سمهاربو ۽ تنهنجي منهن ۾ شراب وجهڻ جي
رسم ادا ڪبي.

ڪجهه به جواب نه ملڻ تي ٻئي نمبر ليڊر گرجندي چيو،
”قيدي! توکي پنهنجي صفائيءَ ۾ ڇا چوڻو آهي؟“

ڊاڪن جي سردار چيو، ”مان پنهنجو پاڻ توهانجي حوالي
ڪريان ٿو.“ ان تي سڀ خوشيءَ ۾ اچي زور سان چلائڻ
لڳا ۽ شراب جي جڳ جڳ مدائڻ لڳا. سڀئي پنهنجو پنهنجو
پيالو ڀري ۽ شراب جا نعرا هڻڻ لڳا ته ”شراب جي هولدي،
مرندو ڪير؟“ گنگوءَ به پنهنجو پيالو کڻي اجا چپن
ڏانئين مس آندو ته حضور مهاراج جن هن جي سامهون اچي
پرگهٽ ٿيا.

حضور جن کيس چيو، ”ٻچا! پنهنجو واعدو ياد ڪر.
تون پنهنجو واعدو ٽوڙيندين ته مان به ڏنل معافي واپس
وٺندس.“

گنگو اُپ ڏيئي اٿي کڙو ٿيو ۽ شراب جو پيالو کڻي
ليڊر جي منهن تي اُڇلائي ڪمري کان ٻاهر نڪري ويو.

ٿوري ساعت ۾ هو بندوق کڻي آيو ۽ پنهنجي جهولن

حضور جن فرمايو، "چڱو، پلا هڪڙو واعدو ڪيو ته ڪر، ضرورت کان وڌيڪ ڪڏهن به چوري ڪونه ڪندين؟ جڏهن چوري ڪرڻ ويندين ته ٻيو ڪو به سائي پاڻ سان نه کڻندين."

جواب ڏنائين ته اهو واعدو سچي دل سان ڪريان ٿو. لام ونئي واپس وڃڻ کان اڳ هن وري به حضور جن جي چرڻن ۾ متو ٽيڪيو ۽ داتا جن پنهنجا هٿ مبارڪ هنجي سر تي رکي کيس آشيرواد ڏني. ان کانپوءِ هن صرف هڪ دفعو چوري ڪئي.

لام ملڻ کانپوءِ هو گورداسپور ضلعي ۾ رهندڙ هڪ عزيز جي ڌيءُ جي شاديءَ تي ويو. اتي سندس پيسا ختم ٿي ويا. هڪ رات جو هو هڪڙي شاهوڪار مهاجن جي گهر ۾ ٽپي ويو ۽ هنجي لوهه جي مضبوط صندوق جو تالو ڀڳائين. جيئن ئي هو ان مان لوٽن جو هڪ بنڊل کڻي رهيو هو ته پيٽيءَ جو مٿيون پٽ، جو ڏاڍو وزني هو، هنجي ٻانهن تي اچي ڪريو. هنجي ٻانهن کي ڪافي ضرب آئي ۽ هٿ ائين ڦاسي پيس جڻڪ شڪنجي ۾ قابو ٿي ويو هجي. هٿ ڇڏائڻ جي بيحد ڪوشش ڪيائين پر سندس سموري چالاڪي ۽ هوشياري بيسود وئي. جڏهن هارائي ٿڪو ۽ سمجهيائين ته هاڻي بچڻ محال آهي، ان گهڙيءَ حضور مهاراج جن اتي پرگهٽ ٿيا. سندس قاتل هٿ ڇڏائڻ لاءِ مدد ڪندي حضور جن کيس چيو، "چا، تو مون سان اهو واعدو ڪونه ڪيو هو ته پنهنجي ضرورت کان وڌيڪ ڪڏهن به چوري ڪونه ڪندين؟ هاڻي سڀ ڪجهه اتي ئي ڇڏي، ڀڄي جلد ڇڏاءِ." انهيءَ کانپوءِ هن ڪڏهن چوري ڪانه ڪئي. جڏهن ڪرٽ موٽي آيو ته ٻاهرين ٿي ڏينهن سندس

سهيئي گناهه معاف ٿيا؟ هاڻي مان دوزخ جي آگ کان بچي ويس؟"

ستگورن وراڻيو، "ها! تنهنجي وشواس توکي بچائي ڇڏيو."

شام جو نام دان وارن جي قطار ۾ اهو ڪسان بيٺل نظر آيو. حضور جن ڪن کي واپس ڪيو پر هي انهن مان هو جنکي دالاجن نام دان لاءِ سويڪار ڪيو.

حضور جن هن کي چيو ته توکي هميشه لاءِ شراب ۽ ماس کان پرهيز ڪرڻي پوندي.

هن جواب ڏنو، "شراب! اهو ته مان ڪڏهن به ڇڏي ڪو نه سگهندس."

تنهن تي مهاراج جن چيو، "چڱو پلا اهو واعدو ڪر ته منهنجي سامهون شراب نه پيئندين."

ڪسان عرض ڪيو، "سائين! اهي ڳالهه جو مان واعدو ٿو ڪريان."

ستگورن پڇيس، "تون پنهنجو گذارو ڪيئن ڪندو آهين؟"

تعجب ۾ وجهندڙ جواب ڏنائين ته چوري ۽ ڦرلٽ ڪري.

حضور جن کيس چيو، "اهي ته توکي ڇڏڻون پونديون. توکي پورهئي ڪر ڏندو ڪرڻو پوندو."

هن جواب ڏنو، "مونکي پورو ڪو ڌندو ايندو ئي ڪونهي."

حضور جن فرمايو، "نام ملڻ کانپوءِ، توکي ڪو پورو ايمانداريءَ جو ڌندو ڪري گذارو ڪرڻو پوندو."

ڪسان وراڻيو، "مونکي ٻئي ڪنهن به ڌنڌي جي ڄاڻ ڪانهي. مون اڄ تائين ڪو به پورو ڌندو ڪيو ئي ڪونهي."

حضور جن آرام ڪرسيءَ ۾ رونق افروز هئا. اسانکي نه هن ماڻهوءَ جو پتو لڌو هن لڳو جڏهن هو اوچتو ئي اوچتو اچي حضور جن جي چرنن ۾ ڪريو ۽ پنهنجي انهي ٻانهن سان حضور جن جي پيرن کي چنبڙي پيو.

”توهين نه ٻار پرماتما آهيو، منهنجا پاپ بخشيو،“ هن ڏاڍي آزي نيزاريءَ سان چيو.

حضور جن هن کان پاڻ ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪندي فرمايو، ”ڀائي اٿي وڃ. مان پرماتما ڪونه آهيان. مان به تو جهڙو ئي انسان آهيان.“

ڪسان چوڻ لڳو، ”جيستائين توهين پنهنجي مکار بند مان ائين نه چوندا ته توهان منهنجا پاپ بخشي ڇڏيا تيستائين مان اٿندس ئي ڪونه.“

اهو ٻڌي حضور مهاراج جن پنهنجي کل کي روڪي ڪين سگهيا ۽ ان کل سان گڏ سندن رحمت ۽ سخاوت جو درياهه به وهي هليو.

حضور مهاراج جن جي شيوادار منوهر ۽ جمعدار پرتاپسنگهه هنکي زوريءَ هٽائڻ چاهيو پر حضور جن کين ائين ڪرڻ کان روڪيو.

حضور جن مرڪندي فرمايو، ”واهه ڀائي زبردستي هي معافي وٺڻ جو نه هڪ عجيب طريقو چٽيو!“

شرابي اچي روئڻ ۾ چٽڪيو ۽ چيائين ته توهين ڪيئن به چئو پر جيستائين مونکي بخشيندا نه تيستائين مان توهان جي چرنن کي ڪداچت نه ڇڏيندس.

حضور جن کليو ۽ پنهنجا ٻئي ڪرڪمل هنجي سر تي رکي فرمايو، ”ڀائي! هاڻي اٿ، توکي معافي ملي وئي.“

ڪسان پنهنجو سر مٿي ڪندي عرض ڪيو، ”منهنجا

ڪندا هئا. حضور جن پنهنجي ڪار ۾ ستسنگ گهر، جو
مجيٺا روڊ تي آهي، ڏانهن وڃي رهيا هئا. رستي تي
ڏاڍي ڀيڙ هئي. ماڻهو، موٽرن، ٽانگن، سائيڪلن ۽
رڪشائن ۾ ستسنگ ڏانهن وڃي رهيا هئا. ڪيترا تہ پيدل
بہ پئي ويا. حضور جن ستسنگ گهر کان اڃا ٻہ فرلانگ ڪن
دور هئا تہ رستي جي موڙ وٽ اچانڪ هڪ ماڻهو سندن
ڪار جي اڳيان اچي ڪريو. ڊرائيور هڪدم ڪار روڪي
ورتي ۽ حضور جن ڪار مان لهي آيا، اهو ڏسڻ لاءِ تہ ڇا
ٿيو آهي. هڪڙو شرابي هنجي ڪار جي بلڪل سامهون
اچي ڪريو هو پر خوش قسمتيءَ سان هنکي ذرو بہ ايذاءُ
ڪونہ رسيو. حضور جن ان شرابيءَ کي سندس هڪ سائيءَ
جي مدد سان اٿاري کڙو ڪري بيهارڻ چاهيو ٿي پر هو
نشي ۾ اهڙو تہ الوٽ هو جو هنجا پير ٽڪيا ٿي لتي.
ڪيترن ئي ستسنگين هنکي رستي مان هٽائي پري ڪرڻ ۾
مدد ڪئي. جڏهن حضور جن روانا ٿي ويا تہ شرابي ڇپڻ
لڳو تہ اهو موٽر ۾ ويٺل سردار ڪير هو؟ جيتوڻيڪ هو
پنهنجي هوش ۾ ڪونہ هو تہ بہ حضور جن جو شهنشاهي
سروپ هنجي دل تي اثر ڪرڻ بنا ڪين رهيو. هنجا سائي،
جي بہ اڌ نشي ۾ مخمور هئا، مذاق طور ڪيس چوڻ لڳا تہ
هتي ويٺل ماڻهو چئي رهيا هئا تہ هو خود خدا آهي جو تو
جهڙي پاپين کي تارڻ لاءِ آيو آهي.

اهو شرابي ڪسان چوڻ لڳو تہ واقع ٿي هو خدا ٿو
لڳي. مان پنهنجا پاپ بخشائڻ لاءِ هن وٽ وڃڻ چاهيان ٿو.
ٿوري دير ڪانپوءِ اڌ ڀريل شراب جي بوتل کيسي ۾
رکي، پنهنجي سائيءَ جي ڪلهي تي هٿ رکي لڙڪندو،
ٿاٻڙجندو اچي ستسنگ گهر ۾ پهتو.

پير پنهنجن ڳوڙهن سان ڌوئنا ۽ پنهنجي سر جي وارن سان اُگهي ڪي اُگهيو. تو مونکي ڪوله چميو پر جنهن وقت کان مان گهر ۾ آيو آهيان، هيءَ استري لڳاتار منهنجي پيرن کي چمندي رهي آهي. تو منهنجي مٿي تي تيل ڪو نه لڳايو پر هن منهنجي پيرن تي ملم لڳايو. تنهنڪري مان توکي ٻڌايان ٿو ته هن جا پاپ زياده هوندي به معاف ڪيا ويا آهن ڇاڪاڻ ته هن ۾ نهايت گهڻو پريم آهي. پر جنهن ۾ پريم گهٽ ڪيو ۽ ان کي معافي به گهٽ ملي." ان استريءَ طرف منهن ورائي ڪرائيسٽ چيو، "تنهنجا پاپ بخشيا ويا آهن ۽ تنهنجي شردا ۽ وشواس توکي بچائي ڇڏيو. تون شانتيءَ سان وڃ."
(ليوڪ ٧ : ٣٧-٥٠)

اهو ٻڌي مسٽر ورياڻي چيو ته بائيبل ۾ اهو جيڪي لکيل آهي، اهڙو ڪو به درشيه ته ڏيري ۾ روزمره ڏسڻ ۾ ايندو آهي.

پروفيسر جڳموهنلعل چيو، "ڪرائيسٽ هميشه اهڙي قسم جا چريتر ڪندو هو ۽ دنيا جا سڀ ڪرائيسٽ انهن تي ڪندا آهن. جيڪڏهن حضور جن مونکي منع نه ڪن ته ان باري ۾ مان توهانکي هڪ ڏاڍي سٺي وارتا ٻڌائي سگهان ٿو."

امريڪن ليڊي چوڻ لڳي، "مهرباني ڪري ضرور ٻڌايو. اسين حضور جن کي وينتي ٿا ڪريون ته هو توهانکي منع نه ڪن."

ان تي حضور جن اُٿي اندر پاڻي پيئڻ لاءِ ويا ۽ پروفيسر صاحب هيٺين وارتا ٻڌائڻ لڳو.

هڪ دفعي حضور مهاراج جن ستسنگ ڪرڻ لاءِ امرتسر ويا. هر مهيني جي سنڪرانت ڏينهن امرتسر ۾ ستسنگ

کي بلڪل پسند ڪونہ ڪندو آهيان ۽ مون هنن ماڻهن کي اهڙين ڳالهين لاءِ منع ڪرڻ جي ڪوشش بہ ڪئي آهي، ان هوندي بہ هي مڃين نٿا."

تنهن تي اميريڪن ليڊيءَ پادريءَ جي هٿن مان آهستگيءَ سان بائيبل ورتو ۽ ان مان هيٺيون ٽڪر پڙهيو.

"ڏسو، هن شهر جي هڪ استري، جا ڏاڍي گنهگار هئي، جڏهن هنکي اها خبر پيئي تہ ڪرائيسٽ فريسيءَ جي گهر ۾ ڀوڄن ڪرڻ لاءِ ويٺو آهي تہ هوءَ هڪ نهايت شاندار دٻي ۾ ملم کڻي آئي ۽ هنجي چرڻن ۾ ويهي ايتري قدر روئڻ لڳي جو پنهنجي آنسن سان ڪرائيسٽ جا چرن ڌوئي ڇڏيائين ۽ پنهنجي سر جي وارن سان انهن کي اگهيائين، پوءِ انهن چرڻن کي چميائين ۽ انهن کي ملم لاتائين."

جڏهن فريسيءَ اهو ڏٺو تہ دل ۾ چوڻ لڳو تہ جيڪڏهن هي منش پيغمبر هجي ها تہ هنکي سڌ پوي ها تہ جيڪا استري هنجي چرڻن کي ڇهي رهي آهي اها ڪهڙو آچرڻ کڙو آهي ڇاڪاڻ تہ هوءَ وڏي پاپڻ آهي.

تنهن تي ڪرائيسٽ سائمن کي چيو، "هڪ شاهوڪار هو. هنجا ٻہ قرضدار هئا، هڪ کي هو پنج سو پينس لهڻدو هو ۽ ٻئي کي پنجاهہ. ٻنهي قرضدارن کي پنهنجو قرض چڪائڻ لاءِ ڪوڏي بہ ڪونہ هئي. شاهوڪار اُدارتا ڏيکاري ٻنهي جو قرض معاف ڪري ڇڏيو. ٻڌايو تہ انهن ٻنهي مان شاهوڪار کي ڪير وڌيڪ پيار ڪندو؟ سائمن جواب ڏنو تہ اُهو جنهنکي هن وڌيڪ رقم معاف ڪئي. تڏهن ڪرائيسٽ ان استريءَ جي طرف نهاريندي سائمن کي چيو، "تون هن استريءَ کي ڏسين ٿو؟ مان تنهنجي گهر آيس. پيرن ڌوئڻ لاءِ تو مونکي پاڻي بہ ڪونہ ڏنو پر هن استريءَ منهنجا

(٣) دواپر جگ جو معياد ٨٦٤٠٠٠ سالن جو ٿيندو آهي ۔
(٤) ان کانپوءِ ڪلجگ، جنهن جو معياد ٤٣٢٠٠٠ سال ٿيندو آهي ۔ انهن چئني جگن کي ملائي مها جگ چئبو آهي جو ڪل ٤٣،٢٠٠٠٠ سالن جو ٿيندو آهي ۔

اهڙن هڪ هزار مها جگن جو هڪ ڪلپ ٿيندو آهي جنهن ۾ ٤٣٢٠٠٠٠٠٠٠ سال ٿيندا آهن ۔ اهڙي وڏي عمر آهي هن سنسار جي ۔ جڏهن مها پارت جي پڙ لڳي هئي تڏهن ان مان ٤٥٦٠٧ مها يگ گذري چڪا هئا ۔ اها پڙ ٥٠٣٥ سال اڳ لڳي هئي ۔ ان حساب سان هن سنسار جي هيتر عمر ١٩٧٣٨١٣٠٣٥ سال آهي ۽ اڃا ٢٣٤٦١١٨٦٩٦٥ سال رهندو ۔

ان تي امريڪن پادريءَ چيو، "مغربي ملڪن جي ڪن سائنسدانن جي کوج مان ۾ اهو ظاهر ٿيو آهي ته هن دنيا کي ختم ٿيڻ ۾ اڃا لڳ، ڀڳ ٢ ارب سال باقي آهن ۔"
پنڊت ناڪردت چيو، "ڪو اهڙو ۾ وقت هو جو مغربي لوڪ اسان جي انهن جگن جي حساب تي کلندا هئا ۔"

حضور جن فرمائڻ لڳا، "ڪيترا ته هيئر ۾ شايد کلندا ۔"
ان وقت ڪيترائي گورکا ستسنگي حضور جن جي درشن لاءِ آيا ۔ هي ڏلهائوسيءَ کان قريب ڏهه ميل دور بڪلوهه ڇائونيءَ ۾ فوجي آفيسر هئا ۔ انهن حضور جن جي چرنن ۾ جهڪي نمسڪار ڪيو ۔ انهن مان هڪ ستسنگي حضور جن جا چرن پنهنجن آنسن سان پسائي ڇڏيا ۽ هوءَ حضوري چرنن کي ڇڏي اُٿي نه پئي ۔ جيڪي هوربيس آيل هئا انهن مان هڪ چٽي چيو ته انهن چرنن ۾ ڪرڻ ته انسانيت جي شان جو اپمان ڪرڻو آهي ۔
فرمائڻ لڳا، "مان پيرن ڇهڻ جي ان عادت

حضور جن مشڪي فرمائڻ لڳا، "ٻچا! توکي ڳڻتي ڪرڻ جي ڪا به ضرورت ڪانهي. هيءَ دنيا اڃا به ڪروڙن سالن تائين ختم ٿيڻ واري ڪانهي."

اهو ٻڌي ڄڻ ته سڄي مسلمان پارٽيءَ جي من تان وڏو بوجهه هٽي ويو.

وري به مسلمان سڄڻ پڇڻ لڳو، "حضور! اهو توهين ڪهڙي اپاءَ جي آڌار تي ٿا چئو؟"

حضور جن وراڻيو، "انهن ڪونهي. ڪجهه هندو شاسترن ان وشيه تي ڪافي روشني وڌي آهي."

پنڊت ٿاڪرداس چوڻ لڳو، "حضور! جيڪڏهن توهين اجازت ڏيو ته مان سنسار جي باقي بچيل عرصي جا انگ اڪر پيش ڪريان؛ اهو به ٻڌائي سگهان ٿو ته اهو حساب ڪيئن لڳايو اٿم."

حضور جن فرمايو، "ڀلايو ڀلو، پر هنن سڄڻن کان پڇو ته هنن جي اهڙو حساب ٻڌڻ ۾ دلچسپي آهي؟"

مسلمان سڄڻ چوڻ لڳا ته حضور! اها ته ڏاڍي سٺي ڳالهه ٿيندي.

تنهن تي پنڊت ٿاڪرداس چوڻ لڳو ته رشين منين وقت کي هيٺين چئن حصن ۾ ورهايو آهي.

(١) ستجگ جنهن جو مياد ١٧،٢٦،٠٠٠ سال آهي.

حضور جن کيس درست ڪندي فرمايو ته ستجگ ١٧٢٨٠٠٠ سالن جو ٿيندو آهي.

پنڊت ٿاڪرداس چوڻ لڳو، معاف ڪجو برابر صحيح انگ ١٧٢٨٠٠٠ آهي.

(٢) ستجگ کانپوءِ ترتيا جگ جنهن جو مياد ١٢،٩٦٠٠٠ سال ٿيندو آهي.

صرف شبد يوگ ارثات نام جو ابياس ئي اهو واحد مارگ آهي جو اسانکي ست لوڪ تائين پهچائي سگهي ٿو ۽ صرف سچو ستگورو ئي اسانکي ان سچي نام جي دکشا ڏيئي سگهي ٿو. سچو نام يا شبد نه لکڻ ۾ اچي سگهي ٿو نه ٻولڻ ۾ اچي سگهي ٿو. اهو سچو نام سنسار جي ڪنهن به ڀاشا جو لفظ ڪونهي. اهو هنن اکين سان نه ڏسي سگهجي ٿو نه هنن ڪنن دوارا ٻڌي سگهجي ٿو. گورو نانڪ صاحب جن پڻ ائين فرمايو آهي:- ”اهو بنا اکين جي ڏسي سگهجي ٿو ۽ بنا ڪنن جي ٻڌي سگهجي ٿو. ان کي ڏسڻ لاءِ پنهنجون اکيون ۽ انکي ٻڌڻ لاءِ پنهنجا ڪن بند ڪريو.“

جيئن ئي حضور مهاراج جن ٿورو شانت رهيا ته هڪ مسلمان سڄڻ چيو ته حضور! باقي هڪڙو سوال آهي. ڪجهه مسلمان درويشن جو چوڻ آهي ته هيءَ دنيا چاليهن يا پنجاهه سالن بعد ختم ٿيڻ واري آهي. توهين به اها ڳالهه سچو ٿا ؟

حضور جن پڇڻ لڳا، ”اها اڳڪٿي ڪهڙي آڌار تي ڪئي وئي آهي ؟“

مسلمان سڄڻ جواب ڏنو، ”مونکي اها خبر ڪانهي پر شايد اهو پيغمبر صاحب جو وچن هوندو.“

حضور جن فرمايو، ”نه، اهو وچن پيغمبر صاحب جو ٿي نٿو سگهي.“

مسلمان سڄڻ چوڻ لڳو، ”حضور! ان افواهه ماڻهن کي ڏاڍي فڪر ۾ وجهي ڇڏيو آهي، توهانجو ان باري ۾ ڪهڙو رايو آهي ؟“

هڪ مسلمان عورت ڏاڍي سباجهي نوع ۾ چوڻ لڳي، ”ها! توهانجو رايو اسانکي وڏو ڏڍ ڏيندو.“

آهي بعدي اها هوا جا هينان لڪرلدي آهي. سمان
ن جو ڪم آهي ناهي چڪر ڪان ساري شرير ۾ هڪ
ڪي غذا پهچائڻ. سمان جو ارت آهي برابر. ويان نالي
ساري شرير جي ناڙين ۾ خون جو دورو جاري رکن
أدان پراڻ موت جي سمي آما کي هڪ ديهه مان ٻيءَ
۾ کڻي وڃن ٿا. پراڻ مک ۾، ليترن ۾ ۽ نڪ ۾ ڪم
ٿا. جڏهن ڪنهنجو مرڻو ٿيندو آهي ته اسين چوندا
ن ته هنجا پران نڪري ويا آهن. در اصل پراڻ اها
شڪتي آهي جنهن مان ٻيون سڀ شڪتيون اڀرن ٿين
ن. يوگين پراڻايام جي سادنا دواران پراڻن کي قابوءَ ۾
من لي وجهه پائڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ آهي روحاني
ن ۾ ان اوچائيءَ تائين رسائي ڪري سگهيا جيستائين
انهن کي پهچائي سگهيا. سڀ پراڻ ۽ وايو چدآڪاش
ن ئي وڃن ٿا (جوئي انهن جي اُتپتيءَ جو استان آهي)
ي پراڻايام جي سادڪ کي ان ڪان مٿي نتا وني وڃي
ن. اهو رستو بلڪل لمبو ۽ ڪٺن آهي.

ست پنهنجي سادنا آگيا چڪر کان شروع ڪن ٿا جتي
سم جي بينڪ آهي ۽ الان ئي مٿين منڊلن ڏانهن
ع ڪن ٿا. ويد ۽ ٻيا شاستر صرف "برهم"
ڪر تائين وران ڪن ٿا جو ستمت مت جي ٻين
ان مٿي صرف ستمت ئي وڃن ٿا. ست ارڪ
اوڪ پرلئه ۽ مها پرلئه ۾ ناس ٿي وڃن ٿا
ست ديش ئي ابناسي آهي.

لهه کي سمجهڻ ۾ ڪا خاص ڏکيائي ته
اهڙو گورو ڏارڻ ڪهي جو ڪيس پرلئه
ابناسي ۽ لافاني ڌام تائين پهچائي سگهي.

”پدم يا شرير ۾ ڇهه چڪر آهن ۽ انهنڪي يوگ شاسترن ۾
ت چڪر چئبو آهي. ڪن معنيٰ ڇهه ۽ چڪر معنيٰ مرڪز،
نا يا ڪنول. لڳ ڀڳ ڀرتين نقشي ۾ انهن ڇهن
ڪرن جو استان ۽ ڪارج صاف ڪري ڏيکاريل آهي.
ن چڪرن جي شروعات هيٺان کان مٿي ٿيندي آهي.
ري ”مول آڌار“ پهريون چڪر آهي ۽ سوادشنان ٻيو
ڪر آهي ۽ اهڙي ريت ٻيا ٽيان چڪر.“

”هدن ٻئي نقشن مان توهين ڏسندا ته شرير ۾ ڪن چڪرن
۲ جوڙا ڏيکاريل آهن. ساڳ ڪ پراڻن جي سهاري
ون دوارن واري شرير ۾ سڀ کان هيٺئين چڪر مول
جي ذريعي اندر پرويش ڪري سگهي ٿو ۽ پراڻ هن
صرف سڀ کان مٿين ڇهين آڳيا چڪر تائين پهچائي
ن ٿا، انڪان مٿي بلڪل نه چاڪاڻ ته پراڻ الي ٻهچي
ڪاش (پدم جي اندر وارو آڪاش) ۾ سمائجي وڃن ٿا.“
دري پڇڻ لڳو، ”پراڻ ڇا آهن؟“

ضرور جن فرمايو ته معاف ڪجو مون توهانکي ”پراڻ“
و ارت ٿي ڪون سمجهايو. هندستان جي هرهڪ ٻار
ر آهي ته پراڻ ڇا آهن ۽ هڪ وديشيءَ کي ان بابت
ڻ ڏايو مشڪل آهي. انين ته پراڻ جو ارٿ آهي
“ پر حقيقت ۾ پراڻ اها جيون شڪتي يا طاقت آهي
ن پرڪارن جي وايوءَ جي روپ ۾ اسانجي شرير جي
شين کي هلائي ٿي. اهي پنج پراڻ هن ريت آهن -
ن (۲) اپان (۳) سمان (۴) ويان (۵) اُدان. انهن پراڻن
و ڪاري آهي ان حساب سان مان انهن جو ورڻن ٿو
مثال طور اهي پراڻ ٿي آهن جي آلدن مان ميل
هر نيڪال ڪرڻ ۾ مدد ڪن ٿا. ان پراڻ کي اپان

چئبو آهي يعني اها هوا جا هيٺان نڪرندي آهي.
پراڻن جو ڪم آهي ناڀي چڪر کان ساري شرير ۾ ...
سرڪي غذا پهچائڻ. سمان جو ارٿ آهي برابر. وياڻ نـ...
پراڻ ساري شرير جي ناڙين ۾ خون جو دورو جاري ر...
ٿا. اُدان پراڻ موت جي سمي آتما کي هڪ ديهه مان ٻـ...
ديهه ۾ ڪڍي وڃن ٿا. پراڻ مک ۾، نيترن ۾ ۽ نڪ ۾ ...
ڪن ٿا. جڏهن ڪنهن جو مرڻو ٿيندو آهي ته اسين چونـ...
آهيون ته هنجا پران نڪري ويا آهن. در اصل پراڻ ا...
مول شڪتي آهي جنهن مان ٻيون سڀ شڪتيون اُپن ٿيـ...
ليون. يوگين پراڻايام جي ساڌنا دوران پراڻن کي قابوءِ...
رکي من لي وجهه پائڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ اُهي روحاني...
منڊلن ۾ ان اوچائيءَ تائين رسائي ڪري سگهيا جيستائين...
پراڻ انهن کي پهچائي سگهيا. سڀ پراڻ ۽ وايو چدآڪاش...
۾ لين ٿي وڃن ٿا (جو ٿي انهن جي اُتپتيءَ جو استان آهي)
۽ اُهي پراڻايام جي ساڌڪ کي ان کان مٿي نٿا وٺي وڃي...
سگهن. اهو رستو بلڪل لمبو ۽ ڪٺن آهي.

سنت پنهنجي ساڌنا آگيا چڪر کان شروع ڪن ٿا جتي
آتما ۽ من جي ميلاپ آهي ۽ اتان ئي مٿين منڊلن ڏانهن
چڙهائي شروع ڪن ٿا. ويد ۽ ٻيا شاستر صرف "برهم"
يعني اُتين چڪر تائين ورڻن ڪن ٿا جو سنت مت جي ٻين
منزل آهي ان کان مٿي صرف سنت ئي وڃن ٿا. ست لوڪ
ڪالسواءِ ٻيا سڀ لوڪ پرلئه ۽ مها پرلئه ۾ ناس ٿي وڃن ٿا
صرف ٻارهون چڪر ست ديش ئي ابناسي آهي.

لهڪري هن ڳالهه کي سمجهڻ ۾ ڪا خاص ڏکيائي نه
هئڻ ڪهي ته مڪش کي اهڙو گورو ڌارڻ ڪهي جو کيس پرلئه
مها پرلئه کان مٿي ان ابناسي ۽ لافاني ڌام تائين پهچائي سگهي.

"پدم يا شرير ۾ ڇهه چڪر آهن ۽ انهن کي يوگ شاسترن ۾ ڪٽ چڪر چيو آهي. ڪٽ معنيٰ ڇهه ۽ چڪر معنيٰ مرڪز، ڦيٿا يا ڪنول. ليڪ پڳ ڀرئين نقشي ۾ انهن ڇهن چڪرن جو استان ۽ ڪاريه صاف ڪري ڏيکاريل آهي. انهن چڪرن جي شروعات هيٺان کان مٿي ٿيندي آهي. ان ڪري "مول آڌار" پهريون چڪر آهي ۽ سوادشٺان ٻيو چڪر آهي ۽ اهڙي ريت ٻيا مٿيان چڪر."

"هن ٻئي نقشي مان توهين ڏسندا ته شرير ۾ ڪٽ چڪرن جا ٢ جوڙا ڏيکاريل آهن. سادڪ پراڻن جي سهاري هن ٻن دوارن واري شرير ۾ سڀ کان هيٺين چڪر مول آڌار جي ذريعي اندر پرويش ڪري سگهي ٿو ۽ پراڻ هن کي صرف سڀ کان مٿين ڇهين آگيا چڪر تائين پهچائي سگهن ٿا، انهن کان مٿي بلڪل نه ڇاڪاڻ ته پراڻ اتي پهچي چدآڪاش (پدم جي اندر وارو آڪاش) ۾ سمائجي وڃن ٿا."

پادري پڇڻ لڳو، "پراڻ ڇا آهن؟"

حضور جن فرمايو ته معاف ڪجو مون توهان کي "پراڻ" لفظ جو ارٿ ڪونه سمجهايو. هندستان جي هر هڪ ٻار کي خبر آهي ته پراڻ ڇا آهن پر هڪ وديشي کي ان بابت سمجهائڻ ڏاڍو مشڪل آهي. ائين ته پراڻ جو ارٿ آهي "ساهه" پر حقيقت ۾ پراڻ اها جيون شڪتي يا طاقت آهي جا پنجن پرڪارن جي وايو جي روپ ۾ اسان جي شرير جي ساري مشين کي هلائي ٿي. اهي پنج پراڻ هن ريت آهن - (١) پران (٢) اپان (٣) سمان (٤) ويان (٥) اُدان. انهن پراڻن جو جيڪو ڪاريه آهي ان حساب سان مان انهن جو ورڻن ٿو ڪريان. مثال طور اپان پراڻ ٿي آهن جي آندن مان ميل ڪڍي ٻاهر نيڪال ڪرڻ ۾ مدد ڪن ٿا. ان پراڻ کي اپان

راهه بڌائي ٿو اهائي صحيح راهه آهي؟"

حضور جن فرمايو، "توهانجو اهو سوال بلڪل موزون آهي. ڇاڪاڻ ته جو اهو سوال پڇيو اٿو. دنيا ۾ ايڪ قسمن جا گورو آهن ۽ هڪ جگياسو لاءِ انهن مان سچو گورو سڃاڻڻ ڏاڍو مشڪل آهي. سنتن مهاتمائن پنهنجي باڻيءَ ۾ پورن ستگورو ۽ سچي نام کي سڃاڻڻ لاءِ ڪي نشانيون ۽ اشارا ڏنا آهن. گورو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا:

"گهر مهه گهر ڏکاءِ ديئي سو ستگورو پرک سڄاڻ،
پنچ سبد ڌنڪار ڌن تهه واجي سبد نيساڻ."
(ملهار محلا ١)

يعني سچو گورو اهو آهي جو اسانکي پنجن شبدن جي ڌنڪار ڏيئي پنهنجو اچ گهر اسانجي شرير روپي گهر ۾ ڏيکاري ٿو. پلٽو صاحب جو ڪٿن آهي، "ڌن آهي جو گگن کي سو ميرا گوردار." ڪبير صاحب فرمائين ٿا، "منهنجو ڇوڪ ميو، صرف سرت شبد جو ابياس ئي توهانکي ٻڌائي سگهندو." هيءُ شرير اسانجي آتما جو اواس استان آهي. ان شرير ۾ پرماتما جو نواس پڻ آهي. اچ تائين ڪنهن به هنکي ڪٿي ٻاهر ڪون پاتو آهي. هن گهر يعني شرير کي نو دروازا آهن.

اِي حضور مهاراج جن مونکي چيو ته آفيس مان پيو ۽ پينسل کڻي اچ. جڏهن مان کڻي آيس ته حضور جن ان تي نقشو ڪڍيو. جو سامهون ڏنو ويو آهي.

ڳالهه جو سلسلو جاري رکندي فرمايائون، "اسانجي شرير جا ٻه حصا آهن. هڪ اکين کان هيٺ جنهنکي پند يا شرير چئبو آهي ۽ ٻيو اکين کان مٿي آهي جو مستڪ ۾ اسانجي ٻنهي اکين جي وچ ۾ آهي جنهنکي برهمانڊ سڏيو آهي."

| نالو | استان | چڪرن جو سوامي | ڪارج |
| --- | --- | --- | --- |
| ٦- آگيا چڪر | اکين جو مرڪز<br>٢ پنکڙيون | آتما ۽ من | شرير کي چيتن رکڻ |
| ٥- وشودي يا ڪنٺ چڪر | ڪنٺ<br>ڳهرو<br>١٦ پنکڙيون نيلو | شڪتي | الپ ماترا ۾ نرماڻ ڪندڙ ڌارا |
| ٤- اناهت يا هردي چڪر | هردي<br>١٢ پنکڙيون نيلو | شو | استول شرير جي رکشا ۽ ناس |
| ٣- مڻي پورڪ يا نابي چڪر | نابي<br>ڳهرو<br>٨ پنکڙيون ڳاڙهو | وشنو | استول شرير جو پالڻ پوشڻ |
| ٢- سواد شٿان | اندريي<br>هلڪو<br>٦ پنکڙيون ڪارو | برهما | استول شرير جي رچنا ڪرڻ |
| ١- مول آڌار | گديا<br>هلڪو<br>٤ پنکڙيون ڳاڙهو | گڻيش | شرير مان غلاظت ڪڍڻ |

اکين کان مٿي اڌياتمڪ منڊل

١٢- سچکنڊ




روحانيت جو ساگر
(ڇهه)

١١- ڀنور غفا




ساگر کان جدا ٿيل
بوند.
(پنج)

١٠- نرالا
(مهاسن)




حالانڪ ڪائي
هيت آهل (آتما)
ان هوندي اچا ۽
مايا کان رهت
(چار)

٩- سن




هي دسوين دوار
جا ٢ حصا آهن
(ٽي)

٨- مثلثي




اوم- هتان سرشٽي
شروع ٿئي ٿي
(ٻه)

بنڪ نال

مايا رهت برهم

٧- سهسر
(سهس دل ڪنول)




سبل مايا برهم
(مايا سهت برهم)
(هڪ)

حضور جن وراڻيو ته انهن وچن جو ٻہ ڄوڙهو آلمڪ ارٿ
ي. دکشا (بپتسما) ٻيو جنم آهي. پراچين ڪال کان وٺي
هندن جا صرف ٣ ورڻ براهمڻ، کتري ۽ وئش ئي دکشا
وٺڻ جا اڌڪاري سمجهيا ويندا هئا ۽ انهن ٽنهي ورڻن جي
ماڻهن کي 'ٻہ جنما' يا ورجي جنم ورتل سڏيو ويو هو. شش
پنهنجي ماتا پتا جي گهر کي ڇڏي شڪشا ۽ دکشا پراپت
ڪرڻ لاءِ گوروءَ جي آشرم ۾ داخل ٿيندو هو ۽ جتي هو
ڪيترائي سال گهاريندو هو. اهيءَ دکشا وٺڻ کي هنجو ٻيو
جنم چئبو هو. اهڙي طرح منش جو ٻاهريون جنم آهي شريرڪ
جيون جي شروعات ۽ ٻيو جنم آهي آلمڪ جيون جي شروعات.
گوروءَ جي روحاني پريوار ۾ شش پٽن سمان ڳڻيا وڃن ٿا.
جيستائين منش ستگوروءَ جي شرن ۾ وڃي هنکان روحاني
مارگ جو ڀيد يا نام دان نه حاصل ڪري تيستائين هو خدا
جي بادشاهت ۾ ڪيئن پير پائي سگهندو؟

امريڪن ليڊي ٿوري دير خاموش رهي چيو ته
ڪرائيسٽ ته چيو آهي، "جيڪو اعتقاد رکندو ۽ دکشا
وٺندو انهي رکشا ٿيندي."

حضور جن فرمائڻ لڳا ته سوامي جي مهاراج جن پڻ جنم
مرڻ کان ڇوٽڪاري پائڻ جو اهو ئي شرط لڳايو آهي.
"پرليت گورو کي ڪرنا، مارگ شبد گورو سي ليا"
ستگوروءَ ۾ پورڻ وشواس ۽ هنجي چرنن ۾ گهرو پيار رکي،
کانئس نام جو ڀيد وٺي، ان جي ڪمائي ڪرڻ ئي ڇوٽڪاري
جو اپاءُ آهي. سچو ستگورو ۽ سچو مارگ آهي ٻئي ڪال ۽
مايا جي چنبن مان ڇٽڻ لاءِ بلڪل ضروري آهن.

پوءِ ٺاڪرداس پڇيو ته حضور! اسين سچي گوروءَ
کي ڪيئن سڃاڻي سگهون ۽ اها ڪيئن خبر پوي ته هو جيڪا

جو اشارو آهي سمنڊ جي طرف ۽ سرساس ۽ جهرڻي جو آواز جو هنڌڪي ڀهرين ڀهرين پنهنجي اندر چڙهائي ڪندي ٻڌڻ ۾ آيو. رواجي طرح اپياسين کي اهڙا آواز ٻڌڻ ۾ سال لڳي ويندا آهن. جنهڪي شبد ٻوڪ جي گهرائين جي ڄاڻ آهي تن کي اهي وچن سولائيءَ سان سمجهه ۾ اچي سگهن ٿا. اڄو ڪبوتر شانتيءَ جي نشاني آهي ۽ الهيءَ جو اشارو ان ايشوري ديا ڏانهن آهي جا ٻي اختيار ۽ شانتيءَ سان ڪرائيسٽ جي اندر شبد جي روپ ۾ آئي. ڪڏهن ڪڏهن مهاتما پنهنجي اپديش ۾ اهڙا اکر ڪم آڻيندا آهن جن جي اصلي معنيٰ صرف ٻرمارٿي جگياسو سمجهي سگهندا آهن ۽ رواجي ماڻهو انهن جو ڪڏهن صحيح ارٿ لڳائي نه سگهندا آهن. دڪشا وقت شش کي تاڪيد ڪئي ويندي آهي ته اُن بابت يا اندرئين انڀو جو ڪنهن سان ذڪر نه ڪري.

اميرڪن ليڊيءَ پڇيو ته روحاني منڊلن جا دوار ڪرائيسٽ لاءِ ڪيئن کليا؟

سنتڪورن وراڻيو، ”سڀ روحاني منڊل توهانجي اندر اکين جي پويان آهن. جڏهن آتما سچي گوروءَ کان نام وٺي اکيان جي پردي کي هٽائي اندر وڃي ٿي ته ڀرئين منڊل يعني ترڪيا پد ۾ پهچي ٿي. سچو گورو هر قدم تي اندر پنهنجي شش سان انگ سنگ رهي رهنمائي ڪري ٿو. اندر ڀرين توهانکي تارا ڏسڻ ۾ ايندا ان کانپوءِ سج، چنڊ ۽ ٻين ڪيترن قسمن جون روشنيون ڏسڻ ۾ اينديون. انجو مطلب آهي روحاني منڊلن جا دروازا کُلڻ.

اميرڪن ليڊي وري پڇيو ته ڪرائيسٽ جي هنن وچن جو ڪهڙو مطلب آهي، جيستائين منش ٻيو جنم نٿو وٺي تيستائين هو خدا جي بادشاهت نٿو ڏسي سگهي؟“

گوروءَ نام ڏنو آهي، اهي اڳي پوءِ اهو اليو برابت ڪندا.

امريڪن ليڊيءَ پڇيو، "اها ايشوري آلما (شبد) ڪبوتر جي روپ ۾ اندر اچي ٿي ڇا؟"

ستگورن وراڻيو، "جڏهن ستگورو پنهنجي شش جي آلما کي ايشوري آلما يا شبد سان جوڙي ٿو ته پوءِ شش کي پنهنجي اندر ڏهن قسمن جا شبد ٻڌڻ ۾ ايندا آهن. اپنشد چون ٿا ته شروع ۾ اهو آواز 'هوا جي لڳڻ' وانگر، 'اٿل پٿل جي آواز' وانگر، 'سمنڊ جي لهرن جي' آواز، 'پکين جي چون' 'ڪرندڙ آبشار' يا 'پوندڙ برسات جهڙو آواز'، سنک ۽ گهنڊ يا بادلن جي گجگوڙ جهڙو چون جهڙو آواز ۽ اهڙي طرح جا ٻيا ٻه آواز ٻڌڻ ۾ ايندا آهن.

رگ ويد جي ناد بندو اپنشد جي چوڏهين سلوڪ ۾ لکيل آهي ته سڀ کان اول ته اهي آواز سمنڊ برسات ۽ جهرڻي جي آواز وانگر هوندا آهن. ان کان پوءِ نغاري جو، ڪڪرن جي گجگوڙ جو، سنک يا گهنڊ جهڙو آواز ٻڌڻ ۾ ايندو آهي.

امريڪن ليڊيءَ چيو ته ڪرائيسٽ به چيو آهي، "هوا لڳي رهي آهي ........ ۽ توهين اهو آواز ٻڌي سگهو ٿا."

پادري چوڻ لڳو ته ڪرائيسٽ پنهنجي انت سمي بادلن جي گجگور جهڙو آواز ٻڌو هو."

حضور مهاراج جن وڌيڪ فرمايو ته بائيبل جا اهي ئي وچن ته جڏهن ڪرائيسٽ دکشا ورتي ته پاڻيءَ کان سڌو مٿي ٻاهر نڪري آيو ۽ "ڏسو! روحاني منڊلن جا دروازا ان لاءِ کلي پيا" انهن جو اشارو ڪرائيسٽ جي دکشا وٺڻ مهل سندس انترڪ اٿڻ ۽ آلمڪ چڙهائيءَ ڏانهن آهي. هتي "پاڻيءَ"

انهيءَ جي ارٿ کي پوري طرح سمجهي ڪين سگهندو.

پوءِ پادريءَ کان پڇيائون، "توهين ٻڌايو ته پاڻيءَ مان نڪري سڌو مٿي وڃڻ جو مطلب ڇا آهي؟"

پادريءَ پنهنجو رايو ڏيندي چيو، "شايد ڪرائيسٽ پهريائين ڪنهن نديءَ ۾ هيٺ ويو هوندو جتان پوءِ هو سڌو مٿي ويو هوندو."

ستگورن مشڪي چيو، "پر اهو ته ڪنهن هنڌ لکيل ڪونهي ته دڪشا واسطي ڪو هو هيٺ نديءَ ۾ لٿو."

اميريڪن ليڊيءَ چيو ته اهو برابر ڪٿي لکيل ڪونهي.

حضور جن وري پڇيو، "ڀلا اهو ڪٿي لکيل آهي ته دڪشا واسطي پاڻيءَ ۾ هيٺ وڃڻ ضروري آهي."

پادريءَ جواب ڏنو ته نه.

تنهن تي ستگورن فرمايو، "هاڻي ڌيان ڏيئي ٻڌو. هن وچن جي هر هڪ لفظ جو اشارو انهيءَ اندرين الپو ڏانهن آهي جيڪو ڪرائيسٽ کي دڪشا وقت پراپت ٿيو. نام-دان ڏيڻ مهل ستگورو پنهنجي شش کي اندرين روحاني مارگ جو پورو پورو ڀيد ڏيندو آهي. خدا جي بادشاهت اسانجي اندر آهي ۽ گرو اسانجي اندر مالڪ جي محل جو رستو ڏيکاري. اسانجو شرير برهمانڊ جو ماڊل آهي. مسلمان فقير انهيءَ کي عالمي صغير چوندا آهن. گرو اسانکي پنهنجي اندر پرويش ڪرڻ جو ڀيد ڏئي ٿو ۽ اهو دروازو ڏيکاري ٿو جنهن بابت ڪرائيسٽ لکيو آهي ته "کڙڪايو ته کلندو." هن اهو ٻڌايو آهي ته دروازو ڪيئن کڙڪائجي ۽ جڏهن دروازو کلندو ته ڪهڙا نظارا ڏسڻ ۾ ايندا ۽ اندر ڪهڙين قسمن جا بهشت آهن. سڀ ڪجهه اندر آهي ۽ "ايشوري آتما" جو الپو به اسانکي اندر ئي ٿيندو ٻلڪ جن کي پوري

بہ نيم مقرر ڪري سگھي ٿو. هن سمسار ۾ سمت هميشه موجود هوندا آهن. انهن ٻنا هي سمسار هلي نٿو سگھي. جڏهن هڪڙو سمت چولو ڇڏي ٿو تہ هو پنهنجو ڪم ٻئي سمت کي سونپي وڃي ٿو. انهن ٻنهي ۾ ڪو بہ فرق ڪونہ هوندو آهي. سيمت جان پنهنجي وقت جو تمام وڏو سمت هو. توهين بائيبل ۾ پڙهندا آهيو تہ جيرو سلم ۽ جوبتسا ۽ چارئون جي آسپاس رهندڙ سڀ ماڻهو هنجي شرڻ ۾ آيا ۽ هنن پنهنجا پاپ سويڪار ڪري ڪالتس دکشا ورتي. جان ڏٺو تہ مونکي هي چولو جلد ئي ڇڏڻو آهي. وڃڻ کانپوءِ پنهنجي ڪارج جو سلسلو جاري رکڻ لاءِ هن ڪرائيسٽ کي دکشا ڏني. گورو نانڪ صاحب فرمائين ٿا تہ هر جڳ ۾ اسانجي رهبري ۽ رهنمائي ڪرڻ لاءِ سنتن جي هڪ پيڙهيءَ کان پوءِ ٻي پيڙهي ايندي رهي ٿي. سمسار ۾ سنتن جي اچڻ جو سلسلو دائما قائم رهي ٿو.

امريڪن ليڊيءَ پڇيو، "حضور! بائيبل ۾ لکيل آهي تہ جڏهن ڪرائيسٽ کي دکشا ملي تہ ايشوري آتما هنجي سر مٿان ڪبوتر وانگر لٿي. انهيءَ جو ارٿ ڇا آهي؟"

ستگورن وراڻيو تہ بائيبل هتي پيو آهي. ڏسو تہ اصلي اکر ڪهڙا آهن.

پادريءَ بائيبل مان هي سٽون پڙهيون:

"جڏهن ڪرائيسٽ کي دکشا ملي تہ هو هڪدم سڌو پاڻيءَ مان مٿي ويو. ڏسو! ڪيئن تہ بهشت جا دروازا هن لاءِ کليا ۽ هن ايشوري آتما کي پاڻ ڏانهن ڪبوتر وانگر لهندو ڏٺو."

مهاراج جن فرمايو، "هن وچن جو هڪ هڪ لفظ آتمڪ راز سان ڀريل آهي ۽ جنهنکي دکشا نہ ملي آهي سو انهيءَ

ڪرڻو پيو. انهن ڪري ٻڌا هنجو اُپديش ڪير به ٻڌڻ لاءِ تيار
ني نه ٿئي ها.

هندستان ۽ پرشيا ۾ ڪنهن کي نِگرو يا بي پير سڏڻ،
هنجي نام بي عزتي سمجهي ويندي آهي. هندو شاستر
اهڙن مثالن سان ڀريا پيا آهن جنهن ۾ نِگري کي سرڳ ۾
گهڙڻ کان روڪيو ويو آهي. اهڙن مثالن مان سکديو منيءَ
جي وارتا پرسڌ آهي. سکديو مني، ويد وياس رشيءَ جو
پٽ هو جنهن ويد ۽ پُراڻ سنگرهه ڪيا هئا. سکديو مني
جنم کان ئي گياني ۽ سورهن ڪلا سمپورڻ هو. هڪ دفعي
هن وشنو پوري ۾ وئڪنٺ ڏسڻ جو ارادو ڪيو پر
جڏهن هو وشنو پوريءَ جي دروازي تي پهتو ته دوارپالن
کيس اندر وڃڻ کان روڪيو. هن کي ڏاڍو ڪروڌ آيو ۽
پنهنجي پتا ويد وياس کي ان اپمان جي شڪايت ڪيائين.
پٽس چيو ته توسان جيڪو ورتاءُ ڪيو ويو آهي سو بلڪل
ٺيڪ آهي ڇاڪاڻ ته نِگري جيو لاءِ وئڪنٺ جا دروازا
ڪڏهن به نٿا کلن پوءِ ڪٿي هو ڪيڏو به ڪٿي ۽ گياني هجي.

گرنٿ صاحب ۾ آيو آهي. "نِگري ڪا ڪهي درس
بُرا." ڪبير صاحب فرمايو آهي:-

"ڪبير نگرا نا ملي پاپي ملئي هزار،
اڪ نگري کي سيس پر لک پاپن ڪو ڀار."

اِلي پنڊت ناڪردت پڇيو ته گوروءَ ڪرڻ اينڊو
ضروري ڇو آهي؟

حضور جن ورائيو ته پرماتما ئي اهڙو قانون بڻايو آهي ۽
هنجي وِڌان تي ڪير به اعتراض اٿو وٺي سگهي. هڪ
بادشاهه سان ڪير تو ملي سگهي ۽ ڪهڙيءَ ريت تو ملي
سگهي، ان لاءِ خود بادشاهه پنهنجي مرضيءَ مطابق ڪهڙا

آهن. ڪرائيسٽ الهيءَ گورو دڪشا لاءِ بڻپنائيو اڪر ڪم
آلدو آهي.
پادري يڪدم چيو ته ها برابر، بڻپنائيز اڪر جي معنول
آهي رڳڻ، يا نشان لڳائڻ.

لدهن تي حضور جن فرمائڻ لڳا ته هندن جي ڪابه ذارمڪ
ڪريا اشنان ڪالهوءَ تي شروع ٿيندي آهي ان لاءِ ته سنتي
ڏور ٿي وڃي. ڏيري ڏيري الهيءَ اشنان کي ذارمڪ
ڀهتو ڏاو ويو ۽ پوءِ جڏهن اُهي ريتيون ۽ رسمون بين ملڪن
۾ پرچلت ٿيون جتي پاڻيءَ جي اُڻاڻ هئي ته الهن اشنان
جي بدران صرف مٽي يا منهن تي پاڻي ڇٽڪارڻ جي رسم
شروع ڪئي.

امريڪن ليڊيءَ پڇيو، ” ڪرائيسٽ اُلر جارڊن جي
شهر گليليءَ مان هلي ڏکڻ جارڊن ۾ جان کي گڏجڻ ۽ الکان
دڪشا وٺڻ لاءِ چو ويو؟ ڇا جان سچ پچ ڪرائيسٽ کان وڏي
ڪمائيءَ وارو هو؟ مان الهيءَ سمجهڻ ۾ جان جي روحاني
حيثيت جاڻڻ چاهيان ٿي.“

حضور جن وراڻيو، ” الهيءَ جو جواب ڪرائيسٽ خود
الهيءَ وقت ڏنو آهي جڏهن جان هنکي دڪشا ڏيڻ کان
انڪار ڪيو. هو جان کي چوي ٿو ته ڪريا ڪري ائين ٿي
ٿيڻ ڏيو ڇاڪاڻ ته اها ذارمڪ مريادا جي تقاضا آهي. اهو
هڪ پراچين ذارمڪ ليم آهي ۽ اهو پرمالما جو ليم آهي ته
گوروءَ بنا گت ڪانهي. اهو ايشوري ليم آهي ته ڪوبه
پرمالما جي ذام ۾ لئو پهچي سگهي جيستائين هن ڪنهن
سچي گوروءَ کان دڪشا نه ورتي آهي. الهيءَ سڌالت جي
پشتي دنيا جي سيني ذرمن ڪئي آهي. ڪبير جائي جم
ڪان سنت هو پر هنکي رامانند سنياسيءَ کي پنهنجو گورو

جنهنجي سهاري آتما پنهنجي لڄ ڏام ۾ پهچي سگهي ٿي.

جيڪڏهن ڪو ماڻهو اونداهي رات جو ڪنهن گهاٽي جهنگل ۾ رستو ڀلجي ويندو آهي ته پوءِ هو ڇا ڪندو آهي؟ اوندهه اهڙي هجي جو پنهنجو هٿ به نه ڏسي سگهجي. اهڙي حالت ۾ هو ٿوري ساعت چپ چاپ بيهي رهندو آهي ۽ ڪن لائي ٻڌندو آهي ته ڪٿان ڪو آواز ته ڪو نه ٿو اچي؛ جهڙوڪ ڪتي جو ڀونڪڻ يا ڪڪڙ جي ٻانگ يا ڪنهن مشين جي هلڻ جو آواز. اهڙو ڪو به آواز ٻڌي هو ان طرف ڪنهن رستي جي هٿڻ جو اوسان لڳائي ڏيري ڏيري ان طرف وک کڻندو آهي پر هنکي بيءِ مشڪلات جو به مقابلو ڪرڻو پوندو آهي. رستي ۾ گهريون کڏون، کوبا، لاهيون، ڪانٽيدار جهاڙيون وغيره هونديون آهن. جي هن کي بتي يا ٽارچ هوندي ته انهن کان پاڻ کي بچائي هلي سگهندو. اهڙي طرح اندر جي روحاني راهه به ائين ڪٺن آڻانگهي، اونداهي ۽ هئبت ناڪ آهي. گورو شش کي شبد ۽ پرڪاش جي ذريعي انهيءَ اوکي گهاٽيءَ مان پار اڪاري ٿو.

پندس ناڪردس پڇيو، "مهاراج جي! Baptism يا دڪشا آهي ڇا؟"

حضور جن وراڻيو، اهو هيبرو ڀاشا جو لفظ آهي جنهنجو هنديءَ ۾ مطلب آهي ٽلڪ لڳائڻ. توهانکي خبر آهي ته هندو چندن يا سندر جو ٽلڪ لڳائيندا آهن. پراچين ڪال ۾ جڏهن گورو شش کي دڪشا يا گورمنتر ڏيندو هو تڏهن اکين جي مٿان نرڙ جي وچ تي ڳاڙهي رنگ جو گول ٽلڪ ڏيندو هو. انهيءَ هنڌ تي "تيسرا تل" يا "شو نيتر" ليندو آهي. اڄ ڪلهه سڀ گورو اها رسم ادا ڪندا

”آلسر جولي ڀئي ڀـر قلت پـــرک ڏاڍهن ديکتا حضور.“
(سارنگ محلہ ۴-١١٩٨)
”گـــورو ســاکـــي جـولـــي پـــرگـهت هـونـــي.“
(ڌناسري محلہ ١-٦٦٣)
”ڪر ڪرپا جنھ ستگورو ملئو، من مندر مھ ديپڪ جلئو.“
(گوڙي محلہ ۵-٢٣٥)
”آلسا ديوا ٻالـي ڪونِي لانڪ سو پارلگمت هوئي.“
(رامڪلي محلہ ١-٨٧٨)

پرسل ڪمت اُپنشد ۾ لهڪيتا ٻـر کي چوي ٿو، ”هي ٻـر! توکي انھيءَ جوت جي ڀيد جو پتو آهي جا وڻڪست ڀهڄائيندي آهي، ڪرپا ڪري مونکي انھيءَ جو ڀيد ٻڌاءِ.“ (١:١۴). ٻـر جواب ڏئي ٿو، ”مونکي انھيءَ جوت جو پتو آهي. اها تنھنجي هردي روپي غفا جي اندر آهي.“ پوءِ ٻـر لهڪيتا کي جوليءَ جي دکشا ڏئي ٿو يا چئجي ڪٿي ۽ هنکي آڳ جي دکشا ڏئي ٿو.

نام يا شبد جون ٻه وصفون آهن. (١) ڌُن يا آواز (٢) پرڪاش. بائيبل ۾ هولي گھوسٽ ۽ فاير سان دکشا ڏيڻ جو اهوئي اصلي ارٿ آهي. اسانجي شرير ۾ آلما چيتنتا يا نوج جي روپ ۾ رهي ٿي. سنت مت ۾ آلما کي سرت چوندا آهن جنھنجي معنيٰ آهي 'ڌيان' يا 'نوج'. اسانجي سرير ۾ ٻي ٻه هڪ پرم چيتن ستا جو نواس آهي جا اسان کي زندهہ رکي ٿي. جنھنکي ”شبد“ ”نام“، ”هولي گھوسٽ“ يا پرماتما جي ڌارا چوندا آهن. اها اسانجي اندر ”ڌن“ جي روپ ۾ وڄي رهي آهي. مختلف مھاتمائن ان کي ”دويہ ڌن، الاهي گيت، انھد ناد“ وغيره الڳ الڳ نالن سان سڏيو آهي. شبد يا ڌن اها سڏي ڏور آهي

ضور جن فرمايو، ”هي سڄو ساب ڳوڙهي معنيٰ سان
آهي، انکي صرف اهو سمجهي سگهندو جنهنکي شبد
جو ڀيد مليل هوندو. انهن گپت رازن کي کولڻ جي
ي ستگورو شش کي نام جي بخشيش ڪرڻ وقت
و آهي. سنتن جو مارڪ ”هولسي گهوست“ (شبد)
نري آڪ سان دکشا ڏيڻ جو مارڪ آهي. ان آڪ کي
شاسترن ۾ ”جولي“ چيو ويو آهي. در اصل،
رن هند پرماتما کي جوليي سروپ ڀڳوان چيو ويو آهي.
گوبند سنگهه صاحب فرمائين ٿا ته سڄو سڪ اهو آهي
ـهنجي اندر آن اکنڊ جوت جو درشن ڪري ٿو.
ـمت ۾ آڪ، روشني ۽ جوت جو مطلب ساڳيو ئي آهي.
گورو اهو ئي آهي جو شش کي شبد جو ڀيد ڏيئي، هن
آتما کي اندر ان انهد ڌن سان جوڙي، ڪيس اسي
ـسي ٿو جتي اها جوت پنهنجي پوري پرڪاش سان
ڳائي رهي آهي. گورو نانڪ صاحب فرمائين ٿا ته اها
ـ راس ڏينهن جلندي رهي ٿي پر صرف گورمک ئي
ـي جاڻي ٿو. پلٽو صاحب فرمائين ٿا ته اهو ديپڪ ٻنا
، ٻنا وٽ جي راس ڏينهن پيو ٻري ٿو انکي صرف
ئي ڏسي سگهي ٿو جنهنکي پوري گورو ۽ نام دان
ـيو آهي:-

”تس مين جري چراغ ٻن روغن ٻن ٻاتي،
چي رُت ٻارهن ماس رهي جلتا دن راتي.
ستگورو ملا جو هوئه تاهي کي نظر مين آوي،
ٻن ستگورو کوئي هوئه نهين واکو درساوي.“

گورو گرنٿ صاحب ۾ اڻ ان ”آڪ“ جو ڪيترن ئي
ـ ذڪر ٿيل آهي.

پادري چوڻ لڳو ته حضور! جيڪڏهن توهين اجازت ڏيو ته سڀاڻي مان پنهنجو بائيبل کڻي اچان ۽ ان مان ڪجهه ٽڪر توهانکي پڙهي ٻڌايان.

ٻئي ڏينهن بائيبل جو باقاعدي اڀياس شروع ٿيو. ان ڏينهن ڪجهه ٻيا به عيسائي سڄڻ آيل آيا هئا. حضور مهاراج جن پڻ ڏاڍيءَ موج ۾ هئا. سڀ حاضرين حضور جن جي کيل ولاکيا ٻڌي ڏاڍا خوش ٿي ويا.

اميريڪن پادري مئٿيو جي ٽئين اڌياءَ جي ٻارهين باب کان پڙهڻ شروع ڪيو. جنهن ۾ ڪرائيسٽ جي اچڻ جي سوچنا ڏيندي، جان چئي ٿو، "سچ پچ مان توکي پاڻيءَ سان بپتسما (دکشا) ڏيان ٿو. پر جيڪو مون کان پوءِ ايندو اهو مون کان وڌيڪ شڪتيشالي ٿيندو جنهنجي جتيءَ جي ڏاڻي کولڻ جي به مان لائق ڪونه آهيان. هو توهانکي هولي گهوسٽ (شبد) ۽ آگ (پرڪاش) سان دکشا ڏيندو......" ان کان پوءِ ڪرائيسٽ جان کان دکشا وٺڻ لاءِ گئليلي کان جارڊن آيو پر جان ائين چئي هنکي منع ڪئي، "مون توکان ٿي دکشا وٺڻ چاهي ٿي ۽ تون وري ڪيئن مون کان دکشا وٺڻ آيو آهين؟ ڪرائيسٽ انجو جواب ڏيندي چيو، "هاڻي ائين ٿي ٿيڻ ڏي ڇو جو نيم مطابق ائين ٿي نيڪ آهي."

ان جي ٽيڪا ڪندي پادريءَ چيو ته پاڻ سان دکشا ۽ هولي گهوسٽ وغيره لفظن جي اصلي معنيٰ جي باري ۾ گهڻا متڀيد آهن. ڪي پاڻ جو ارٿ لڳائين ٿا ڪشٽ ۽ ڪليش، جي دکشا کان پوءِ شش کي ڏسڻا پون ٿا. ٻيا وري چون ٿا ته الهيءَ جو مطلب آهي سزا يا قيامت. ڪن جو رايو آهي ته الهيءَ جو اشارو انتقام يا بدلي ڏانهن آهي. مطلب ته انيڪ ارٿ لڳايا ويا آهن.

جي معنيٰ ڇا آهي؟

حضور جن ورائيو ته گرنٿ لفظ جي معنيٰ آهي پستڪ ۽ صاحب عزت پڻ هو اکر آهي جو اسين ڪنهن ماڻهوءَ، جاءِ يا وستوءَ سان لڳائيندا آهيون جڏهن اسين اوچي نظر سان ڏسندا آهيون.

ان ئي پعدس ناڪردس پڇيو، ”حضور! بائيبل اکر جي معنيٰ ڪهڙي آهي؟

پادريءَ ورائيو ته انجي معنيٰ آهي ڌرمي پستڪ.

حضور جن ٻڌايو ته بائيبل گريڪ لفظ آهي جنهن جي معنيٰ آهي پستڪ ۽ ڌرمي پستڪ کي اهو نالو انگريزي ني ڏنو ويو آهي جو هي سڀني کان اُتم پستڪ آهي. اهڙي طرح گيتا لفظ جو ارٿ آهي گيت، قرآن جو ارٿ آهي پڙهڻ يا پڙهڻ جوڳو پستڪ، گاسپل جو ارٿ آهي شڀ سماچار.

پادري چوڻ لڳو ته ها، بائيبل لفظ جو بنيادي ارٿ اهو ئي آهي.

پوءِ اميريڪن ليڊي چوڻ لڳي ته حضور! توهانکي بائيبل جي ايتري ته گهري ڄاڻ آهي جو منهنجي دل آهي ته توهان کان هڪ ٻيو سوال به پڇان. اهو سوال مون لاءِ هميشه هڪ الجهن بڻيو رهيو آهي. بائيبل ۾ لکيل آهي ته جڏهن جان، ڪرائيسٽ کي دڪشا ڏني، تڏهن پرماتما جي چيتنا هڪ ڪبوتر (Dove) جي روپ ۾ هن مٿان لٿي. انجو مطلب ڇا آهي؟ ڪبوتر جو پرماتما سان ڪهڙو سنبنڌ آهي؟ اهو اشارو ڪبوتر پکيءَ ڏانهن ته ڪونهي جنکي اسين روزمره ڏسندا آهيون؟

حضور جن ورائيو ته اهو سوال ته اسين پنهنجي ماهيور دوست کان پڇون ته اهتر.

ورڻ، شبد، نام ڌن، ناد يا اهد شبد (جيئن هندو شاسترن ۾ لکيل آهي) اهوئي هولي گهوسٽ (شبد) آهي جنهن دوارن ڪرائيسٽ پنهنجي شش کي دکشا ڏني هئي.

سيني پورن مهاتمائن، پوءِ چاهي هو کهڙي به ديش، ڌرم يا جاتيءَ جا هئا، هميشه پنهنجي شيوڪن کي الهيءَ ني شبد جي بخشش ڪئي هئي. ان کانسواءِ ٻيو ڪو مارگ ني کولهي. اها "جيون ڌارا" سڌي سچکنڊ مان اچي ٿي جو چيتنتا ۽ پرڪاش جو مها ساگر آهي. اها شبد ڌن اسان جي شرير ۾ ٻنهي اکين جي پويان هردم پئي گونجي. جڏهن پورو ستگورو پنهنجي شش کي ان شبد ڌن سان جوڙي ٿو يا بائيبل جي اکرن ۾ شبد دوارن دکشا ڏني وڃي ٿي (Baptize by the Holy Ghost) تڏهن هنکي پنهنجي سچ گهر جي ڄاڻ پوي ٿي ۽ هو پرماتما جو پٽر بڻجي پوي ٿو. انڪري بائيبل جي ترموري کي چاهي توهين پتا، پتر ۽ پولي آتما چئو، چاهي پرماتما گورو ۽ شبد چئو. سنت مت ۾ الهيءَ تموريءَ کي به مکيه استان آهي، ڪبير صاحب ۽ گورو نانڪ انکي گوبند، گورو ۽ نام ڪري سڏيو آهي.

پادري چوڻ لڳو. "حضور ڌنيواد! سچ پچ توهانجي سمجهاڻي ڏاڍي اثرائتي ۽ پرڀاوشالي آهي."

پادريءَ پڇيو ته حضور! ڪرائيسٽ هندستان ۾ آيو هو ڇا؟

حضور جن فرمايو ته منهنجي خيال ۾ ته ان بابت ڪابه لکيل ثابتي ڪانهي پر ڏکڻ يارپ جي ماڻهن جو وشواس آهي ته ڪرائيسٽ برابر آيو هو ۽ اچي يارپ ۾ رهيو هو.

تنهن کانپوءِ پادريءَ ستگورن کان گورو نانڪ جي سکيائن بابت ڪيترائي سوال ڪيا ۽ اهو به پڇيو ته "گرنٿ صاحب"

پرڪاش ۽ پرم آنند جو مهاساگر اهو پرماتما آهي جو عيسائي مذهب جي نموني ۾ "پتا" آهي. سنسار مان اگيان انڌڪار ۽ پاپن کي دور ڪرڻ لاءِ ۽ منش کي الاهي پرڪاش ڏيڻ لاءِ ان شبد ديهه ڌارڻ ڪئي ۽ انسان سان گڏ رهيو. هنکي انسان ٻڌي هن سنسار ۾ پرگهٽ ٿيڻو پيو جيئن اسين هنکي سمجهي سگهون. پرماتما پنهنجي ڌام ۾ ويٺي ويٺي انسان سان ڳالهه ٻولهه نٿو ڪري سگهي. هنجو اهو ئي قانون آهي. ديهه ڌاري شبد ئي "پتر" هو يعني عيسيٰ مسيح هو. هو پنهنجي وقت جو گورو هو. ڪو نه ڪو عيسيٰ مسيح هن سنسار ۾ هر وقت موجود رهي ٿو. ڪو به عيسيٰ مسيح سنسار ۾ نه هجي، ائين ٿي نٿو سگهي. پرماتما هميشه پنهنجن پيارن (پترن) کي هر سمي ۽ هر ديش ۾ موڪليندو رهي ٿو. هي سنسار اڃا ڪروڙين سال رهندو ۽ پرماتما ڪڏهن به پنهنجي جيون کي ٻلائي ڪونه وهندو. سنت ستگورو لڳاتار ايندا ئي رهن ٿا يا ائين چئي سگهجي ٿو ته اهو "شبد" هميشه ديهه روپ ۾ ان پرڪار ۽ ان ساڳئي آديش سان پرگهٽ ٿيندو رهي ٿو جنهن لاءِ هن هڪ دفعي عيسيٰ مسيح جو نالو ۽ سروپ ڌارڻ ڪيو هو.

حضور مهاراج جن ٿوري دير شانت رهي وري فرمائڻ لڳا، ته پرماتما (پتا) ۽ سنت (پتر) کانپوءِ ترمورتيءَ جو ٽيون انگ Holy Ghost يعني شبد ٿا ڪٿون. هيءَ اها شڪتي آهي جا عيسيٰ مسيح انهن سڀني کي بخشي جيڪي عيسيٰ مسيح جي شرن ۾ آيا. ان شڪتيءَ جو نالو Word, Logos يا "شبد" آهي جو هر جيو کي چيتنتا ڏيئي رهيو آهي. سرشٽيءَ جي آد ۾ اهو شبد ئي اصلي جيون شڪتي هئي جا هر جيو جو سهارو هئي. اها جيون شڪتي، اهو لوگاس،

لوهاڻي پادريءَ چيو ته حضور! مان هڪ سوال پڇان؟ سڏائت ڪهڙو آهي؟

راءِ ۾ عيسائي ڌرم ۾ لوموري جو سڏائت ڪهڙو آهي؟ حضور جن وراڻيو، ”اهو سڏائت رڳو عيسائي ڌرم ۾ ڪولهي. بلڪ سيني ڌرمن جو الهيءَ ۾ وشواس آهي. پتا، پتر ۽ شبد - اهي ٽيئي روحاني ترقيءَ لاءِ نهايت لازمي آهن ۽ الهن ٽنهي ۾ وشواس رکڻ بنا ڪو به جگياسو پنهنجي لج ذام پهچي مالڪ جو درشن لتو ڪري سگهي. گهرائيءَ سان ڏسبو ته اهي ٽيئي، دراصل، هڪ ئي آهن ۽ الهن ۾ ڪو به ڀيد ڪولهي. لوهين بائيبل جي هنن لفظن تي وري غور ڪريو، ”سرشٽيءَ جي آد ۾ شبد هو شبد پرمالما سان هو ۽ شبد ئي پرمالما هو........ سڀ ڪجهه ان بڻايو........ جيون ۽ پرڪاش ان ۾ هو........ ۽ شبد ئي شرير ڌارڻ ڪيو ۽ اسان جي وچ ۾ رهيو ۽ اسان هن جو شان ڏٺو.“ ان ڪانپوءِ بائيبل ۾ لکيل آهي ته هو آيو ۽ سنسار ۾ رهيو پر عام ماڻهن هنکي سڃاڻ ڪو نه ڪيو پر جن هنکي سڃاتو الهن کي هن پرمالما جي پتر ٿيڻ جي شڪتي ڏني. مولکي خبر ڪانهي ته مون اهو حوالو بلڪل صحيح لمولي ۾ ڏنو يا نه پر منهنجي خيال ۾ الهن سڀني ۾ بائيبل جي اکرن جو سار ضرور اچي ويو هوندو.“

پادريءَ حضور جن جي ڳالهه جي تائيد ڪندي چيو ته لوهان بلڪل صحيح حوالو ڏنو آهي ۽ ان ۾ بائيبل جو ارٿ ۽ ڀاو ٻئي اچي وڃن ٿا.

حضور جن گنڀيرتا سان فرمائڻ لڳا، ”هاڻي ڏيان سان بڌو. اسين سڀ پرمالما ۾ يا جان جي چوڻ موجب Word (شبد) ۾ وشواس ڪريون ٿا. اهو شبد جيون ۽ پرڪاش جو مها ساگر آهي. سڀ جيو ان مان ئي پيدا ٿيا آهن. جيون

لوڪ پڙهه هيون . پنهجي حالتن ۾ معمولي ساڳي آهي . ڪانءُ
پنهنجي وڇڙي جي ۽ ريڍ پنهنجي ٻچي جي هردم سار سنڀال
لهي ٿي . ڪڏهن اڪي پنهنجي اکين کان پري وڃڻ نٿي
ڏئي ۽ هر خطري کان اڪي بچائي ٿي . هنکي پنهنجو کير
پياري ٿي ۽ سندس شرير جي سڀ ميل زبان سان چٽي
صاف ڪري ڇڏي ٿي . اهڙي طرح پرماتما ڪرائيسٽ سان
پيار ڪيو ۽ هنجي سار لڌي . مهنجي راءِ ۾ اهو ٿي ”پرماتما
جي گهيٽي“ جو صحيح ارٿ آهي پر وڌيڪ پتو لوهان
ڪرستانن کي هوندو .

پادريءَ تعجب ۾ اچي چيو ، ”سائين ! اوهالڪي بائيبل
جي ٻي لظير جاڻ آهي .“

اميرڪن ليڊيءَ چيو ، ”لوهان جي سمجهاڻي لسلي بخش
لڳي ٿي ۽ مان سمجهان ٿي ته اهائي ان جي صحيح معني
آهي .“

سچ پچ اهو هڪ عجيب ڪرشمو هو ته جڏهن به حضور
مهاراج جن وٽ ڪنهن به ڌرم جو جگياسو ايندو هو ، پوءِ
ڪٿي هو يهودي ، ڪرستان ، ٻوڌي ، جيني ، پارسي ، سلمان
يا ٻئي ڪنهن مت کي مڃيندڙ هوندو هو ته اهيءَ کي سندس
ئي ڌرم جي گرنٿن دوارا اهڙي پرڀاوشالي ڍنگ سان
سمجهائيندا هئا جو هو ٻئي ڍنگ رهجي ويندو هو . مزي
جي ڳالهه ته اها هئي ته اسان حضور جن کي ڪڏهن ڪو پستڪ
پڙهندو ڪو نه ڏٺو . دراصل ، هنن وٽ پڙهڻ لاءِ وقت
ڪٿي هو . هڪ دفعي هڪ ٻوڌي ڀڪشوءَ جي حيرانيءَ جي
حد نه رهي جڏهن حضور جن اکر به اکر هڪ اهڙو گيت
منتر ، جو ڪيس سندس گوروءَ ڏنو هو ، بلڪل درست
چئي ٻڌايو .

حضور جن وراڻيو، ” شايد اسانجو هي پادري متر ان
تي پوري روشني وجهي سگهي. “
پادريءَ چيو ته ڪرائيسٽ کي ” خدا جو گهيٽو “ سڏيو
ويو آهي ڇاڪاڻ جو هو بالڪل نردوش ۽ بيگناهه هو ۽ دنيا
جي پاپن خاطر هن پنهنجي قرباني ڏني.

حضور جن فرمايو، ” بائيبل پڙهندي مونکي ڪافي عرصو
ٿيو آهي ان ڪري پورا لفظ ته شايد مونکي ياد نه
هجن پر مان سمجهان ٿو ته ڪرائيسٽ کي پاڻ ڏانهن ايندو
ڏسي، جان آهي لفظ چيا هئا. ” ڏسو، خدا جو گهيٽو اچي
رهيو آهي جو دنيا جي پاپن جو بوجهه کڻندو. “ ڪجهه ان
وانگر هن چيو. ڀارت ۾ به پراچين ڪال کان سنتن لاءِ اهڙا
لفظ ڪم آندا ويا آهن. اڄ تائين به اسين سنتن کي ڀڳت
وڇل ۽ پاپ هرن چوندا آهيون. ڀڳت جو مطلب پريمي ۽
وڇل جو مطلب آهي ڳاءِ جو وڇڙو يعني پرماتما جو وڇڙو.
پاپ هرن جي معنيٰ آهي جيڪو اسانجا پاپ ناس ڪري.
پرماتما جو پنهنجي سنتن لاءِ پيار ۽ سنتن جو پنهنجن شيوڪن
لاءِ پيار، انهيءَ کي سمجهاڻ لاءِ ڳاءِ ۽ وڇڙي جو مثال ڏنو
ويو آهي. ڇاڪاڻ ته ڳاءِ وڇڙي کي الڳل سڀ ميل پنهنجي
زبان سان چٽي ڇڏيندي آهي. سو ڀڳت وڇل ۽ پاپ هرن
نهايت پريم ڀريا لفظ آهن جن سان شيوڪ سنتن ۽ پرماتما
کي مخاطب ڪندا آهن.

مهنجو اهو خيال آهي ته جان دراصل ” Calf “ معنيٰ
ڳاءِ جي وڇڙي جو استعمال ڪيو ۽ پوءِ جيڪي بائيبل جا
ترجما ٿيا انهن ۾ اهو لفظ مٽجي ” Lamb “ يا گهيٽو ٿي پيو.
شايد انهن به هجي ته جيئن ڀارت ۾ ڳاءِ لوڪ پريه آهي
اهڙي طرح ڪرائيسٽ جي ديس ۾ ريڍون گهيٽي انداز ۾ ۽

جهڙو اصلي ارٿ آهي رسي يا ڪمار ٽلهو ڌاڳو.
حضور جن فرمايو ته ڪڏهن ڪڏهن هڪ لفظ جون ٻه
معناڻون به ٿينديون آهن. هتي ان لفظ Camel جي معنيٰ اٺ
به ٿي سگهي ٿي. پر ان ڳالهه کان ته انڪار ڪري نٿو سگهجي
ته ته چاهيندي به السواد ڪ جي شخصيت ۽ ويچارن جي
ڪجهه جهلڪ انواد ۾ ضرور اچي ٿي وڃي. بلڪ انواد
ڪندي جڏهن هنڪي انومان لڳائڻو پوي ٿو ته سنتن کي چاچوٽو
هو، يا چا چيو هوندائون ته پوءِ ته پاڻ هنجي ويچارن ۽
شخصيت جو گهڻو ڪجهه اثر ان ۾ اچيو وڃي.
اِلي پادريءَ سويڪار ڪيو ته براهر بائبل ۾ ڪرائيست
جا اصلي اپديش ٿيڻ ٿيڻ نڪرن ۾ ٽڙيا پکڙيا پيا آهن.
ستگورن فرمايو ته اهي ٽڙيل پکڙيل ٽڪرا ان ڳالهه کي
ظاهر ٿا ڪن ته عيسيٰ جي اپديش جون ڪڙيون ٽٽل آهن ۽ انهن
ٽٽل ڪڙين کي ڪو انيوي سنت ئي جوڙي سگهي
ٿو يا پڌائي سگهي ٿو. حضور جن مسڪر ويڙيان ڏانهن نهاري
فرمايو ته هنڪي سنت مت جا پستڪ ڏيو. پوءِ پادريءَ کي
چوڻ لڳا ته سنت مت ساهتيه جو جيترو گهرائيءَ سان ابياس
ڪندا اوترو ئي صاف ۽ سولائيءَ سان توهين بائيبل جي
صحيح ارٿ کي سمجهي سگهندا. صرف اهو ماڻهو جنهنکي
پرمارٿي ڳالهين جي پوري ڄاڻ هوندي اهو ئي بائيبل جو
اصلي ارٿ سمجهي سگهندو ۽ انجو پورو قدر ڪندو.
اميرڪن ليڊي وچ ۾ چوڻ لڳي، ”حضور بائيبل ۾
ڪرائيست کي ”Lamb of God“ ”خدا جو گهيٽو“ (رب جو
ٻيڏو ٻچو) چيو ويو آهي. اچ ڏاڍين ڪوبه مولکي انهن
لفظن جو سنتوش جنڪ ارٿ سمجهائي ڪونه سگهيو آهي.
توهين مولکي انجو اصلي مطلب سمجهائي سگهندا؟“

لکيو آهي .

امريڪن ليڊيءَ چيو ته، عيسيٰ مسيح جڏهن اُپديش ڏيندو هو اڏهن ڪنهن به سنڌس وچن نوٽ ڪو نه ڪيا .

انهن تي ستگورن ٽيڪا ڪندي فرمايو، ”جڏهن ڪنهن مهاتما جي چولي ڇڏڻ کانپوءِ هُنجي اُپديش کي لکيت ۾ آڻڻ جي ڪوشش ٿي ڪجي ته اهو نهايت مشڪل آهي ته سو ٺيڪ صدي هُنجي وچنن کي صحيح روپ ۾ لکي سگهجي .“

انهن تي امريڪن ليڊيءَ چيو ته خاص ڪري جڏهن انهن اُپديشن جو ٻين ٻولين ۾ انوواد ٿئي ٿو ته پوريءَ ريت ٺهڪندڙ روحاني لفظن نه ملڻ جي ڪارڻ، اهي اصلي اُپديش ڪهڙو روپ اختيار ڪندا ان جو اندازو نوهين لڳائي سگهو ٿا .

ستگورن فرمايو ته ترجمو ڪٿي ڪهڙو به ٺيڪ هجي تڏهن به ڪي نه ڪي اصلي لفظا رهجي ٿي ويندا .

امريڪن ليڊيءَ تائيد ڪندي چيو ته ڪڏهن ڪڏهن انوادڪ کي پنهنجي ڀاشا ۾ پوري لفظ جي نه ملڻ ڪارڻ پنهنجو لڳون لفظ گهڙڻو نو پوي ٿو جنهنجو اهو نو ٿئي ته اصلي سکيا جو روپ ٿي بدلجيو وڃي .

حضور مهاراج جن چيو، ”ها! اهو بلڪل سچاويڪ آهي . جي انوادڪ مهاتما جي اُپديش جو پورو ارٿ ٿي نه سمجهندو ته هُدرلي هو پنهنجي ويچارن انوسار ٿي انهيءَ جو ارٿ لڳائيندو .“

انهن تي پادريءَ چيو، ”تازو مونکي هڪ جرمن ودوان ٻڌايو ته ڪرائيسٽ جي مشهور وچن ”سئيءَ جي ڪاڪي مان اٺ جو لنگهڻ آسان آهي پر امير ماڻهوءَ جو مالڪ جي دربار ۾ پهچڻ مشڪل آهي“ ۾ جيڪو اٺ Camel جو لفظ آيو آهي

لکيو ويو آن Word جو اھو ئي مطلب ھوندو جھڙو ھندو
اُپنشدن ۾ "ناد" جو آھي.

پادريءَ وراڻيو، "اھو ممڪن آھي ڇاڪاڻ ته بائيبل
ڪيترن ئي ٻولين مان انواد ٿيندو پوءِ ھن روپ ۾ اسان
وٽ آيو آھي."

امريڪن ليڊيءَ چيو، "بائيبل ۾ وقت بوقت درستيون
ڪيون ويئون آھن ۽ ڪيترن ھنڌ پراڻا ٽڪرا ڪڍي نوان
ٽڪرا جوڙيا ويا آھن."

ان تي حضور مھاراج جن فرمايو ته بائيبل ۾ نه روحانيت
جا ماڻڪ موتي ڀريا پيا آھن پر آھي ننڍن ننڍن ٽڪرن ۾
ھيڏانھن ھوڏانھن ٽڙيا پکڙيا پيا آھن. انھن کي اھو ئي ماڻھو
چڱي طرح سمجھي سگھي ٿو جنھن کي پورو گورو نام جي
بخشش ڪري مھل شبد يوگ جو اھو ئي ساڌن ٻڌائي ٿو
جيڪو ساڌن ڪرائيسٽ جو پڻ ھو. ڪرائيسٽ جي سکيائن
کي صحيح معنيٰ ۾ سمجھڻ لاءِ اھائي سڀ کان وڏي
مشڪلات آھي.

بائيبل ۾ آھي سکيائون سلسليوار ھڪ ئي جڳھ تي لکيل
ڪونه آھن. انھن کي پڙھندي انئين سمجھبو آھي ته ڪجھ
ٽڪرا ڪٽل آھن ۽ انھن ڪڍيل ٽڪرن جي ڪري ئي بائيبل
جو صحيح ارٿ سمجھڻ ڏکيو ٿي پوندو آھي.

پادريءَ چيو ته بائيبل ڪرائيسٽ کي صليب تي چاڙھڻ
کان تمام گھڻو پوءِ لکيو ويو ۽ انھن لکندڙن نه ڪي ڪرائيسٽ
کي ڏٺو ھو ۽ نه ڪي ھن جا اپديش ٻڌا ھئا. تنھن کانسواءِ ھن
کي ڪجھ سوچي سمجھي ٿي لکڻو پيو ھو جو ان وقت جي
حڪومت عيسائين تي ظلم ۽ اتياچار ڪري رھي ھئي.
تنھن ڪري بائيبل لکڻ وارن يادداشت جو ئي سھارو ورتو

موجود رهي ٿو.

ان نوجوان ليڊيءَ پڇيو، ”حضور! انکي ”شبد“ جي
الي سان ڇو ٿو سڏجي؟“

حضور جن فرمايو ته اهو لفظ ”Word“ يا شبد، پيچيدو
هي. انگريزي ڀاشا ۾ ”Word“ لفظ گريڪ ڀاشا جي
”Logos“ اکر جو ترجمو آهي جو پڻ هيبرو زبان جي
Mimra اکر جو انواد آهي. سرشٽيءَ جي رچنا ڪرڻ واري
هن شڪتيءَ کي پراچين هندو مهاتمائن ”شبد“ ۽ ”ناد“
ڪري سڏيو آهي، جنهنکي انگريزيءَ ۾ چئجي ٿو ”Word“
يا آواز. اهو هنجو ارٿ بلڪل صاف ۽ سپشٽ آهي چاڪاڻ
ته شبد يا ناد جو مطلب آهي آواز، حڪم يا ڏن. مان
سمجهان ٿو ته گريڪ بائيبل جي لوڪاس جو به اهو ئي اصلي
ارٿ هوندو.

بائيبل موجب ساري سنسار جي رچنا شبد ڪئي آهي
۽ اُن بنا ڪجهه به ڪين ٿيو. سوامي جي مهاراج جن
پڻ فرمائين ٿا ته سڀ ڪجهه اُن ”شبد“ ٺاهيو آهي. گرنٿ
صاحب ۾ آيو آهي:-

”سبدي ڌرتي سبدي آڪاس سبدي سبد ڀئيا پرڪاش،
سگلي سرسٽ سبد کي پاڇي
نانڪ سبد گهٽيءِ گهٽ آڇي.“

ارٿات - ان شبد ئي پرٿوي ۽ آڪاش جي رچنا
ڪئي. شبد ئي پرڪاش ٺاهيو. شبد سان ئي ڪل سرشٽي
الپن ٿي ۽ اهو شبد هر ڪنهن جي مستڪ ۾ گونججي رهيو
آهي. ”Word“ ۽ ”شبد“ لفظ جي مطلب ۾ ايتري
ته سمانتا آهي جو ائين پيو لڳي ته جيڪا ٻولي عيسيٰ
مسيح ڳالهائيندو هو ۽ جنهن ٻوليءَ مان سڀ کان پهرين بائيبل

## ڪرائيسٽ سان لڳي ٿو؟

ٿوري دير لاءِ ٿوسي حضور جن وڏيڪ فرمايو ته نه! هي سڀ ڪجهه ان شڪتيءَ لاءِ چيو ويو آهي جا ڪرائيسٽ جي ديهه ۾ پرگهٽ ٿي. جنهن لاءِ سينٽ جان چيو آهي ته اهو شبد ديهه ڌاري ٻڌي آيو ۽ اسانجي وچ ۾ اچي رهيو ۽ جنهنجي شان کي اسان ڏٺو. اهو شبد نه پرماتما جي امر ستا ۽ پرڪاش جو مهاساگر آهي جنهن مان ٿي سڀ سنت مهاتما اچن ٿا. سنت ان شبد روپي ساگر جون لهرون آهن ۽ اهي دنيا ۾ پنهنجو ڪاريه ڪري واپس ان ساگر ۾ وڃي لين ٿين ٿا. ڪرائيسٽ به ان مهاساگر مان آيو، هتي اچي پنهنجو ڪاريه ڪيائين ۽ جڏهن اهو پورو ٿيو ته واپس ان مهاساگر ۾ وڃي سمايو. ديهه يا شرير ته پوشاڪ هئي جا ان شڪتيءَ هتي اچي ڌارڻ ڪئي هئي. اهو شرير عيسيٰ مسيح ڪين هو. منش شرير نه هن الهيءَ لاءِ ڌارڻ ڪيو هو جيئن لوڪ هنجي سکيائن ۽ اُپديش کي سمجهي سگهن. ڇاڪاڻ ته منش ٿي صرف منش کي سمجهي سگهي ٿو، ان لاءِ ٿي شبد کي منش ديهه ڌارڻ ڪرڻي پيئي ۽ جڏهن هنجو هتي جو ڪاريه سمايت ٿيو ته انکي اها ديهه هتي ئي ڇڏڻي پيئي. جنهن کي صليب تي چاڙهيو ويو اهو شرير هو، نه عيسيٰ مسيح. ان عيسيٰ مسيح کي نه صليب تي چاڙهي لٽي سگهيا جو سرشٽيءَ جي رچنا کان اول به هو، شبد ئي هو ۽ شبد ئي آهي. ڪرائيسٽ جي اچڻ کان اڳ، هن دنيا ۾ ڪئين ڪرائيسٽ الڳ الڳ ڪالن سان الڳ الڳ ديشن ۾ آيا آهن ۽ هن ڪالچڪر ۾ ايندا رهندا. هيءَ دنيا ڪڏهن به، ڪنهن ڪرائيسٽ کان خالي نه رهندي. جيڪي پرماتما جا سچا متلاشي آهن انهن جي رهبري ۽ سهائتا لاءِ هو هردم سنسار

۽ سچي اڪير جي، باقي ڌرم جي ٻاهرين رهڻين رسمن جو ته ڪو مهتو ئي ڪونهي.

پادري چوڻ لڳو ته هيءَ ليڊي چوي ٿي ته لوهالڪو چوڻ آهي ته اڀياس دواران هيئنر به ڪرائيسٽ جو درشن ٿي سگهي ٿو.

داناجن فرمايو، ”ها، ٿي سگهي ٿو پر پنهنجي اندر، ڪٿي باهر نه. جيڪڏهن خدا جي بادشاهت اسانجي اندر آهي ته پوءِ ڪرائيسٽ به ضرور اتي هوندو. اتي لوهالڪي نه صرف ڪرائيسٽ ملندو مگر ٻين پيغمبرن ۽ اوتارن کي پڻ ڏسي سگهندا.

پادريءَ پڇيو، ”پر اندر وڃڻ جو طريقو ڪهڙو آهي.“

حضور جن وراڻيو ته اسين شبد روپي ڏاڪڻ تي چڙهي روحاني منڊلن تي پهچون ٿا. هيءَ اهو ئي شبد آهي جنهن جي باري ۾ سينٽ جان چيو آهي ته سرشٽيءَ جي شروعات ۾ شبد پرماتما سان گڏ هو ۽ شبد ئي پرماتما هو.

پادري چوڻ لڳو، ”پر اهو شبد ته هيئنر دنيا ۾ ڪونهي. اهو شبد هو خود ڪرائيسٽ.“

داناجن فرمايو ته ائين برابر آهي ته ڪرائيسٽ ئي شبد هو ۽ شبد ئي ڪرائيسٽ هو. پر اچو ته هن ڳالهه تي دل کولي شانتيءَ سان غور ڪريون. بائيبل ۾ لکيل آهي، ”سرشٽيءَ جي شروع ۾ شبد هو، شبد پرماتما سان گڏ هو ۽ شبد ئي پرماتما هو. ....... هر وستو اهيءَ دواران ٺهي ۽ ان بنا ڪجهه به ڪين ٺهيو.“ هتي ”شروع ۾ هو“ جو مطلب آهي سرشٽيءَ جي اُتپتي يا رچنا کان اول جڏهن ڪجهه به ڪونه هو. هاڻي ٻڌايو ته توهين سچ پچ ائين مڃو ٿا ته جيڪي ڪجهه شبد لاءِ چيو ويو آهي اهو ڏهه ڏاري

پوءِ هن جي معرفت ستسنگي ٻڌيا) ڏسي، اساڻجي اها راهه بلڪل بدلجي ويئي. هن اسانکي ٻڌايو ته هوءَ ۽ هن جي ڪٽنب جا ڀاتي ننڍي هوندي کان ئي هر روز بائيبل جو پاٺ ڪندا هئا ۽ سڀڻي کان اڳ ۾ پرارٿنا ڪرڻ ۽ ڪڏهن ڪين وساريندا هئا. هو هر آرتوار تي ديول ۾ ويندا هئا ۽ عيسيٰ مسيح جي سکيا الوسار پنهنجي جيون وليت ڪرڻ جي پوري ڪوشش ڪندا هئا. غريبن ۽ ضرورتمندن جي لئي من ۽ تن سان شيوا ڪندا هئا ۽ انکي ئي هو پرمارٿ سمجهندا هئا.

ڪجهه ڏينهن کانپوءِ هوءَ هڪ امريڪن پادريءَ کي پاڻ سان وٺي آئي ۽ حضور مهاراج جن کي هي اکر چٺي هٿجي پڙهي ڪرائي، "هي آهي مانيور مسٽر ايڇ ........ جو منهنجو فادر ڪنفيسر' (جنهن پادريءَ اڳيان پنهنجا گناهه ۽ پاپ کولي ٻڌائبا آهن ۽ آهي سوڪار ڪبا آهن) مون هن کي ٻڌايو آهي ته مان عيسائي ڌرم ڇڏي سنت مت کي گرهڻ ڪريان ٿي. هو ڪيتري نه ڪوشش ڪري پر مان پنهنجو فيصلو ڪونه ڦيرائيندس.

ستگورن کانئس پڇير، "توهان عيسائي ڌرم کي ڇو ٿي ڇڏيو؟ توهان ته پاڻ صحيح معنيٰ ۾ عيسائي ٿيڻجي رهي آهين ۽ عيسيٰ مسيح جي سچن اپديشن تي عمل ڪرڻ جي لائق ٿي رهي آهين. توکي اها سڌ هئڻ کپي ته سنت مت ڪو مذهب يا ڌرم ڪونهي. سنت مت کي مڃڻ وارن ۾ توکي ايڪ ڌرمن جا پوئلڳ ملندا. آتما مکيه سدانت ڪنهن ڌرم جي اهه ۾ موجود آهن. ڌرم مٽائڻ سان مالڪ اپتي ڪانه ٿيندي. هر ڌرم جي پڳتن هنکي پالو آهي. کي ملڻ لاءِ ضرورت آهي، پڳتيءَ جي، پيار جي

پوءِ هن ٻڌايو ته منهنجي من ۾ صرف هڪ شڪا هئي.
پرشيا ۾ هڪ مسلمان درويش مونکي چيو هو ته توکي پنهنجو
گورو هندستان ۾ ئي ملندو. هن اها اڳڪٿي ڪئي هئي ته
اهو دنيا جي سڀني سنتن ۾ پرم سنت هوندو ۽ سندس آشرم
اُتر ڀارت ۾ ندي جي ڪناري هوندو. پوءِ جڏهن
هن ليڊيءَ کي پتو پيو ته حضور جن جو ڏيرو بياس ندي
جي ڀرسان آهي ته هن جي پوري تسلي ٿي ويئي. هيءَ
پڻ نهايت تيز فهم عورت ٿي ڏٺي ۽ سڄو يورپ ۽ امريڪا
گهمي آئي هئي. ڪيترين يورپي ڀاشائون سهج سان ڳالهائي
ٿي سگهي. دراصل، اسين هن کان ئي Czechoslovakia جو
درست اچار سکياسين. کيس يورپ جي ڪيترن Slave ڏيهن
جي اتهاس جي ڪافي ڄاڻ هئي.

اهو ظاهر هو ته هوءَ پرماتما جي سچي متلاشي هئي. هن
حضور مهاراج جن کان سنت مت جي اڀياس ۽ سنت مت ۽
عيسائي ڌرم ۾ ڪهڙو فرق آهي، انهن وشين تي ڪيترائي
سوال پڇيا. حقيقت ۾ ان ڪالپوءِ ٻه يا ٽي ڏينهن ڄڻ ته
حضور جن صرف هن جي شڪائن جي سماڌان ڪرڻ کي
ڏنا. هنجا سوال ۽ حضور جن جا جواب اهڙا دلپسند ۽ اچرج
ڀريا هئا جو باقي ماڻهن کي انهن سوالن جي باري ۾ سوچڻ
جو خيال به ڪونه آيو. پهريان ٻه ڏينهن ته هن سنت مت
بابت ڪيترائي سوال پڇيا ۽ ان کان به وڌيڪ عيسوي مسيح
۽ عيسائي ڌرم بابت پڇيا.

يورپ ۽ امريڪا واسين جي باري ۾ اسانجو خيال هو ته
لها . پولڪ وادي آهن جيتوڻيڪ اها راهه صرف
آڌار تي بيٺل هئي. پر هن نوجوان ليڊيءَ
ئي ٻين ٻزن ڪس مٽرن جي زندگي ( جي

ز

مان انهن اخبارن واسطي ويس پر در اصل مونکي گهرڻ ل
ر پڇڻ ملڻي هئي. ڪمري ۾ گهڙندئي بي اختيار منهنجي
ظر چانديءَ جي فريم ۾ مڙهيل سامهون رکيل تصوير تي
يئي. هڪ پالڪ والگر مان اڌ پر تي ان ڏانهن وڌيس ۽
منهنجي هٿن ۾ ڪٿي الهيءَ فوٽي کسي جهليم. مون پڇيو،
" هي ڪير آهي؟ هي ڪنهنجو فوٽو آهي؟" الهيءَ سهڻ
ر ڏنيو، "هي منهنجي ستگورن جو فوٽو آهي."

مونکي خبر پيئي ته الهيءَ سهڻ جو ناٿو ويرپان هو.
هن مون کان پڇيو ته تون ڪڏهن هنن سان مليو آهين؟
مون ورائيو نه ها. ڪئين بار، پر صرف سوکير روپ ۾
ا سپني ۾. مون دل ۾ سوچيو ته هن فوٽي ۾ بلڪل ساڳيو
سروپ آهي جهڙو اندر ڏسندي هيس. چهري تي اهوئي
لاهي نور، اهائي موهيندڙ مشڪراهٽ، اهي ئي پرڪاشمي
ليتر جن مان هردم ديا مهر، پيار ۽ رحمت بکندي هئي ۽
اهائي سفيد ڏاڙهي جا سعدن اڇي سعدر پوشاڪ سان زيبائتي
لڳندي هئي.

مان ان فوٽي کي بار بار چمڻ لڳس ۽ ڏاڍي اڪير ۽
اڪينا سان انهيءَ کي ڇاتيءَ سان لڳائڻ لڳس. ان هندستاني
پريوار کي منهنجي اهڙي حالت تي ڪاڻ حيرت ڪار لڳي.
هو خاموشيءَ سان سڀ ڪجهه ڏسي رهيا هئا.

مون شري ويرپان کان پڇيو، "هي مهاتما ڪٿي رهندا
آهن؟" هن مونکي تورو چيڙائيندي چيو، "پرامين جي
دلين ۾."

"مان ڪين ڪٿي کڏجي سگهندس؟" مون ڪالئس پڇير
۽ اسانجي ليل گفتگو جو اهو نتيجو نڪتو جو اڄ مان هتي
ويٺي آهيان.

رهيا آهيو؟ ”

ساٿي ۽ رهبر ڪٿي رهيا آهيو؟ ” هنجو ساڳي ۽ رهبر ڪين رهيا آهيو؟ ” هنجو
هن پنهنجي ساري ڪهاڻي هن رات وران ڪئي. بالپڻ ۾ ئي
نالو مس اي ...... هو ۽ هوءَ امريڪن هئي. سوڪيمر سروپ
ڪيس ڪڏهن ڪڏهن حضور مهاراج جن جي سمجهي نٿي سگهي
جو درشن ٿيندو رهندو هو پر هوءَ اهو سمجهي نٿي سگهي
ته اهو ڪنهنجو سروپ آهي. ڪجهه وقت کان پوءِ هنجو
اهو درشن بند ٿي ويو هو ۽ جيڪي ڪجهه ڏسندي هئي
هن کان وسري ويو. هفتو کن اڳ هوءَ لهاڻوسيءَ آئي هئي ۽
آئي ڪيس وري درشن ٿيڻ لڳو پر هاڻي اهو درشن ڪيس
سپني ۾ ٿيندو هو. درشن جو هنجي من تي تمام آنند ميه
اثر ٿيندو هو ۽ هوءَ اهو درشن پائي ڏاڍي گد گد ٿيندي
هئي. هنکي اهو احساس ٿيڻ لڳو ته سندس جيون ۾ جلد
ڪا عجيب گهٽنا ٿيڻ واري آهي ۽ هي درشن انجو اڳواٽ
اهڃاڻ آهي. هن چاهيو ٿي ته اها گهڙي جلد اچي پر هنجو
وس نٿي هليو. حضور جن جي موج سان ئي هنکي درشن
نصيب ٿيندو هو ۽ ڪيس چوندا هئا ته ” تيار رهه.“ مگر
هوءَ انهن لفظن جو مطلب سمجهي ڪونه سگهندي هئي.
هن ٻڌايو ته هوءَ صرف پرارٿنا ئي ڪري سگهي ٿي جا هن
ڪرڻ شروع ڪئي.

هن ڳالهه جو سلسلو جاري رکندي چيو ته ڪلهه شام جو
هڪ معزز هندستاني سڄڻ پنهنجي زال ۽ ٻارن سان اسانجي
هوٽل ۾ آيو ۽ منهنجي پر واري ڪمري ۾ اچي رهيو. انهن
وٽ Look, Life, Time ۽ Sketch ودیشي مئزنون هيون ۽
جڏهن ڪان مان ٻاهجي مان آئي هيس تڏهن ڪان مون آهي
ڪونه پڙهيون هيون. انهيءَ ڪري ان شام جو ئي مان
سندن ڪمري ۾ ويس. مالڪ جا رنگ نرالا آهن. ظاهري

الپسترا ۽ هڪ يورپين مرد ۽ زال سان گڏ اچي اُتي سهڙيو. سنتن جون رمزون نراليون ڏيندڙون آهن. هو پنهنجن جيون کي چقمق وانگر پاڻ وٽ ڪيترائي آڻيندا آهن. حضور مهاراج جن کي ڏسندئي اها يورپين ليڊي ڊوڙي اچي سندن چرنن ۾ ڪري. حضور جن پنهنجا ٻئي ٻوڪر هٿ هن جي مٿي تي رکيا ۽ هن کي اُٿي وهڻ لاءِ چيائون پر هوءَ ڪونه اُٿي. هوءَ اچي روئڻ ۾ ڇڙڪي ۽ لڳي حضور جن جي چرنن کي چمڻ. اهو اهڙو نه دلپذير نظارو هو جنهن جي ڏسڻ لاءِ ديوتائون به جيڪر لوڇن! حضور جن هڪ آرام ڪرسيءَ ۾ رونق افروز هئا ۽ هوءَ پنهنجن گوڏن سان حضور جن جا چرن ٻسائي رهي هئي.

حضور جن فرمائڻ لڳا، "ڌيءَ! شانت ڪر. اُٿي ويهه."

نوجوان ليڊيءَ ٿورو ڪنڌ مٿي ڪري حضور جن جي نيترن ڏانهن نهاريو ۽ وري پنهنجو سر کڻي حضور جن جي چرنن ۾ رکيو.

حضور جن وري چيو ته "چڱو، هاڻي بس ڪر. اُٿي ڳالهاءِ. تون هي مٿي نيڪڻ جو هندستاني طريقو ڪٿان سکي آهين؟ چڱو ٻچا! هاڻي اُٿ. انهن لفظن ۾ حڪم نوڙي پيار ٻئي سمايل هئا. اهو ٻڌي هوءَ ليڊي اُٿي ويٺي ۽ چوڻ لڳي، "منهنجا مالڪ! اهو سڀ ڪجهه توهان ئي ته مونکي سيکاريو."

حضور جن وراڻيو، "ڀر هن کان اڳ ته اسين ڪڏهن به گڏيا ڪونه آهيون؟"

"ڇا اڳ ڪڏهن به ڪونه گڏيا آهيون؟ ڇا اسين پراڻا مترڪين آهيون؟" وري ڀاڻڪي درست ڪندي ليڊيءَ چيو، "ڇا توهين منهنجي ٻالپڻ کان وٺي منهنجا

ڪري ته ۽ سال پوري ٿيڻ بعد هيڊ ماستر هنکي مٿئين درجي ۾ چڙهڻ جي لائق سمجهي ٿو. پر جيڪڏهن هو پنهنجا سبق ياد نٿو ڪري، برابر اسڪول ۾ به نٿو وڃي ۽ بري صحبت ۾ هيڏانهن هوڏانهن رلي ٿو، اهڙي قدر جو هو ان ڪلاس جا ڪم به وساري ٿو ڇڏي ۽ پنهنجي پوئيتا وڃائي ٿو وهي پوءِ اهڙي حالت ۾ جيڪڏهن استاد کيس واپس هيٺئين درجي ۾ لاهي ٿو ڇڏي ته اهو جائز ڪونهي ڇا؟

اهڙي ريت هي سنسار به هڪ وڏو اسڪول آهي جتي پرم پتا پرماتما اسانکي سکڻ لاءِ ارٿات آتم گيان پراپت ڪرڻ ۽ ستيه کي سڃاڻڻ لاءِ موڪليو آهي. هن سنسار روپي اسڪول ۾ ڪيترا گهڻيئي درجا آهن. جيڪڏهن اسين پنهنجي جيون ۾ اهو سبق سکي ڇڏيون جنهن جي سکڻ لاءِ اسين هن اسڪول ۾ موڪليا ويا آهيون يعني پاڻ کي ۽ پنهنجي مالڪ کي سڃاڻون ته پوءِ ضرور مٿئين درجي يعني اوچن روحاني منڊلن ۾ چاڙهيا وينداسين. پر جيڪڏهن سبق سکڻ بجاءِ اسين اهو سبق، جيڪو اڳئين درجي ۾ سکيا هئاسين ڀلائي ڇڏيون يعني منش جنم پائي به جيڪڏهن اسين ڍورن جهڙي هلت ڪريون ته پڪ ٿي پڪ اسانکي وري حيوان جي جون ۾ وڃڻو پوندو.

ياد رکو قدرت نياءَڪاري آهي. قدرت جيڪي اهائي ديهه ڏني ٿي جنهن ۾ هو پنهنجون آدرشون ۽ اڀورتيون تمنائون چڱي طرح پوريون ڪري سگهي. جيڪڏهن منش جنم ۾ جيڪا جون لچائون ۽ تمنائون حيوان جهڙيون آهن ته پوءِ هو ضرور حيوان جي جون پائيندو.

ان وقت مسٽر وليريان پنجاب جو ڊپٽي ڊائريڪٽر آف

رڻ وقت به اها پرپل اچا سندس من ۾ بوجه اٿي رهي .
درت هڪڙي اهڙو مادي جانور جو شرير ڏيندي جيئن
سر ڇهين مهني هڪڙي ڇهه ڇهه پچا ڄمندا رهن . قدرت
ادي ڪنور ۽ سنگدل آهي . شرير ۽ شڪل جو هن وقت
رو به مهتو ڪونهي . پرڪرتيءَ جو ڏيان صرف ان ڳالهه تي
هي ته ڪهڙي قسم جون اڃانون اُتڪرش ۾ اڪرپل
هن ۽ اهي ڪهڙي قسم جي شرير ذريعي پوريون ٿي
گهن ٿيون . اسانجي اُتهڪرش ۾ اهي اڪرپل اڃانون
سان سان هر جنم ۾ گڏ هلن ٿيون .

مسلمان سڄڻ مان هڪ چيو ته اهو ته قدرت جو وڏو
هر چيو جو انسان کي جانور جي جون ڏني ٿي وڃي .

حضور جن وراڻيو ته برابر، قدرت جا نيم اٽل آهن .
درت جهڙي ڪنورتا ۽ سختي دنيا جي ڪنهن
. حڪومت ۾ ڪانه ملندي . پر انهن درست ڪونهي ڇا
. ڪڏهن ڪنهن انسان جو وهنوار ايترو ته خراب
ولدو آهي جو جيڪر هڪ حيوان کي به نه سونهي؟ پوءِ
نين ٺيڪ ڪونهي ڇا ته قدرت اهڙي جيو کي هيٺين جوڻين
موڪلي جتي هو پنهنجي ڪيل ڪرمن جو ڪيترو نه ڀوڳي
سکهي ۽ آئينده لاءِ سڌرڻ ۽ اوچي اُنت جو سبق سکي؟
هر جنم جي قانون سان ڪرمن جو قانون بلڪل کهري ۽
هانيءَ طرح جڙيل آهي . "جيڪي پوکيندا سو لڻندا ."
ڪرمن جو قرض ته چڪائڻو ئي پوندو . اها ڪهڙن ڪرمن
جي قرض جي ڦهي ، اوهين ڪٿي ڪيڏانهن به وڃو اوهانجي
ڇي ۾ لڪيل ٿي رهندي .
مثال طور توهين پنهنجي پٽ کي اسڪول ۾ داخل ڪرايو
تا . هو هر روز اسڪول ۾ حاضر رهي ٿو ۽ ڏاڍي محنت

آهي ته جيڪي گهرجن سو ملندو. اسان جي زندگي اسان جي اڇائن ۽ ڪامنائن انوسار گهڙجي ٿي. اسين جيڪا به اڇا ڪريون ٿا قدرت انکي پوري ڪرڻ جو انتظام ڪري ٿي. اسان جو جنم ۽ جنم استان، پريوار ۽ ٻيون حالتون جن ۾ اسان کي جنم وٺڻو پوي ٿو، اهي سڀ ڳالهيون هميشه ان قانون مطابق ئي فيصل ٿين ٿيون. "جهان آسا تهان باسا." جتي اسان جون ڪامنائون آهن اسين اُتي ئي ڪيڇجي اچون ٿا ۽ ڌيوي پدارٿن ۽ پراڻين جو موهه ۽ پيار ئي اسان کي بار بار هن دنيا ۾ ڪيڇجي اچي ٿو. اسان جو موهه جيترو گهٽ هوندو ۽ اڇائون جيتريون پربل هونديون اوترو ئي جلد اسين ان چاهيل پدارٿ کي پائيندا سين.

اسان جون اڇائون ضرور پوريون ٿينديون پر اهو ضروري ڪونهي ته اهي هن جنم ۾ ئي پوريون ٿين. ٿو جو ممڪن آهي ته ڪن خاص اڇا جي پورتيءَ لاءِ هاڻوڪيون حالتون موافق ۽ ٺهڪندڙ نه هجن. تنهنڪري اسان جي اها اڇا اسان جي انتهڪرڻ (من جو اهو سوکشم حصو جو اسان جي اڇائن کي درج ڪندو رهي ٿو) تي اڪريل رهي ٿي ۽ قدرت ان جي پوري ڪرڻ لاءِ ڪوشش جاري رکي ٿي. پر ان جي پورتيءَ لاءِ وقت گهرجي. ان اڇا جي پورتيءَ جو مدار ان تي آهي ته اها اڇا ڪهڙي قسم جي آهي يا ڪيتري پربل يا متاچري آهي. جڏهن اسان جو موجوده شرير ان اڇا کي پوري ڪرڻ لائق آهي ته پوءِ اسان کي ٻيو اهڙو شرير ڏنو ويندو جنهن ۾ ان اپورڻ اڇا جي بخوبي پورتي ٿي سگهي.

سمجهو ته ڪا نوجوان پرڻيل استري ٻنا اولاد گذاري تي وجهه . هن ساري عمر سنتان لاءِ ارداسون پئي ڪيون ۽

آهي پوري مرشد کي ڳولي انهيءَ کان ساڌنا سکي پنهن
اصلي گهر ڏانهن وڃڻ. ٽين منزل آهي معرفت يعني روح
گيان جي پراپتي. چوٿين آهي حقيقت يعني مالڪ سان
هڪ ٿي وڃڻ. هاڻي ٻڌايو ته ڪير چاهيندو ته هيء
پهرين منزل تي ئي بيٺو رهي جڏهن هيڪي مٿين منزلن
بخوبي جاڻ آهي ۽ اها به خبر اٿس ته روحاني ترقيءَ
انهن منزلن کي طئه ڪرڻ لازمي آهي.

مسلمان سڄڻ سوال ڪيو ته توهانجو به اهوئي مارگ آهي
ان تي حضور مهاراج جن وراڻيو ته سڀني مهاتمائن
هميشه کان هڪ ئي مارگ رهيو آهي پوءِ ڀلي هو ڪنه
به ذات، ديش يا ڌرم جا هجن. اهو طريقو هر جڳهه ۾
هر وقت سمان پيئي رهيو آهي. اهو ڪنهن انسان جو ٺاهيل
ڪونهي، جنهن ۾ ڪجهه گهٽائڻ وڌائڻ يا ڦير گهير جي ضرورت
پوي. اهو ته مالڪ جو خود ٺاهيل آهي جو انسان جي رچنا
ڪرڻ وقت ئي ٺاهيو ويو آهي ۽ هر زماني ۾ هر انسان لاءِ
يڪسان آهي.

مسلمان سڄڻ پڇڻ لڳو ته حضور اوهانجي روحاني اڀياس
جو مسلماني نالو ڪهڙو آهي؟

"حضور مهاراج جن ٿورو مشڪيا ۽ فرمايائون،" مسلمان
فقير ان کي "سلطان الاذڪار" چوندا آهن جنهنجي معنيٰ
آهي، "سڀني ساڌنائن جو بادشاهه."

ان کان پوءِ مسلمان سڄڻ چوڻ لڳو ته مونکي هندن جي
پنر جنم جو اصول پوريءَ ريت سمجهه ۾ ڪونه ٿو اچي.

حضور جن وراڻيو ته مان اهو ٿورن لفظن ۾ توهانکي
سمجهائڻ جي ڪوشش ڪريان ٿو. هن سنسار ۾ اساجون
اڇائون ئي جنم ۽ پنر جنم جو ڪارڻ آهن. قدرت جو قانون

أنهيءَ جو روپ ني ٿيا وڃن.

عاشقن جي سرتاج منصور کي ڇو سوريءَ تي چاڙهي ويو؟ ڇاڪاڻ ته الاهي عشق جي آنند ۾ مست ٿي هن أناالحق جو نعرو هنيو. پريم جي اوستا کان اڻ ڄاڻ ۽ شريعت جا پابند لوڪ منصور جي روحاني ڳٽيءَ کي سمجهي ڪين سگهيا ۽ هنن منصور جي خلاف ڪفر جي فتوا ڏيئي ڇڏي. پرشيا جي درويش شمس تبريز جي جيئري ئي کل لاٿي ويئي ڇاڪاڻ ته هن هڪ مئل ٻار کي چيو ته الله جي حڪم سان اُٿي کڙو ٿي مگر هو نه اُٿيو. تڏهن وري چيائين مهنجي حڪم سان اُٿي کڙو ٿي ۽ ٻار اُٿي ويٺو. ڪبير صاحب فرمائين ٿا:-

"ڪرتا ڪري نه ڪر سڪي، سنت ڪري سو هوءِ"

پلٽو صاحب فرمائين ٿا:-

"رام سمجهي سنت هئن وي جو ڪرن سو هوءِ.
وي جو ڪرنه سو هوءِ حڪم مين اُن کي صاحب.
سنت ڪهئن سوئي ڪرن رام نا ڪرلي بايب."

پر ڪوتاهه نظر واچڪ گياني انهيءَ حقيقت کي سمجهي نٿو سگهي ڇاڪاڻ ته هنکي اها بوجهه ڪانهي ته اهڙيون روحاني منزلون آهن جتي عقل ۽ بُديءَ جي پهچ ڪانهي. مسلمان سچ چيو، "پر شريعت جي ليمن کي ٻه لباهر ڪڍي."

حضور جن وراڻيو، "بيشڪ، پر سندن دائري الڳ ڇاڪاڻ ته شريعت کان متي دائرو معرفت ۽ حقيقت جو آهي شاگرد کي هميشه ٻاراڻو ڪتاب پڙهڻ نٿو سونهائي. مهاتمائن روحاني سفر جون چار منزلون ٻڌايون آهن جنهن مان شريعت پهرين منزل آهي. ٻي منزل طريقت آهي جنهن جو مطالعو

پنهنجي ڪتابن ۽ چترائيءَ کي آگ ۾ ساڙي ڇڏيو ۽ پنهنجي من کي مالڪ جي پيار سان مالامال ڪريو ۽ پنهنجي هردي روپي باغيچي کي هنجي پيار ۽ محبت سان هريو ڀريو بڻائي رکو.

سڀ مهاتمائون هتي اچي صرف ان مالڪ جي پيار ۽ عشق جا گيت ڳائين. هو دنيا جي رتين رسمن ۽ ڪرم ڪانڊ يا شريعت ۾ ڪو به دخل ڪونه ٿا ڏين. هو دنيا ۽ دنيا جي رواجن کي ڪين ڇيڙيندا آهن. جيڪڏهن ڪنهن وقت ڪا شادي ٿيڻي آهي ته هو چون ٿا ته پنهنجي سماج جي رتين ۽ رسمن موجب يا جيئن لوڪاچار وٽ وجي ڪريو. مطلب ته آهي گهوٽ ڪنوار جو هٿيالو ٻڌڻ سان يعني ٻنهي کي وواهڪ جيون ۾ ٻڌڻ سان، پوءِ ڀلي جيئن چاهيو ادا ڪريو. موت ڪالپوءِ جي ڪنهن شرڌا جو سنسڪار ڪرڻو آهي ته سڀ چوندا آهن چاهي آگ جي سپرد ڪريو چاهي دفنايو. پر پيدا ٿيڻ ته ڀلي پنهنجي رتين رسمن موجب هن جو نالو وغيره رکو ڇاڪاڻ ته نرمل پرمارٿ جو انهن شريعت جي ڳالهين سان ڪو به تعلق ڪونهي. مالڪ جي دربار ۾ ته صرف پريم ۽ ڀولڙائپ جو قدر آهي.

سنت انهيءَ وقت پيدا ٿيو جڏهن واچڪ گياني پنهنجي عقل ۽ ٻڌيءَ کي پريم جي دائري ۾ زبردستي آڻي ٿو. شريعت جو مقصد صرف اهو آهي ته انسان سماج ۾ نيم ۽ شانتيءَ سان رهي پر شريعت جا پابند اهو محسوس نٿا ڪن ته گورمکن جو آتمائن سان پريم ۽ پرماتما جو گورمکن سان پريم لامحدود ٿيندو آهي ۽ انهيءَ کي ڪنهن به نموني سيمت يا محدود ڪري نٿو سگهجي. مالڪ جا پيارا هتي جي قانونن کان گهڻو مٿي ٿا وڃن بلڪ هو ته پريتم ۾ ملي

گرم ريتي هاري ويئي. جڏهن هڪ مسلمان درويش ميان مير، گورو صاحبن سان همدرديءَ ۾ ملڻ ويو ته مالڪ جي پياري گورو ارجن ديو تي هي ظلم ۽ ستم ٿيندا ڏسي برداشت ڪري ڪونه سگهيو. هن گورو ارجن ديو مهاراج جن کي عرض ڪيو ته جيڪڏهن توهين اجازت ڏيو ته مان هنن سڀني ظالمن کي مٽيءَ ۾ ملائي ڇڏيان ۽ ان سان گڏ ساري لاهور علائقي جو نام نشان مٽائي ڇڏيان.

گورو ارجن ديو جن مشڪي فرمايو، "پيارا ڀاءُ! ڀريس مولڪي هن ڳالهه جو جواب ڏي ته هي جيڪي ڪجهه ٿي رهيو آهي اهو منهنجي منڙي مالڪ جي موج ۽ مرضيءَ خلاف ٿي رهيو آهي ڇا؟ جيڪڏهن نه، ته پوءِ هنجي حڪم ۽ رضا موجب جيڪي ورتجي رهيو آهي ان ۾ مان بلڪل خوش آهيان، "تيرا ڀاڻا ميٺا لاڳي."

راڻوادي هنسراج چيو ته هن دنيا سنتن مهاتمائن تي ڏاڍا ظلم ڪيا آهن، وتل وهايا آهن.

پنڊت تاڪردت چوڻ لڳو ته اها ڪيڏي نه بي رحمي جي جو هڪ انسان تي محض ان ڪري ظلم ڪيو وڃي تو چاڪاڻ جو هو مالڪ جي پوڄا ۽ پرستش ان طريقي سان نٿو ڪري جنهن سان ٻيا ڪن ٿا.

مسلمان سچڻ پڇڻ لڳو ته حضور انين ڀلا ڇو ٿو ٿئي؟ حضور جن فرمايو، "عقل ۽ عشق جون راهون نيون نراليون ليندڙون آهن. پريم قانون ۽ قاعدي کي ڪونه ڄاڻي ۽ عقل ٻڌيءَ وٽ پيار جو ڪهڙو قدر؟ عقل ٻڌي ۽ قانون هن دنيا جي ڪمن ڪارين جي سر انجامي ڪرڻ لاءِ آهن پر پرماتما جي نام ۾ پريم روپي پکن جي سهاري پهچي سگهبو.

"صد ڪتاب وصد ورق در نار ڪن، ......." يعني

موٽڪي دل و جان سان پيار ڪندا هئا.

مون ونين کي ڇڪي ٻاهر ڪڍيو ته ڏٺم ته صرف ٻاهه اُسڄ ڀري وسامي ويٺون هيون. اهو ڪيئن ٿيو؟ ان جو پتو اڄ تائين ڪونه پيو آهي. انهن ونين ۾ ڪا به خرابي ڪانه هئي ڇاڪاڻ ته جڏهن ٻيو پيرو انهنکي ڪم ۾ آندو ويو ته برابر ڪم ڏنائون.

مسلمان سچا چوڻ لڳو ته ها، ان مان ظاهر آهي خدا ڪڏهن ته اساڄون پرارٿنائون اگهائي ٿو. پر اها خبر ڪانهي ته انهن کي منظور ڪرڻ لاء هن پاڻ وٽ ڪهڙي ڪسوٽي رکي آهي.

حضور مهاراج جن مشڪيا ۽ فرمايائون ته اساڄون هي اکيون ته صرف موجوده ڳالهين کي ٿي ڏسي سگهن ٿيون پر پرماتما سرو شڪتيوان ۽ سرو گياتا آهي. اسانکي هنجي حڪم ۾ رهڻ جڳائي ۽ جيڪي ڪي هو اسانکي ڏئي سو اکين تي رکڻ گهرجي. اسانکي هن جي رضا کي بدلائڻ جو خيال سپني ۾ به نه اچڻ کپي.

تنهن تي مسلمان سچا چيو ته بصري جي درويش بي بي رابعه بصريءَ جي ڳالهه ڪندا آهن ته، هن پنهنجي بيماريءَ کي دور ڪرڻ لاء ڪو به جتن ڪونه ڪيو ۽ نڪو پنهنجي مفلسيءَ کي مٽائڻ لاء ڪوشش ورتي. هن اها مفلسي ۽ اهي بيماريون مالڪ جون موڪليل سوغاتون سمجهي سويڪار ڪيون.

حضور مهاراج جن ان ڳالهه کي جاري رکندي فرمايو ته گرو ارجن ديو پنجين پاتشاهيءَ کي لاهور جي گورنر، جهانگير بادشاه جي حڪم موجب ڏاڍيون سختيون ۽ عذاب ڏنا. هنکي تتي لوه تي وهاريو ويو ۽ سندن شرير مٿان

۽ ڏنم وسفوٽ (بلاسٽنگ) بلڪل صحيح نموني ۾ ٿي چڪي هئي. ان ڪالهوءِ مون کي ڪمانڊر کي چيو ته هاٿي هلو ته باقي ٻن رهيل سرنگهن مٿان سليپر جمائي رکون. منهنجي اوورسيئر چيو ته سائين! اسان ته انهن جي وٽين کي به باهه ڏيئي ڇڏي آهي.

”باهه ڏيئي ڇڏي اٿو؟ مالڪ ٻچاءِ! پر انهن تي ته اڃا سليپر به ڪين رکيل هئا. تو ته سڄو ڪم چوپٽ ڪري ڇڏيو،“ مون چيو.

ان وقت ته هڪ پل به ضايع ڪرڻ ڪرڻو هو. مان، جن ٻنهي سرنگهن ۾ باهه لڳائي وئي هئي اوڏانهن وٺي ڊوڙيس ته جيئن سگهي ته ٻرندڙ وٽين کي ٻاهر ڪڍي ڦٽو ڪريان. رستي ۾ منهنجي هڪ انگريز زبردست مونکي ٻنهي ٻانهن سان ڪٽي پڪڙيو ۽ چوڻ لڳو ته مان توهانکي ٽڪرا ٽڪرا ٿيندو ڏسي ڪين سگهندس. ان وقت مون چيو، ”فرئنسس، مونکي ڇڏ ته مان وڃان،“ پر هن ڪين مڃيو.

اوڏي مهل منهنجي دل مان بي اختيار هڪ پرارٿنا لڳي. ڪجهه وقت اڳ مونکي بابا جي مهاراج جن نام دان بخشيو هو ۽ ان مهل مون نهايت عاجزيءَ ۽ بيوسيءَ سان کين ياد ڪيو. وسفوٽ ڪارڻ منهنجي شرير جو ڪهڙو به حال ٿئي ها، انجي مونکي ڪک برابر به چنتا ڪانه هئي مگر اهو ئي خيال ستائي رهيو هو ته انگريز آفيسر اسان هندستانين لاءِ ڇا سوچيندا جنکي هن هيڏو اهميت ڀريو ۽ هيڏي جوابداريءَ وارو ڪم سونپيو هو. انگريز مان وسفوٽ واري هنڌ ڊوڙي ويس باقي ٻيا سڀ دپ جا ماريا حيران بيٺا رهيا. هنکي منهنجي سلامتي جي ڏاڍي چنتا هئي جو منهنجا ساٿي ڪم ڪندڙ ۽ منهنجا زبردست

ويٺي. آخر ۾ مهنجي سڀ کان بالا آفيسر مون ڏانهن مخاطب ٿي چيو، ”توهانکي ته هن مشڪل مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ ڪو نه اُپاءُ يا رٿ ڪا نه ٿي سجهي؟“ مون کيس چيو، ”هيئنر مونکي هڪ رٿ ڪري آئي آهي ۽ جيڪڏهن اوهين مونکي ٻه چار سو ڪاٺ جا سليپر خريد ڪرڻ جي اجازت ڏيندا ته مان اهو ڪم پورو ڪري سگهندس. هن چيو، ته جيترا به سليپر چاهيو، خريد ڪريو. هي سڄو ڪم پوري طرح توهان تي ڇڏيون ٿا ۽ جيڪڏهن توهين هن ڏکئي مسئلي کي حل ٿا ڪريو ته اسانکي ڏاڍي خوشي ٿيندي.“ انهن چئي سڀ روانا ٿي ويا.

ٻهاڙ جي مٿان ٻه ٽي لک سليپرن جا رکي مون وري ته بارود سان ٻهاڙ کي اڏائڻ شروع ڪيو. مهنجي اها تجويز ڪامياب رهي ۽ ڪم جو لڳو اڪلاءُ ٿيندو رهيو. شروع ۾ سارو ڪم پنهنجي نگهبانيءَ هيٺ ڪرائيندو هوس ۽ پنهنجن زبردستن تي ڪم ڇڏي ڏيڻ جي همٿ ٿي ڪو نه ٿيندي هئي. باقي وڏن دڪان وقت پهچڻ تائين مهنجا زبردست ۽ مزور ان ڪم ۾ اهڙا هوشيار ۽ پروڻ ٿي ويا هئا جو مون کي انهن تي پورو ڀروسو جمي ويو. هڪ ڏينهن صبوح جو جڏهن دهول ۽ انگريزن جي سڀ کان وڏي دڪان جي وچ ۾ ڪم هلي رهيو هو ته نوڪر مهنجي لاءِ کير کڻي آيو. اهي ڏينهن صبوح جو روزمره کان سويل مان ڪم تي هليو آيو هوس ۽ نيرن تيار ڪو نه ٿي سگهي هئي انڪري نوڪر کي چئي آيو هوس ته جتي ڪم پيو هلي اتي ٿي کير کڻي اچج. مون پنهنجن ماڻهن کي ٻهڙين جمائي رکيل بارود جي وٽين کي آگ لڳائڻ لاءِ چيو ۽ مان ٿوري دير اتان نڪري آيس ته پاسيرو ٿي کير پيئي وٺان. مان کير پيئي موٽيس

جو انچارج ايس. ڊي. او هوس. مري پهاڙ هڪ اهميت ڀريو شهر هو ۽ سرڪار اُتي پاڻي پهچائڻ لاءِ هڪ وڏي رقم ٻڌائي، جنهن ۾ ڪافي پريان پائيپ لائين آڻڻي هئي ۽ وچ ۾ پهاڙن کي ٽاڪڻو هو. اهو ڪم مونکي سپرد ڪيو ويو.

هڪ مهني ڪم ڪرڻ سان اهو اندازو ٿيو ته جيڪڏهن پهاڙ کي ڇيڻين ۽ ڪُدين اوزارن سان ٽاڪبو ته تمام گهڻو وقت لڳي ويندو ۽ سرڪار جيڪا رقم منظور ڪئي هئي ۽ وقت مقرر ڪيو هو، ان ۾ ان ڪم جي سرانجامي ٿي نه سگهندي. سڄي مهني ۾ اسان صرف ٢ فرلانگ ئي وڌي سگهياسين ۽ سرڪاري منظور شده رقم جو چوٿون حصو خرچ ٿي ويو. مون بالا آفيسرن جي ڌيان تي اها ڳالهه آندي ۽ ان ڪم کي بارود جي سرنگهين ذريعي پوري ڪرڻ جي اجازت گهري. اها اجازت ملي ۽ ڪم ۾ چڱو واڌارو ڏسڻ ۾ اچڻ لڳو. جڏهن اسين مري شهر جي ڪئنٽل ايراضيءَ کان هڪ ميل پري هئاسين ته اهو رستو شهر جي ان حصي مان لنگهيو ٿي جتي انگريزن جا بنگلا هئا ۽ اسانجي پائيپ لائين ان رستي جي هيٺان ٿي وڃڻي هئي جتي گهڻو ڪري انگريزن جا دڪان هئا ۽ هڪ وڏي ديول هئي. دڪاندارن ۽ پادرين سرڪار کي نوٽيس ڏنو ته بارود جي وسفوٽ سبب جيڪڏهن اسانجو ڪو به مالي نقصان ٿيو، دڪانن جا شيشا وغيره ڀڳا ته سرڪار کي نقصان ڀري ڏيڻو پوندو.

تنهنڪري اسان پهاڙ کي وري ڇيڻين سان ٽاڪڻ شروع ڪيو پر اُتي زمين اهڙي ته سخت نڪتي جو خرچ ڏهوڻو ٿي آيو. سرڪار لاءِ مشڪل مسئلو ٿي پيو. بالا آفيسرن جي هڪ ميٽنگ سڏائي وئي پر اُتي به ان پيچيدي سوال جو ڪو حل نڪري نه سگهيو. سمورو همت ۽ دماغ پڇي بيڪار

جون پرارٿنائون پڙهيون جي پڙهي سڀ ڏاڍا ڪليا.

ڪبير صاحب جي پرارٿنا:-

سوکي ڀڳت نه ڪيجئي يهه مالا اپني ليجيءِ.
هئه مانگئه سنتن ريبا مئن ناهين ڪسي ڪا دينا.
ماڌو ڪئسي بني تم سنگي آپ نه ديهه نه ليئه منگي.
(مٿيون ضرورتون هي آهن)
دءِ سير مانگئه چونا - پاءَ گيهه سنگي لونا.
اڌ سير مانگئه دالي - موڪئه دونئه وکت جوالي.
کاٽ مانگئه چوپائي سرهانا اوُر تلائي.
اوپر ڪئه مانگئه کيندا تيري ڀڳت ڪري ٿيندا.
مئن ناهين ڪيتا لبو اڪ ناءَ تيرا مئن ٿيو.
کهه ڪبير من مانئا مئه مانئا تئه هر جاڻيا.
(سورٺا ڪبير جي ٦٥٦-١٥)

ڌني جاٽ جي پرارٿنا:-

## گوپال تيرا آرتا

جو جن تمري ڀڳت ڪرنتي تن ڪي ڪاج سوارتا.
دال سيڌا مانگئه گهيئه همرا خوسي ڪري نت جيئه.
پنهيئا ڇادن نيڪا اناج منگئه ست سي ڪا.
گئوُ ڀئنس منگئه لاويري اڪ تاجن تري چنگيري.
گهر ڪي گيهن چنگي اَن ڌنا ليوءِ منگي.
پنڊت نه اکردت چيو نه اسين جيڪي گهرون تا سو
ملي نه ڪونه ٿو.

حضور جن فرمايو، ”مالڪ اسان کي سڀ ڪجهه ڏنئي
رهيو آهي. سوال آهي ته اسانکي گهرڻ ڇا کپي. ان باري
۾ مان توهانکي پنهنجو هڪ انڀئه ٻڌايان ٿو. مان اَن وقت
اُجا ڪري ۾ هوس؛ مري ڀاءُ جي ملٽري سڀ ڏوهز ن

نه گهرجي؟“

حضور جن ورائيو، ”نه! پرارٿنا جا ڏاڍا فائدا آهن. پرارٿنا ماڻهوءَ کي نهٺو ۽ نماڻو بڻائي ٿي، هٺ ۽ گهمنڊ ۽ اهنڪار دور ڪري ٿي. پنهنجي بيوسي ۽ عاجزي مالڪ اڳيان ظاهر ڪرڻ سان، منش کي ڀڳتي، پوترتا ۽ نيڪي حاصل ٿين ٿيون. اسانجو سارو جيون پرارٿناميه هئڻ کپي. پرارٿنا اسانجو هردو شڌ ۽ پوتر ڪري ٿي.“

مسلمان سڄڻ عرض ڪيو ته حضور! مهرباني ڪري اسانکي هڪ سٺي پرارٿنا ڪرڻ جو نمونو ٻڌايو.

جواب ۾ حضور جن فرمايو ته مان جيڪر هن ريت پرارٿنا ڪريان:-

”اي منهنجا مالڪ! مان بلڪل نادان آهيان. مونکي خبر ئي ڪانهي ته توکان ڇا گهران. جيڪي مون لاءِ بهتر سمجهين اهو ئي مونکي ڏي. مونکي ڀل ٻڌي بخش ته جيڪي ڪجهه تون منهنجي بهتري ۽ ڀلائيءَ لاءِ ڏين يا جتي ۽ جنهن حال ۾ رکين، ان ۾ راضي رهان. مون ۾ نڪو ڪو گڻ آهي نه ڀڳتي آهي. منهنجا ڪرتوت ڪُڌا ۽ گناهن سان ڀرپور آهن. مون ۾ ڪابه چڱائي ڪانهي، من مونکي پوريءَ ريت پائمال ڪري ڇڏيو آهي. اي منهنجا مالڪ! مون جهڙي گنهگار لاءِ، سواءِ تنهنجي پوتر چرنن جي ٻيو ڪهڙو اُجهو ۽ آسرو آهي. اي مالڪ مون تي رحم ڪر، مونکي پنهنجي شرڻ بخش. مونکي ٻيو ڪي ڪين گهرجي. مونکي پنهنجو داس بڻاءِ جيئن مان تنهنجو بڻيو رهان ۽ تون منهنجو بڻيو رهين.“

مسلمان سڄڻ چيو، ”نهايت اعليٰ!!“

تنهن کانپوءِ حضور مهاراج جن ڪبير صاحب ۽ ڏلي جامع

رانزادو چئي ويٺو، ”پرارٿنا جو هي پهلو اسان لاءِ نه
بلڪل نئون آهي.“

حضور جن فرمايو، ”دنيوي ماڻهو نه ڄاڻي ٻون عجيب
غريب پرارٿنائون ڪندا آهن. ڪجهه ڏينهن اڳ مون ڪي هڪ
وديشي ستسنگيءَ جي چٺي ملي، جنهن ۾ هن پنهنجي پالتو
ٻليءَ لاءِ پرارٿنا ڪرڻ لاءِ عرض ڪيو هو جا بيمار هئي ۽
ڪيترن ڏينهن کان ڪجهه ڪولي کاڌو هئائين. هاڻي اهو
عرض ڪنهن ٻالي ٻولي ڇوڪري يا ڪنهن سادي سودي
ٻوڙائي ڪين ڪيو هو مگر هڪ پڙهيل لکيل ۽ سيبه ٻوڙ ٻين
سمجهڻ. ماڻهو پنهنجي ڪائين، گهوڙن، پاليل ڪتن، ٻلين ۽
سورهڙن جي لاءِ پرارٿنا ڪرڻ لاءِ چوندا آهن. ان مان ڇا
ٿو ظاهر ٿئي؟ هنڪي خبر آهي، گهٽ ۾ گهٽ سيڌي ستسنگين
ڪي خبر آهي ته سڀ دک تڪليفون بيماريون جيو جي
اڳين ڪيل ڪرمن جو نتيجو آهن ۽ اهو ڪرمن جو قرض
ضرور چڪائڻو پوي ٿو. ڪال نه پنهنجو حساب پائي پائي
چڪائي وٺي ٿو ۽ جيڪڏهن هو واسطيدار جيو کان نٿو وصول
ڪري سگهي ته پوءِ هنجي ڪرمن جي بوجهه نڪندڙ هنجي
ستگوروءَ کان چڪائي وٺي ٿو. ستسنگي هن ڳالهه کان بخوبي
واقف آهن. پوءِ به هو چاهين ٿا نه پلي سندن ستگوروءَ
کي دک ۽ تڪليف سهڻي پوي پر سندن ڪتا ۽ ٻليون
سکي پون.

ان جو اهو مطلب ڪواهي ڇا نه هو پنهنجن ڪتن کي
پنهنجي ستگوروءَ کان وڌيڪ پيار ڪن ٿا ۽ پوءِ به هو اها
دعويٰ ڪن ٿا ته هو ستگوروءَ کي ڪل مالڪ پرماتما
سمجهن ٿا.

پنهنجي ٿاڪر ڏس پڇيو، ”پوءِ نه پرارٿنا ڪرڻ ئي

جي رضا ۾ راضي رهندا آهن.

ان مسلمان سڄڻ وري چيو ته پرارٿنا ڪرڻ ۾ ڪهڙو هرج آهي؟

حضور جن وراڻيو، ”اهل رضا وارا فقير چون ٿا تہ جڏهن پرماتما هن ساري سرشٽيءَ جو چرخو هلائي رهيو آهي ۽ جو سرو گياتا آهي تہ پوءِ هنڪي راه يا رت ڏيڻ يا پرارٿنا ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟

پلا هو اسانجي ڪابہ اهڙي رت يا صلاح مڃيندو ڇا جا هنجي نظر ۾ غلط ۽ هاڃيڪارڪ آهي؟ يا اسانکي اهو چڱائي تہ ڪيس ڇئون تہ هيئن ڪر ۽ هيئن نہ ڪر.

ان تي پروفيسر ڄڳموهنلعل چيو تہ جي گهرائيءَ سان ڏٺو وڃي تہ ڪنهن بہ شيءِ لاءِ پرارٿنا ڪرڻ ڏيکاري ٿو تہ اسان جو پرماتما جي نيڪي ۽ سياڻپ ۾ وشواس ڪونهي.

رائزادي هنسراج الهيءَ ڳالهہ جي تائيد ڪندي چيو تہ در اصل اسين پرماتما کي پرارٿنا الهيءَ ئي خيال سان ڪريون لا تہ هو ڪا غلطي ڪري رهيو آهي ۽ اسين ڪيس ان جي نتيجن کان اڳواٽ آگاه ڪريون.

تنهن تي پنڊت ٺاڪرداس چيو تہ پرارٿنائون تہ ويدن ۾ بہ ڏنل آهن.

حضور جن فرمايو، ”پرارٿنا صرف پرماتما جي ديا مهر ۽ پنهنجي پاپن کي بخشائڻ لاءِ هئڻ کپي. پرماتما کان فنا ۽ ناسولت چيزون ڇو گهرجن؟ مولانا روم صاحب فرمائين ٿا،

”خدا کان خدا گهر ۽ سنساري پدارٿن جي چنتا سان پنهنجي دل جو آئينو سياه نہ ڪر. گورو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا:-

’نام باجهون منگما سر دکان دي دک.‘

دوستن سان ڪيترائي دفعا درشن ڪرڻ ايندو هو. انهن موقعن تي ڏاڍيون وڻندڙ ۽ سکيا ڏائڪ ڳالهيون ٿينديون هيون. هڪ ڀيري هڪ مسلمان ڪتب حضور جن وٽ آيو، جنهن ۾ ٻه ٻرڪي واريون ڳالهيون ٻڌڻ هيون. انهن سان تيل وار لاب جو ڪجهه حصو هيٺ ڏجي ٿو.

انهن ٻنهي ڳالهين مان هڪڙي ۽ حضور جن کي عرض ڪيو ته مالڪ کي پرارٿنا ڪريو ته منهنجي من جي مراد پوري ٿئي. پوءِ خبر پيئي ته هو پنجاب سرڪار ۾ وزارت لاءِ اميدوار هو ۽ جلد ئي وزيرن جا نالا ظاهر ٿيڻا هئا. حضور جن فرمايو ته مون ته اڄ تائين ڪنهن به شيءِ لاءِ پرارٿنا ڪانه ڪئي آهي. اهو ٻڌي سيٺي دنگ رهجي ويا.

رائزادو هنسراج چوڻ لڳو ته حضور! اهو وري ڪيئن؟ پرارٿنا ڪرڻ جي ته هر مذهب ۾ اجازت آهي.

حضور جن چوڻ لڳا، ”سڀ ڪجهه مالڪ جي موج تي ڇڏي ڏيڻ، سندي وڏي ڳالهه تي جهولي پسارڻ کان بهتر ڪينهي؟ هڪ ڪان گهرڻ جي عيوض، جيڪي به هو پنهنجي سياڻپ سان اسان لاءِ مناسب سمجهي اسالکي ڏئي ان تي صبر ۽ سنتوش ڌارڻ ڪري هنجي رضا تي راضي رهجي اهو وڏو هڪ چڱو ڪواهي؟

هڪ مسلمان سچڻ چوڻ لڳو ته پرارٿنا ته هرڪو شخص ڪندو آهي.

حضور جن وراڻيو ته مسلمانن ۾ فقيرن جا ٻه قسم ٿيندا آهن. هڪڙا اهل دعا جن جو پرارٿنا يا دعا گهرڻ ۾ وشواس آهي، ٻيا ٿيندا آهن اهل رضا جي پاڪي مالڪ جي رضا يا موج تي ڇڏي ڏيندا آهن. آهي ڪنهن سه چيز لاءِ ارداس ڪونه ڪندا آهن بلڪ پاڪي مالڪ جي ڀاڻي ۾ رکندا آهن، هن

حضور جن وري کين چيو، ”تون نه ٿڪو پيو ھوندين، وڃي ٿورو آرام ڪر. تون ڪٿي رھندين؟ مون سان يا پروفيسر سان! مونکي خبر آھي ته تون پروفيسر سان ئي گڏ رھڻ پسند ڪندين.“ پوءِ حضور جن اوڪر کي چيو ته سندن سامان ’ڪوزي نڪ‘ واري بنگلي ۾ وڃي رکي جتي اسين ٻئي رھيل ھئاسين.

جڏھن ھو ويا ته وري پروفيسر ڳالھ جو سلسلو جاري رکندي چيو ته حضور! توھان پنھنجي جانشين جي باري ۾ جيڪي ڪجھ ٻڌايو ان لاءِ مان توھانجو ڏاڍو شڪرگذار آھيان. اسانکي انڪري ڏاڍي تسلي ٿي آھي. جيڪو توھانجو جانشين ٿيندو سو عمر ۾ ايڏو ته ننڍو آھي جو اسان کي وسواس آھي ته اڃا ڪافي سالن تائين اسانکي توھانجي موجودگي، درشن ۽ ديا مھر جو لاڀ ملندو رھندو.

حضور جن مرڪندي فرمايو ته انھي ڀروسي ۾ نه رھجو. انتظار ڪريو ۽ ڏسو ته ڇا ٿو ٿئي. ائين چئي چپ چاپ پنھنجي ڪمري ۾ ھليا ويا.

ھاڻي ڊلھائوسيءَ ۾ پنھنجي مرڪلن جي ڪھاڻي وري ٿو شروع ڪريان. اسانجا اُھي ڏينھن ڏاڍا موج ۽ مزي ۾ گذري رھيا ھئا. اسين سمجھي ويٺا ھئاسين ته حضور جن ھتي آرام ۽ فرصت لاءِ آيا ھئا پر ائين ڪونه ھو. ھتي به کين فرصت ئي ڪونه ھئي. ھر روز ڪيترائي ماڻھو سندن درشن ڪرڻ ۽ ساڻن گڏجڻ ايندا ھئا. مشھور ”امرت ڌارا“ جو مالڪ پنڊت ٺاڪردت شرما، جنھنکي به ڊلھائوسيءَ ۾ پنھنجو بنگلو ھو، ھر روز حضور جن وٽ ايندو ھو. رائزادو ھنسراج جلندر جو بئريسٽر ۽ وائسراءِ جي ڪائونسل جو ميمبر جنھنکي به ڊلھائوسيءَ ۾ پنھنجو بنگلو ھو، سو به پنھنجن

لو؟"

حضور جن وراڻيو، "وقت ايندو جو توهين ڏسندا ته چالاڪ ۽ خود مطلبي لوڪ ڪهڙي حد تائين وڃي سگهن ٿا. پر ان جو فڪر نه ڪريو."

ٻڌي ٻي مرن حضور جن جي چرلن ۾ ونتي ڪئي ته اسانجا سمرٿ ستگورو! اسانکي پنهنجو ايترو ته پيار ۽ صدق بخشو جو اسين ڪڏهن به گمراه نه ٿي وڃون. ستگورو جي چرنن ۾ اسانجي پريت ۽ پرتيت دائما پڪي ۽ پختي رهي.

حضور جن وراڻيو، "منهنجو جانشين مونکان ڏهوڻي طاقت ۽ ديا مهر ڪٽي ايندو. ستسنگ ۽ ڏيرو خوب ترقي ڪندو، توهانجو پريم ۽ وشواس وڌندو ويندو ۽ توهان کي پاڻ وڌيڪ ديا مهر ۽ سمان ملندو." ايتري ۾ حضور جن جا پوٽا سردار چرلسنگهه جن هٿ ۾ ننڍو سوٽ ڪيس کڻي اچي اتان لنگهيا. انهن لڳو جڻ ته حضور جن پاڻکي روڪي ڪين سگهيا ۽ بلڪل ڏيهي ٻيانون ته ڏسو هو اچي رهيو آهي.

هن حضور جن جي چرلن ۾ اچي سر نوايو ۽ ستگورن ڏاڍي پيار ۽ پاڇوهه سان پنهنجا پوتر ڪر ڪمل کڻي سندن مٿي تي رکيا.

حضور جن کانئس پڇيو ته تنهنجي ڪاليج جون موڪلون ته پندرهن ڏينهن اڳ ٿي ويون آهن، پوءِ تون ايترا ڏينهن ڪٿي هئين؟

سردار چرلسنگهه جن بلڪل نمرتا ۽ نهنائيءَ سان جواب ڏنو، "حضور مان ڪجهه ڏينهن لاءِ سرسي ويو هوس."

حضور جن کانئس پڇيو، "اتي ته سڀ خوش باش هئا؟" پاڻ جواب ڏنائون ته ها حضور! سڀ خوش باش هئا.



حضور مهاراج چرن سنگهہ جي

جو مالڪ آهي."

اسان وري پرارٿنا ڪئي، "حضور! اسين توهان کان سواءِ هن دنيا ۾ هڪ پل به رهڻ نٿا چاهيون، سچي پاتشاهه! توهان بنا هي زندگي موت کان به بدتر ٿي پوندي."

حضور جن فرمايو، "مان هميشه توهان سان انگ سنگ رهندس. مان اهو واعدو ٿو ڪريان." اهڙي ريت ستگورن وري به اسانکي پنهنجي سياڻپ سان ٻارن وانگر چپ ڪرائي ڇڏي. برابر هو اسان سان هميشه انگ سنگ رهن ٿا پر اسين نه ساڻن گڏ ڪو نه ٿا رهون؛ اسان نه ڪڏهن اهو سودو ڪونه ڪيو هو. وارتالاپ کي جاري رکندي پروفيسر صاحب چيو ته حضور چڱو! ڀلا توهين ڪرپا ڪري ٻڌائيندا ته اسانکي ڪنهنجي هٿن ۾ سونپي ويندا؟ توهان جو جانشين ڪير ٿيندو؟

داتا جن وراڻيو، "اهو به هينئر ظاهر ڪري نٿو سگهجي. سمي پائي سڀ ڪجهه معلوم ٿي ويندو. هڪ سيوادارڻ، جا ٿورو وقت اڳ اسان سان گڏ اچي ويٺي هئي، انکي حضور جن پاڻي گلاس آڻڻ لاءِ چيو. پوءِ اسان اها ڳالهه سمجهي ته ان سيوادارڻ کي دور رکڻ لاءِ ئي ڪيس پاڻي آڻڻ لاءِ چيو هو. جڏهن اها سيوادارڻ ويئي تڏهن پروفيسر صاحب وري حضور جن تي پنهنجي جانشين جو نالو ظاهر ڪرڻ لاءِ زور آندو. پر حضور جن صاف انڪار ڪندي فرمايو ته توهين اها ڳالهه ڳجهه رکي ڪونه سگهندا. وڌيڪ فرمايائون ته اهڙا به ماڻهو پيا آهن جي هينئر کان ئي وٺي هنجي خلاف سازشون سٽيندا.

پروفيسر پڇيو، "حضور! ڇا اهي ستسنگي آهن؟ ڪو به ستسنگي ستگوروءَ جي حڪم خلاف سازش ڪري سگهي

اسين هڪ ننڍي ٽي سنڌن چرڻن ۾ ويٺا هئاسين. مون هڪ ڀيرو وڌيڪ بلڪل سرلتا سان چيو، "منهنجا مالڪ! اسين ڇا به ڪٽي گهرون ۽ توهين وچن ڏيو ته اهو منظور ڪندا."

حضور جن کلي ڏنو ۽ فرمائڻ لڳا، "مان نه پيغمبر ڪونه آهيان جو ٻيا چاهڻ جي توهانجي اڇا پوري ڪري سگهان؟"

"سچي پاتشاه! پيغمبر نه ڇا، بلڪ توهين پيغمبرن کي نماهڻ وارا آهيو،" مون چيو.

ايتري ۾ پروفيسر چٽي ويٺو، حضور! اسين نه اهو ٽي ٿا گهرون ته اسين توهان کان اڳ ٽي هتان هليا وڃون. شايد ان ڳالهه جي چوڻ جي ضرورت ڪانهي ته حضور مهاراج جن جي روبرو اسين هردم هيسيل ٿي رهندا هئاسين ۽ ڪڏهن نه جيڪي چوڻ چاهيندا هئاسين سو به پلجي ويندا هئاسين.

"ها" توهين جڏهن به چاهيو اڏهن وڃي سگهو ٿا ۽ منهنجو ارادو سيپٽمبر جي آخر تائين هتي رهڻ جو آهي،" حضور جن فرمايو.

نه چاهيندي به اسان کان کل نڪري ويئي. حضور مهاراج جن پڻ کلي ڏاو ۽ هنجي ڪاڻ اهو ظاهر ڪيو ٿي ته هو پڻ اسانجو اصلي مطلب سمجهي ويا هئا.

مون چيو، "حضور اسانجو مطلب دلهائڻوسيء سان ڪونهي بلڪ هن دنيا مان ڪوچ ڪرڻ جو آهي. تنهنڪري اهڙي موج بخشيو جو هن دنيا مان اسين توهان کان اڳ روانا ٿيون."

حضور جن الر ڏنو، "نه! توهانکي نڪي جيئڻ جي ڪامنا رکڻ کپي نه مرڻ جي اڇا. توهانکي ته سب ڪجهه ان سرجڻهار جي هٿن ۾ سونپي ڇڏڻ کپي جو زندگي ۽ موت

حضور جن جي ان جواب ڪري جڏهن ته اساڻي مٿان ٻڌلي اچي ڪڙڪي ۽ اسين سڀ گهري غم ۽ چنتا ۾ ورڪوڙجي ويا سين. پروفيسر ڳوڙها روڪي ڪين سگهيو. هن ڪانشس پريل گلي سان پڇيو، "مهنجا مالڪ! توهين اسان کي ڪنهن جي سهاري تيا ڇڏي وڃو؟"

"ڇو! مان ڪيڏانهن ٿو وڃان؟" حضور جن پڇيو.

پروفيسر عرض ڪيو، "حضور! توهان ٿي ته هيئن فرمايو ته مان تيار بر تيار آهيان."

حضور جن وري فرمايو، "ها! مان ته تيار بر تيار آهيان."
تڏهن اساڻي سمجهه ۾ آيو ته حضور جن تيار بر تيار جو ٻيو ارٿ لڳائي رهيا آهن جو لهنگ خالص جي ٻوليءَ موجب آهي ته مان بلڪل تيار ۽ تندرست آهيان. ان ڪاڻ هو بلڪل جلد پاڻ ڪڻڻ لڳا ۽ چوٿين ڏينهن پنهنجي بنگلي اڳيان چمن تي ٿوري دير لاءِ اس ۾ اچي ويٺا.

ٿورن ڏينهن بعد هڪ ڏينهن جڏهن حضور جن بنگلي اڳيان باغ ۾ آرام ڪرسيءَ تي ويٺا هئا، ته مون ۽ پروفيسر صاحب ايڪانت جو موقعو ڏسي سوچيو ته ڇو ڪين جا ڳالهه مدت کان اساڻي من ۾ آهي ان بابت حضور جن جي چرنن ۾ عرض ڪريون. اچهو هن ريت پروفيسر صاحب وارتالاپ شروع ڪيو:-

"مهاراج جي! توهين دين دنيا جا والي آهيو. اساڻي به ڪو وردان ڏيڻ جي ڪرپا ڪريو؟"

حضور جن اڃين فرمائڻ وارا ٿي هئا ته ها ڪهرو مگر اچانڪ روڪجي چيائون، "توهانکي ڇا گهرجي؟"

اسين ٿوري دير خاموش رهيا سين. حضور جن مرڪندي فرمايو، "ها، ها، ٻڌايو ته سهين ته توهانکي ڪهڙي ڇا؟"

ٻو جيئن ماءُ پيءُ گرميءَ جي موڪلن ۾ ٻاهران آيل ٻارن
ي ڪارائي پياري نازو نوازيو ٻڌائيندا آهن. حضور جن جي
سان لي آلي مهر ۽ رحمت هئي ۽ اساڃي خوشيءَ جو ڪو
سار تي ڪونه هو. پر انهن ڇنڊي نه وڏائي ڪان اساڃي
خوشي سهاري نه وئي ۽ ساڙ پڇ محسوس ڪرڻ لڳي.
سڌ ڏينهن ڪانپوءِ حضور مهاراج جن سخت بيمار ٿي پيا
۽ اساڃي ساري خوشي مٽيءَ ۾ ملي وئي. حقيقت ۾
حضور مهاراج جن بلڪل سخت بيمار ٿي پيا هئا ۽ ڊاڪٽر
ڻ ۾ بلڪل آهستي ڳالهائيندا هئا. اساڃي پڇڻ لي
صرف انهن ٿي چوندا هئا، فڪر نه ڪريو، سڀ ڪجهه
ٺيڪ ٿي ويندو. ان جو اهو ئي مطلب هو نه سڀ ڪجهه
ٺيڪ ڪونه هو.

نازو حضور مهاراج جن ڪيترن اهڙن گورکن ۽ ٻين ٻهاڙي
لوڪن کي نام دان ڏنو هو جن سڀني حيالي ماس کاڌو هو ۽
ڪرين ۽ ٻين جانورن جون بليون چاڙهيون هيون.
عام طرح جڏهن حضور مهاراج جن جيون کي نام دان ڏيندا
هئا ته سندن طبيعت ڪجهه ناساز ٿيندي هئي پر هن دفعي
ته سندن صحت اهڙي بگڙي جو اسين هراسجي ۽ گهبرائجي
وياسين. ڏهين ڏينهن ته سندن حالت نهايت گنڀير ٿي وئي
۽ ڊاڪٽر نراس ٿي پيا. اها حالت ٻه ٽي ڏينهن هلي ۽ اسان
ڪيترائون راليون اوجاڳو ڪيو. پر هن سڄي بيماريءَ جي
دوران ستگورن جي خوشمزاجيءَ ۾ رتيءَ پر به فرق ڪونه
آيو. هڪ ڏينهن صبوح جو پروفيسر صاحب کين عرض ڪيو
ته توهانجي طبيعت ڪيئن آهي؟

حضور جن فرمايو، ”مان تيار پر تيار آهيان“ (وڃڻ
لاءِ تيار)

کي ايندو ڏٺو. دل زور سان ڌڪ ڌڪ ڪري رهي هئي ۽ اسين بي اختيار سندن چرڻن تي ڪري پياسين.

حضور جن فرمايو، "سو توهين اچي ويا آهيو! ٻڌايو ڪڏهن آيا آهيو؟"

پروفيسر عرض ڪيو، "بلڪل هينئر پهتا آهيون."

ستگورن پڇيو، "توهان جو سامان ڪٿي آهي؟"

پروفيسر چيو، "حضور! مهر هوٽل ۾ رکيو اٿئون."

حضور جن فرمايو، "اُتي ڇو رکيو اٿو؟"

حضور جن کي ٽي وڏا بنگلا هئا ۽ اسين هميشه انهن ۾ سندن پرسان رهندا هئاسين. پروفيسر عرض ڪيو، "حضور! توهان ستسنگين کي حڪم ڏنو هو ته توهانجي پوڄان ڀلهائوسيءَ ۾ اچن."

ستگورن فرمايو پر اهو حڪم توهان لاءِ ٿورو ئي هو ۽ انهن فرمائيندي پنهنجا ڪرڪمل ڪٺي اسان جي مٿي تي رکيائون. اسانجو سمورو ٿڪ، ٿڪ ۽ چنتا دور ٿي ويا. اسانجو منهن ٻهڪي پيو ۽ اسانجون دليون خوشيءَ سبب نچڻ لڳيون.

شام جو سير وقت اسين حضور مهاراج جن سان گڏ وياسين ۽ قريب ٧½ بجي ايلسميئر ڪوٺيءَ تي موٽي آياسين ۽ جڏهن اسان حضور جن کان هوٽل ۾ وڃڻ لاءِ اجازت گهري ته ڏنوسين ته اسانجو سڀ سامان هوٽل مان گهرايو ويو آهي ۽ اسانجا بسترا "ڪوزي ٽڪ" ڪوٺي نمبر ٢ ۾ لڳايا ويا آهن. حضور مهاراج جن خود اسانجي سک ۽ آرام لاءِ ڪيل انتظام نظر مان ڪيڻ لاءِ اسان سان گڏ هليا. انهن چوڻ جي ضرورت ڪانهي ته اسين جيڪو عرصو ڀلهائوسيءَ ۾ رهياسين حضور مهاراج جن جا مهمان ٿي رهياسين ۽ اسانکي انهن ڪارايو پيار ۾

اهو هڏي پروفيسر اڃي ڪل ۾ ڇنڪيو ۽ ڪٽي ڇپ ڪيائين.
سان مهر هوٽل ۾ ٻه ڪمرا، هر روز ٣ روپئي مسواڙ لـي
رتا. اهو زمانو ڪهڙو نه سستائپ جو هوا پروفيسر لوڪر
ڪي چاهه. آٽڻ لاءِ چيو نه مون ڪيس ياد ڏيار يو نه ڏهن وقت
شام جو حضور جن ٻاهر سير لاءِ نڪرندا آهن ۽ جي اسان اهو
د رشن جو موقعو هٿان وڃايو نه پوءِ خبر ڪانهي نـ ڪڏهن
د رشن ٿيندو، شايد بلڪل نصيب نه ٿئي.

پروفيسر وراڻيو، "مونکي خبر آهي نه تون چاهه اڪو
پيئندو آهين ۽ اڪو ڪنهنکي پيئڻ ڏين. پر مان نهايت ٿڪل
آهيان، چانهه پي تو سان هلان ٿو."

مون چيومانس، "توکي جيڪي ڪجهه سو پيءُ، مان نه
اهيءَ لاءِ وڃان ٿو جنهن لاءِ مان آيو آهيان." مونکي خبر
هئي نـ هو ڪٿلي چانهه جي پيئندو آهي، سا به ڏيري
ڏيري. اهو هڏي هن ڪجهه پيالا لڙ لڪڙ ۾ پيتا ۽ مون سان
گڏ ئي هوٽل مان ٻاهر نڪتو.

اسان اهڙي هند ئي ويهڻ جو فيصلو ڪيو جتان اسين
حضور مهاراج جن جو چڱي طرح د رشن ڪري سگهون پر
اسانکي ڪير ڏسي نه سگهي. پر جڏهن اڳتي وڌياسين نه
اسانجا پير اسانکي خود بخود حضور جن جي ڪوٺيءَ ڏانهن
ڇڪي ويا. پروفيسر گهٻرائيندي چيو، "حضور مهاراج جن
جي حڪم جي خلاف تون مون کي سڌو سندن ڪوٺيءَ
ڏانهن وٺي ٿو هلين."

مون وراڻيو، "ڪهڙي وڏي ڳالهه ٿي جي حڪم اڏوليءَ
جي نسبي لسٽ ۾ هڪ وڌيڪ انحرافي جڙي وئي؟ پيا
پيو ڪهڙي ڳالهه ۾ سندن حڪم وهنا مڃون؟"

اوچتو ئي اوچتو رستي جي موڙ تان اسان حضور مهاراج جن

تي زور ڏنو ۽ آخر پروفيسر جڳموهنلعل به اها ڳالهه پوري طرح مڃي.

ٻئي ڏينهن شام جو پهچين اچي اسين مائونٽ وءُ هوٽل واري چاڙهي چڙهي رهيا هئاسين. حضور مهاراج جن جي سندر ڪوٺي ايلسميئر جتي پاڻ رهيل هئا سو هوٽل کان قريب ڏيڍ ميل کن پري آهي. واٽ تي هلندي مون چيو ته جي اسين 'مهر هوٽل' ۾ رهون، جا حضور جن جي ڪوٺيءَ کان صرف ٻن فرلانگن جي مفاصلي تي آهي، ته اسين حضور جن جي بنگلي جو درشن ڪري سگهنداسين، نه ته به اتي جا وڏا درخت ته ڏسي سگهنداسين ۽ حضور جن جي حڪم جي آڏوُلي به ڪو نه ٿيندي.

جڳموهنلعل چوڻ لڳو، "تون وڏو اُستاد آهين. مان توهانجي چالاڪي خوب ٿو سمجهان. تون مونکي ضرور ڪنهن نه ڪنهن آفت ۾ اُڙائيندين."

مون ٺرڪ ٿي چيو، "دوست! سو وري ڪيئن؟"

پروفيسر جواب ڏنو، "توکي ته پڪ ٿي پڪ ڪنهن نموني به حضور جن کان معافي ملي ويندي، پر ڏوهه سڄو منهنجي مٿان ٿي مڙهبندو."

مون هنکي تسلي ڏيندي چيو ته تون ڪو فڪر نه ڪر سڀ ڏوهه مان پاڻ تي هموار ڪندس ۽ حضور جن اڳيان قبول ڪندس ته مان برابر پروفيسر کي هٿ پير ٻڌي هتي ڀڄائي وٺي آيو آهيان، مون هنکي زبردستي بس ۾ وهاريو ۽ هن کان زوريءَ اهو واعدو ورتو ته منهنجو ڊلهائوسيءَ جي اوٽ موٽ جو ڀاڙو پاڻ ڀريندو ۽ هوٽل ۾ سندس رهڻ جو انتظام سندس مرضيءَ خلاف ڪيو ويو ۽ هن وقت منهنجو هوٽل جو سڄو خرچ ڏاڍ ۽ مجبوريءَ سبب پاڻ ڏيئي رهيو آهي.

## ٦٠ هي پهاڙيءَ جو باب ڌي سگهي ها

گرمين جا ڏينهن هئا . هيءَ ڳهڙي سال جي ڳالهه آهي سو نه مونکي ياد ڪونهي پر انهي سال ڏاڍي سخت گرمي هئي . حضور مهاراج جن ڊلهائوسيءَ جي سندر پهاڙن لاءِ هليا ويا هئا جتي هن ڪجهه سال اڳ، هڪ مڪان خريد ڪيو هو . هنجو حڪم هو نه ڪوبه سندن پٺيان ڊلهائوسيءَ نه اچي . انهن خاص خاص ماڻهن کي به اجازت ڪانه ڏني ويئي جن جي هن کان اڳ ڪابه وينتي خالي ڪانه ويئي هئي . ان سال اسانجون آفيسون اونهاري جي وڪيشن ڪارڻ جلد ئي بند ٿيون هيون ڇاڪاڻ ته سخت گرميءَ سبب ڪيچ موت به ٿيا هئا . پنجاب جي ميدانن ۾ گرمي ١١٨° فئرانائيٽ کان به متي چڙهي ويئي هئي . پروفيسر جڳموهنلعل ۽ مون ڪنهن پهاڙ لي وڃڻ جو ويچار ڪيو . ڀلا حضور جن جي چرڻ ڪانسواءِ اسين وڃي به ڪٿي ٿي سگهياسين ؟ پر هن پيري جو حڪم ڏنو هئائون نه ڪير به نه اچي انڪي ڪيئن درگذر ڪجي!

مون پروفيسر کي چيو ته اسين حضور مهاراج جن جو پيڇو نه ڪوڊ ڻا ڪريون، اسين نه ميدانن جي سخت گرميءَ کان بچڻ لاءِ اپاءُ ڪري رهيا آهيون . ساڳئي وقت سملو، مسوري ۽ ڪشمير هڪ نه بلڪل پري آهن پر انهي مهانگائي به ڏاڍي آهي . انڪري حضور مهاراج جن اڳيان ڪوله وينداسين بلڪ اهائي ڪوشش ڪنداسين جيئن هو اسانکي نه ڏسن . اهڙي طرح وڃڻ ۽ رهڻ ڪري حڪم جي انحرافي به ڪين ٿيندي . مون ڏاڍي امنگ ۽ اتساهه سان اِن ڳالهه

حضور جن فرمايو ته اسانکي ته زندگيءَ جي مقصد جي
۾ ڄاڻ ڪانهي ۽ اُنکي فضول ۽ بيڪار ڏنهن ۾ برباد ڪري
رهيا آهيون. جيڪڏهن زندگيءَ ۾ پنهنجو اصلي ورثو حاصل
نه ڪري سگهياسين ته پوءِ اسانجو جيون ٿي اجايو ويو.
انسان ٻن پيرن وارو جانور ڪونهي، پر اڪثر ڪري جانورن
جهڙو ٿي وهنوار ڪري ٿو. هو ته مالڪ جي اُتم رچنا آهي
۽ پرماتما جو روپ آهي. هن ۾ اپار شڪتيون آهن پر هو
انهن کي وسرمت وڃائي رهيو آهي. هنجي اندر سون جو
ڀنڊار آهي پر هو بيڪاريءَ جيان در در ڀٽڪندو رهي ٿو. هن
جي زندگيءَ جو مقصد آهي پنهنجي آپانظهار کي ڄاڻي پنهن
جي نج گهر واپس پهچڻ. پر انسان انهيءَ انمول موقعي کي،
جو هنکي لکين جونين پوڻ کان پوءِ ملي ٿو، وسرمت
وڃايو ڇڏي.

هڪ ستسنگيءَ کي لڪي موت جي چاهنا رکڻ گهرجي، نڪي موت اچڻ لئي هن کان ڀڄڻ کپي. هنکي پنهنجو پاڻ پوري طرح ستگوروءَ جي موج لئي ڇڏڻ ڏيڻ کپي.

ٻئي استر پڇيو ته حضور! جيڪڏهن انسان زندگيءَ مان بيزار ٿي پوي ته پوءِ انکي ختم ڪرڻ ۾ ڪهڙو هرج آهي؟

حضور جن وراڻيو ته موت زندگيءَ جي مصيبتن جو علاج ڪونهي، نڪي انهن مان ڇوٽڪاري جو اُپاءُ. توهين جيڏانهن به ويندا، اهي مصيبتون توهان جي پٺيان ايندي رهنديون. جيستائين توهين ڪرمن جو حساب ڪونه ڪونه چڪائيندا تيستائين اهي ڪرم توهان جو پيڇو ڪونه ڇڏيندا. آپگهات ڪري، ڪرمن جي بوجھ ۾ پاڻ اضافو آڻ ٿئي. ڪرمن مان ڇوٽڪارو پائڻ جيترو توهين آسان ٿا سمجهو، اوترو آسان ڪونهي.

ٻئي استر گمڀير ٿي سان چيو ته اها ته ڏاڍي ڏکي ڳالهه ٿي. مونکي ته اهو خيال ويٺل هو ته مصيبتن جي زندگيءَ مان ڇوٽڪارو پائڻ آسان ڳالهه آهي پر حضور! توهين ته اسانکي مرڻ جي به اجازت نٿا ڏيو. دليون ٻي دليون، مجبورن اسانکي زندگي رهڻو ٿي پوندو.

حضور جن فرمايو ته ڪن تورن کي خبر آهي ته ڪيئن جيئجي. جيڪي جي جاڳن ٿا، صرف اهي ئي مري جاڳن ٿا. اسين جي ڪوله رهيا آهيون. اسين ته صرف وقت جي وهڪ ۾ وهي رهيا آهيون. رات ڏينهن روئندا رڙندا؛ چلائيندا رهون ٿا؛ اڇاتن؛ ڪامنائن جا جهوڪا سهندا رهون ٿا. اندرين جا پوڄــ؛ سواد اسانکي دکن؛ دردن جي پيرن ۾ ڦاسائي رهيا آهن.

ٻئي استر چيو، "اها بلڪل حقيقت آهي."

ڪپن. انسان کي ڪهڙا ڀيرا ورِي ورِي جنم وٺڻا پوندا آهن؟ ڇا ڪنهن کي ضرورت آهي؟

حضور جن مشڪندي فرمايو ته مون سمجهو ٿي ته توهين اهو ئي سوال پڇندا. ڪنهن آتما کي ڪيترا چولا ۽ ڪيترو وقت رهڻو آهي ان جو فيصلو هڪ ڳالهه تي نه مگر ڪيترن ئي ڳالهين تي منحصر آهي. ڪڏهن توهين ڪنهن رشتي جي قميص بزار مان وٺي اچو ٿا، پاڻ سان ڏسو ٿا ته اها جيترو ڪاني چڱي آهي يا توهانکي انهڪي لئي ايتي پوري استري تيل ڪاهي. ته توهين اها قميص ٿي لاهي ڦٽي ٿا ڪريو. اهڙي ريت منش جا ڪرم - پرالبڌ، سنچت ۽ ڪريامان هنجي قدم قدم تي پنهنجو اثر وجهندا ٿا رهن ۽ شرير ان حساب سان: جمي ۽ مري ٿو.

ٻئي استر چيو ته حضور هي ڪرمن جو سدانت ته ڏاڍو پيچيدو آهي. توهين اهو ڪولي سمجهائڻ جي ڪرپا ڪندا؟

حضور جن وراڻيو ته اهو هڪ وشال مضمون آهي ۽ اهو ڏاڍو مهتو آهي. الڪي الڳ ٿي ڪٺنداسين. ٻهرين زندگي ۽ موت جي وشيه کي پورو ڪريون.

ٻئي استر چيو ته چاهي موت منهنجي آتما تي پنهنجو ڪجهه به اثر نه ڪري پر موت کان ته مان ڏاڍو ٿو ڊجان.

حضور جن وراڻيو ته جن کي صحيح حقيقت جي ڄاڻ ڪاني، اهي ئي موت کان ڊڄن ٿا. ڪبير صاحب فرمائين ٿا:

"ڪبير جس مرني سي جڳ ڊري موهي من آنند،
ڪب مرئي ڪب پائيئي، پورن پرمانند."

يعني مان موت کي پيار ڪريان ٿو. دنيا ان کان ڊڄي ٿي. ڪهڙو نه سٺو ٿئي جو مان جلد کان جلد مري پنهنجي پريتم سچدانند کي وڃي ملان.

ڪندس ته شرير ساڳئي جو ساڳيو رهي ، پوءِ ڀلا آتما جو
موت ٿيندو ئي نه هي .

حضور جن فرمايو ته ليڪ ان مان به لوهين ڪڪ ني
ٻولدا . ٻئرسٽر ٻيو سوال ڪيو ته آتما ۾ ڪا به ڦير گهير ڪاله
ٿي ٿئي ڇا ؟ جي نه ته پوءِ ماڻهو چڱا ۽ برا ڇو ٿا ٿين ؟

حضور جن اُتر ڏنو ته تبديلي صرف من ۾ ٿيي اچي ٿي
آتما ۾ نه . آتما ته پرماتما وانگر هميشه تبديليءَ جي دائري
کان مٿي ، اڏول ۽ يڪسان رهي ٿي . گيتا ۾ لکيل آهي :-

” آتما ابناسي آهي ، امر آهي ڪير به اُنکي ناس نٿو
ڪري سگهي . “
( ۲-۱۷ )

” آتما اجنما آهي ، دائما آهي ، نِتا ۽ پراچين آهي . شرير
جو وناش ٿئي ٿو پر آتما جو نه . “
( ۲-۲۰ )

جهڙيءَ ريت ماڻهو پراڻو لباس لاهي نئون لباس پهري
ٿو اهڙي طرح جهور ۽ پراڻي شرير کي ڇڏي آتما نئون
شرير ڌارڻ ڪري ٿي .
( ۲-۲۲ )

ان آتما کي نه هٿيار ڪٽي سگهي ٿو ، نه اگني ساڙي
سگهي ٿي ، نه پاڻي ڳاري سگهي ٿو ۽ نه هوا سڪائي سگهي
ٿي .
( ۲-۲۳ )

اها تعجب جهڙي ڳالهه هئي جو حضور مهاراج جن ڪڏهن
به ڌرمي پستڪ جو حوالو پنهنجي يادداشت مان ڏيندا هئا .
ڪڏهن جي حوالي کي ڳولڻ ۾ دير لڳندي هئي ته ان
پستڪ جو صفحو پڻ ٻڌائيندا هئا . مان چئي نٿو سگهان ته
اها حافظي جي ڪرامت هئي يا الوڪ چمتڪار .

ٻئرسٽر کي مخاطب ڪندي فرمايائون ته انسان کي پراڻا
ڪپڙا لاهي ڦٽا ڪرڻ ۾ ڪڏهن به ڏچڻ نه ڪجي .

ٻئرسٽر پڇيو ته حضور ! پوءِ تازا ڄاول ٻار ته مرڻ ني ته

حضور مهاراج جن فرمايو ته اسانکي موت کان ڏڄڻ نه گهرجي . اسانجي زندگي نه ته هن جنم سان شروع ٿي آهي ۽ نکي هن شرير جي موت سان انجي سماپتي ٿيندي . زندگي امر آهي . اهڙو ڪو به سمو ڪونه هو جڏهن اسين ڪونه هئاسين ۽ نه ڪڏهن اهڙو سمو ٿيندو جو اسين ڪونه هونداسين . پرم سنت دادو ديال فرمائي ٿو :-

"جڏهن سرشٽي هئي ڪانه ته به مان هوس ۽ جڏهن دنيا ڪونه هوندي تڏهن به مان هوندس ."

ڀڳوان ڪرشن گيتا ۾ ارجن کي چيو آهي :-

"نه ٿو ٿيو آهيو جامت ناس نه ٿيو ليمي جنا ڏٺا ،
نه ٿيئوي نه ڀويشيام ، سروي وايومت پرم ."
( گيتا ٢-١٢ )

ارٿات نه ائين آهي نه مان ڪنهن به وقت ڪونه هوس يا تون ڪونه هئين يا هي راجائون ڪونه هئا ۽ نه ائين آهي ته هن کان پوءِ اسين سڀ ڪونه هونداسين .

بئريسٽر چيو ته حضور ! ڀلي اسين هميشه رهيا هجون پر هي موت ته ڏاڍي ڀيانڪ چيز آهي .

حضور جن فرمايو ته جي موت نه هجي ها ته پوءِ ٻاڙ حالت وڌيڪ ڀيانڪ هجي ها . حضور جن پوءِ ڀڳوان ڪرشن جو بيو شلوڪ ٻڌايو ته جهڙي طرح شرير ۾ ٻالپڻ ، کان پوءِ جواني ۽ پوءِ ٻڍاپو نظر اچي ٿو اهڙي طرح آتما کي هڪ شرير ڪانپوءِ ٻيو شرير ملندو ٿي رهي ٿو . انڪري ڌير جوان پرش موت کان ڪونه ٿا ڏڄن . ان جو سار اهو ٿي ته موت شرير جو ٿئي ٿو مگر آتما ساڳئي جي ساڳي ٿي ٿي .

ٿي بئريسٽر وري چيو ته حضور مان نه ائين پسند

ليزار اون ڪون، هنجي قدمن ۾ ڪري پيو، ڏاڍيون منٿون ۽ انجام اقرار ڪيا ته سهراب اهو ڪجهه ڪري ڏيکاريندو جو مان خود نه ڪري سگهيو آهيان، هو ساري سنسار مٿان پرشيا جو جهنڊو جهولائيندو. پر بادشاه لي اهڙو اثر ٿيو جهڙو اولڊي گهڙي لي ٻاٽي. سهراب پيءُ جي موني اچڻ کان اڳ، ٿي مري چڪو هو. پٽ کي مئل ڏسي، رستم بيهوش ٿي ويو ۽ ان کان پوءِ هو اڳ، وارو رستم ني ڪين رهيو.

نوجوان هئراسٽر چيو، "هيءَ ته ڏاڍي دلسوز ڪهاڻي آهي."

"ها،" حضورجن وراڻيو. "پر اهڙيون ڪهاڻيون اسين روزمره جي زندگيءَ ۾ ڏسون پيا. ڪوهان هن ڪهاڻيءَ ۾ ڏٺو ته ٻه شخص هڪ ٻئي جي جان وٺڻ لاءِ آئا هئا. هڪڙو ٻئي کي پنهنجو دشمن سمجهي رهيو هو. سهراب کي ٻي رحميءَ سان قتل ڪرڻ کانپوءِ رستم روڄ راڙو ڪري ٿو، هانيدوس مچائي ٿو ڇو جو هيئنر هو هنکي پنهنجو "پٽ" ٿو سمجهي. ٻئي شخص ساڳيا آهن، حالتون به ساڳيون آهن، انهن ۾ ڪابه قير گهير ڪانه ٿي آهي. مگر هيئنر هن ۾ 'مان' ۽ 'منهنجي' واري ڀاونا جاڳرت ٿي آهي. اها "مان" ۽ "منهنجي" جي ڀاونا اڳين ٿيڻ کان اڳ رستم جي دل ۾ ان اجنبيءَ لاءِ جنهنکي هن مارڻ چاهيو ٿي، نه دبا هئي نه پيار هو. مطلب ته نه ڪوئي اسانجو دشمن آهي ۽ نه ڪوئي اسانجو دوست. اهو اسانجو من ئي آهي جو ماڻهن کي دوست يا دشمن جي درشٽيءَ سان ڏسي ٿو.

هئراسٽر هڪدم چيو ته هيءَ آهي موت ۽ زندگي. زندگي ڪهڙي نه پياري آهي ۽ موت ڪهڙو نه ڀيڪرا

پنهنجي قابليت ۽ طاقت سبب جلد ئي سپهسالار ٿيو. انهن ڏينهن ۾ خود سپهسالار ۽ سپاهين وانگر لڙندا هئا. جڏهن پيءُ ۽ پٽ جو مقابلو ٿيو ته ٻنهي کي ان رشتي جي ذري ۾ سمجهه ڪانه هئي ۽ لاڳيتا ٽي ڏينهن تائين گهمسان لڙائي ڪندا رهيا. رستم وڏي عمر سبب ٿڪ محسوس ڪرڻ لڳو انڪري هن هڪ ڪيڏ ڪيڏي جنهن ڪري سهراب ٿاڦڙجي زمين تي ڪري پيو. ان موقعي کي غنيمت سمجهي رستم جهٽ پنهنجو خنجر سهراب جي ڇاتيءَ ۾ وهائي ڪڍيو. سهراب رڙ ڪري چيو ته اڙي ڪمبخت! ياد رکج منهنجو پيءُ رستم خوب بدلو وٺي ڇڏيندو. هو توکي هن چالبازيءَ جي ضرور جوڳي سزا ڏيندو.

سهراب جي ٻولن ۾ پنهنجو ذاتي تعويذ ڏسي رستم جا ڏند ڇپن سان لڳي ويا. اوچتو دک ۽ پيڙا ڪارڻ هنجو چهرو بدلجي ويو ۽ هنجو سارو شرير سڪل پن وانگر ٿڙ ٿڙ ڪنبڻ لڳو. بيحال ٿيڻجي هن سهراب کي پنهنجي ڀاڪر ۾ ڪٺي جڪڙيو ۽ هنجي پيشاني چمڻ لڳو. اسيم ڏک ۽ سوز ۾ هو پڪارڻ لڳو، ”منهنجا لعل! منهنجا گوشي جگر!! منهنجا ڏلارا!!! اي الله، هي مون ڪيو ڇا! رحم ڪر، رحم ڪر، فضل ڪر منهنجا خاوند!“ هنجو روج راڙو ڇئني طرف ڦهلجي ويو ۽ هن جا دوست توڙي دشمن سڀ زار زار روئڻ لڳا. هن جيڪو گهاءُ سهراب کي ڪيو هو سو موتمار هو. هو گهوڙي تي سوار ٿي اڏامندو پنهنجي بادشاهه وٽ آيو جنهن وٽ طارق يعني ڪهڙي به گهاءُ ڪ زخم لاءِ رام ٻاڻ دوا هئي. بادشاهه سهراب جي سورهيائي ۽ دليريءَ جا گهڻيئي قصا ٻڌي چڪو هو تنهنڪري هو رستم کي طارق ڏيڻ کان لنو اکر واري ويٺو. هن بادشاهه کي ڏاڍيون آزيون

وڇڙي آهيان تڏهن کان روئڻ رڙڻ ۽ ٿڌن شوڪارن ڀرڻ کانسواءِ مون وٽ ٻيو ڪي رهيو ئي ڪونهي.

حاضرين وديشي جگياسن جي سهوليت لاءِ حضور جن کين ٻڌايو ته اڪثر ڪري هندستان، پرشيا ۽ ٻين ايشائي ملڪن ۾ جهنگلن مان ٻانس ڪٽي ٻسراون ٺاهيندا آهن.

نوجوان ٻئراسٽر پڇيو ته حضور! آلما سڄڻ جي جدائيءَ ڪري ڇو ٿي روئي؟

حضور جن فرمايو ته جدا ٿيڻ ڪري ئي ڪيس هي ڏک ڏاڪڙا ۽ مصيبتون سهڻيون پيون آهن. اهو وڇوڙو ٻاڻ سان دک ۽ درد ڪٽي آيو آهي. جڏهن اسين "اسين" ڪين هئاسين تڏهن اسين پرماتما هئاسين. ان الڳ هستيءَ ئي اسانکي موت، مرض ۽ برائين جو غلام بڻائي رکيو آهي ۽ اسانجو سارو آنند متيءَ ۾ ملائي ڇڏيو آهي. انهيءَ "مان" ۽ "منهنجو" هن آزاد ۽ سواڌين آلما کي هن ماس لوڪ ۾ آڻي ڪيس سخت زنجيرن ۾ جڪڙي رکيو آهي.

توهان سڀني پرشيا جي رستم نالي پهلوان ۽ هن جي پٽ سهراب جي آکاڻي ٻڌي هوندي. اهي پيءُ پٽ هئا پر اڳي ڪڏهن به هڪ ٻئي کي ڪونه ڏٺو هئائون. جنگ جي ميدان ۾ هو ٻئي هڪ ٻئي جي سامهون آيا ۽ ٻنهي جي همٿ ۾ پنهنجي پنهنجي فوج جي ڏور هئي. رستم کي سهراب جي ڄمڻ کان ڪجهه وقت اڳ ئي گهر ڇڏڻو پيو هو جو جو پرشيا جي بادشاهه جي حڪم انوسار هنکي دنيا کي فتح ڪرڻ لاءِ وڃڻو پيو. هو ان فوج جو سيناپتي هو. وڃڻ وقت هن پنهنجي زال کي هڪ تعويذ ٻار جي ساڄي ٻانهن تي ٻڌڻ لاءِ ڏنو ان لاءِ ته ڪڏهن به وقت ڪيس سڃاڻي سگهي. سهراب ننڍي عمر ۾ ئي توران جي فوج ۾ ڀرتي ٿيو ۽

مالڪپڻي جي ڀاونا اُتپن ٿئي ٿي. اسين سڀئي شين کي پنهنجي بڻائڻ جي ڪوشش ڪريون ٿا ۽ انهيءَ جو نتيجو نڪري ٿو جهيڙو، فساد ۽ واد وواد. پوءِ جن شين کي اسين پنهنجو ٿا چئون انهيءَ موهه ۽ پيار اسانکي پنهنجي بندن ۾ جڪڙي اسانجي وويڪ کي ناس ڪري ٿو ڇڏي ۽ اسين ايرکا، حسد، لالچ، ڪروڌ، ڌڪار ۽ اگيان ڪارڻ اُتپن ٿيل اهڙين ٻين انيڪ برائين جي جار ۾ ڦاسي ٿا پئون.

هڪ جگياسو سوال ڪيو ته حضور! انسان ۾ مالڪ کان ڌار ٿي الڳ سمجهڻ واري ڀاونا ڪڏهن پيدا ٿي؟

حضور جن وراڻيو ته جڏهن آتما روپي قطرو سچکنڊ روپي سمنڊ کان جدا ٿيو تڏهن کان وٺي هن ۾ اها ڀاونا اُتپن ٿي. سچکنڊ ته صرف پرڪاش، پرم آنند ۽ چيتنتا جو نرمل آتمڪ ديش آهي. آتما جنهن وقت سچکنڊ کان الڳ ٿي ته 'سوهنگ'، 'سوهنگ'، جو گيت ڳائڻ لڳي يعني 'مان اهو ئي آهيان'، 'مان اهو ئي آهيان'. ان کان پهرين سچکنڊ ۾ نڪو 'مان' هئي نڪو "هو". اتي سڀ ڪجهه هڪ ئي هو. سمنڊ ۾ ٻوند کي ڪو به الڳ وجود ڪونهي ۽ نڪي اها پاڻکي الڳ محسوس ڪري ٿي. سوهنگ ديش ۾ اچي آتما کي پهريون اهم جو پردو چڙهي ٿو وڃي. آتما جي ان سڀ کان وڏي جدائيءَ جي وشيہ سان ٿي مولانا روم صاحب مثنويءَ جي شروعات ڪئي آهي. ان جي پهرين مصرع هن ريت آهي ته 'ڪن لائي ٻڌو! بنسري (سوهنگ منڊل جو شبد) ڪهڙو نه درد ڀريو داستان ٿي پيش ڪري. هوءَ پنهنجي غمناڪ جدائيءَ لي هنجون هاري رهي آهي. بنسري پنهنجي درد ڀري آواز ۾ چئي ٿي ته جڏهن کان پنهنجي (اصلوڪي گهر) ٻانس جي جهنگل کان

حضور جن اُن ڏاو ۽ برائي ۾ قدرت جي انتظام جو هڪ انگ آهي. آد ۾ ني انجي رنا هئي. شيطان ڪي ڪنهن پيدا ڪيو؟ شيطان فرشتو ڪونهي چا، هنڪي پرماتما ڪو نه بڻايو آهي چا؟ هر چيز، ڀلي لوڙي ٻري، هن ني خلقي آهي.

اُلي راءِ روشنلعل ڳالهه کي ڦيري چيو ته حضور توهان ته ويدالت جي ڳاري ۾ ٻڌائي رهيا هئا.

ستڪورن وراٽيو ته ها، ويدالت جو مارگ عام لوڪن لاءِ ڪونهي. ڪي جزوي نهايت تيز ۽ هم ماڻهو انجو فائدو وٺي سگهن ٿا. ساري سنسار ۾ شايد ڪي ڳاڻ ڳٽيا ماڻهو هن مارگ ذريعي مالڪ کي پائي سگهن. لنهن ڪانسواءِ ويدالت جي منزل آهي برهم، جو ستت مارگ جي صرف ٻين منزل آهي؛ ان کان مٿي ستت مارگ جون ٻيون نه ني منزلون آهن. توهين پنهنجي من کي من جي ني هٿيارن سان وس ۾ ڪري ڪين سگهندا. ٻڌي، گيان ۽ ٻوگ (پوُدڪ اپياس) من جا ني پيدا ڪيل آهن. من کي صرف ڪنهن اهڙي شڪتي، سان قابو ڪري سگهجي ٿو جا من کان زياده طاقتور هجي؛ جا من جي دائري کان ڪنهن اوچي منڊل جي هجي؛ اهو صرف شبد ني آهي.

نوجوان ٻئرسٽر پڇيو ته حضور! اهو چا آهي؟ حضور جن وراٽيو ته پاڻکي پرماتما کان الڳ سمجهڻ جي ڀاونا کي اهم ٿو سڏجي. الهيءَ کي گورو گرنت صاحب ۾ ”هومئ“ چيو ويو آهي؛ مسلمان درويشن انکي ”انانيت“ ڪري سڏيو آهي. منش جي اندر جيڪا ”مان“ ۽ ”منهنجو“ جو ڀاو آهي اهو ني اهم آهي. اها ڀاونا ني منش جي سيني ٻندنن جي جڙ آهي؛ سڀني ٻرائين جي ماءُ. ”مان“ يعني پرماتما کان الڳ واري ڀاونا مان ني ”منهنجو“ يعني

منش چولو ڌارڻ ڪري ٿو ٻوڃي ٿو.

ٻزرگ پادريءَ چيو ته ذرا سوچيو ته سهين ته جڏهن هو جنم وٺي دنيا ۾ اچي ٿو ته اسين هن سان ڪهڙو ٿا وهنوار ڪريون! وڏيڪ جي لوهين اجازت ڏيو ته مان هڪڙو سوال پيو ٻه پڇان. جو ٻاس اسڪاريت، جنهن حضرت عيسيٰ سان وشواس گهات ڪيو، تنهن جي ڪهڙي گتي ٿي؟ هيمٽر هو ڪٿي آهي؟

حضور جن ڪانٽس پڇيو ته آوهانجي راه مرجب هو ڪٿي هئڻ ڪپي؟

پادريءَ چيو تہ هو ضرور ڪنهن دوزخ جا عذاب ڀوڳيندو هوندو.

حضور جن فرمايو ته اڻهن ڪولهي. هو حضرت عيسيٰ سان گڏ آهي ۽ هنجي گود ۾ ٻرم آنند جي موج ماڻي رهيو آهي.

سيني پادرين جي مک مان حيرت وچان رڙ نڪري ويئي. ٻزرگ پادري چيو ته چا اها ڳالهه بلڪل درست آهي؟

حضور جن کين چيو تہ سنتن جي اهائي ريت آهي. هو اسانجي عيبن ۽ اوگڻن ڏانهن ڪين نهاريندا آهن. هنجي پيار ۽ رحمت واري دنيا ۾ دوزخ ۽ انجي آگ جو ڪوبہ اسٿان ڪونهي.

جوان پادرين مان هڪ چيو ته چا هنکي پنهنجي گناهن جي سزا ڪانہ ڏني ويئي؟

حضور جن وراڻيو تہ هو ڪرائيسٽ جوئي ڏوهاري هو ۽ ڪرائيسٽ ئي هنجو اهو قصور معاف ڪري ڇڏيو.

نوجوان پادريءَ چيو حضور! پيو ٻه سوال آهي تہ جڏهن هن سنسار جو آپائيندڙ پيار ۽ چڱاين سان ڀرپور آهي تہ پوءِ دنيا ۾ بديون ۽ برايون ڪٿان آيون آهن؟

جو سچو پٽ ٿيڻ جي ٿو پوي. منش جي شرير ۾ رهندڙ اها پرم آتما ۽ "پتا" توڙي "پٽ" ٻئي هڪ آهي. عيسيٰ جو مٿي ذڪر "مان" جو اشارو سندس شرير بابت ڪين هو، هنجي آتما پرماتما ۾ سمائجي هڪ ٿي ويئي هئي.

پروفيسر چيو ته حضور! شرير ته سڀ رچنا جو هڪ مکيه انگ آهي. ڪرائيسٽ کي به ته اسين سندس شرير دوارا ئي ڄاڻون ٿا.

حضور جن ان ڳالهه کي وري دهرايو ته جيستائين پرماتما منش جو چولو ڌارڻ نٿو ڪري تيستائين اسين هن سان ڳالهه ٻولهه نٿا ڪري سگهون. پرماتما جو ٻيو ڪو وڏان آهي. ڇا هو اوچن منڊلن مان توهان سان ڳالهائي سگهي ٿو؟ هو سرو گيانا، سرو وياپي ۽ سرو شڪتيوان آهي پر اسين انهن ڳالهين جو تيستائين اڀيو ڪري نٿا سگهون جيستائين هو منش جي ديهه ۾ اچي اسانکي سمجهائي بجهائي نٿو. صرف انسان ئي انسان کي سيکاري سگهي ٿو. منش سان سمپرڪ رکڻ لاءِ پرماتما کي اول منش بڻجڻو پوي ٿو. ٻار کي پڙهڻجي ڳالهه سمجهائڻ لاءِ اول ماءُ کي طوطلي زبان اپنائڻي پوي ٿي. ظاهري طور ستگورو ٻين معمولي انسان وانگر ڳالهائي ٿو ۽ ڪار وهنوار ڪري ٿو پر حقيقت ۾ پرماتما پاڻ هن ۾ ويهي ڳالهائي ٿو ۽ ڪار وهنوار ڪري ٿو. مولانا روم فرمائي ٿو ته مرشد جا ٻول پرماتما جا ئي ٻول آهن جيتوڻيڪ ظاهري اهي انسان جي زبان مان نڪرن ٿا. ٻئي هنڌ چوي ٿو ته مرشد جو هٿ، خدا جو هٿ آهي. هن جي "ها" خدا جي "ها" آهي. گورو نانڪ صاحب فرمائين ٿا ته ستگورو اهو ڪجهه ڪري ٿو جو پرماتما نٿو ڪري سگهي. انسان سان گڏ رهڻ ۽ سنسار ۾ ڪار وهنوار ڪرڻ لاءِ پرماتما کي

پادري پروفيسر چيو، ”توهان جي اها ڳالهه بلڪل درست ٿي لڳي.“

ڳالهه جو سلسلو جاري رکندي ستگورن فرمايو، ”ڪرائيسٽ جي آتما يعني انهد شبد ڪڏهن به انسان جي رهنمائي نٿو ڪري سگهي جيستائين هو ڪنهن انسان ۾ پرگهٽ ٿي ڪم ڪري. پرماتما ڪي منش جي ديهه اختيار ڪرڻي ٿي پوي ته اسين هنکي ڏسي سگهون، هن سان ڳالهائي سگهون ۽ هنجو اپديش سمجهي سگهون. ٻيو ڪو طريقو ئي ڪونهي. پرماتما جو شبد روپ ته هر انسان ۾ آهي پر اهو اسانکي اپديش نٿو ڪري سگهي. هن سرشٽيءَ جي رچنا ڪرڻ کانپوءِ پرماتما پنهنجي باري ۾ جيون کي ڪهڙي لموتي گيان ڏنو؟ اسان کي آخر خبر ڪيئن پئي ته اسانجو اپائڻهار آهي، اسانجو پرماتما آهي؟ عقل ۽ بدّي ته پاڻ لوڪن کي وڌيڪ الجهائي ڇڏي ٿي ۽ نانا پرڪارن جا شڪ ۽ سوال پيدا ڪري ٿي. عجيب وغريب انومانن ته پاڻ وڌيڪ موانجهارو پيدا ڪيو. پرماتما اها سڀ ڄاڻ صرف ڪنهن منش اندر ويهي ڏئي سگهي ٿو. پرماتما ۽ ديوي ديوتائون ته اسين ڏسي نٿا سگهون ۽ ٻيون جوليون ته انسان کان هيٺ آهن. انهيءَ ڪري اهوئي نيم رهيو آهي ۽ رهندو ته پرماتما جڏهن به جيون کي رچنا رچيندڙ ۽ ان سان ميلاپ جو گيان ڏيندو ته صرف ڪنهن انسان جي ذريعي.

پادري پروفيسر چيو ته عيسيٰ مسيح چيو آهي ته مان ۽ پرماتما هڪ آهيون.

تنهن تي حضور جن فرمايو ته جيڪو منش پوري ستگوروءَ جي رهنمائيءَ ۾ پنهنجي اندر ايشوري گڻ اپنائي ٿو اهو آخر منش جي روپ ۾ پرماتما بڻجي ٿو پوي، پرماتما

ستگوروءَ کان اجازت گھر. بابا جن جو اھو جواب آيو ته سنت مت جا اصول اٽل آھن ۽ اھڙي قسم جي اجازت ڪڏھن به نه ٿي ڏئي سگھجي. ڪجھ وقت کانپوءِ جڏھن مھنجي تڪليف ڪافي وڌيل ھئي ته ڪال مھنجي ستگوروءَ جو روپ ڌاري اندر آيو ۽ چيائين ته خاص حالتن ۾ صحت جي صدقي اھڙين شين کي ڪم آڻڻ ۾ ڪو به اعتراض ڪونھي. اھو ٻڌي مون کي حيراني ٿي ته اندران حڪم ھڪڙو ۽ ٻاھران ٻيو. جڏھن مون انھيءَ شڪل ڏانھن غور سان نھاريو ته سمجھي ويس ته ھي محض دوکو آھي ۽ مون جڏھن پنجن نامن جو سمرن ڪيو ته اھو دوکيباز ڀڄي ويو.

پادري پروفيسر پڇيو، ”ڪرائيسٽ ۾ اھو سوت شبد جو اپياس ڪيو ھو ڇا؟“

”بائيبل ۾ انھيءَ ڏانھن گھڻيئي اشارا آھن،“ ستگورن مورت ۾ وراڻيو.

ٻئي پادريءَ پڇيو، ”ڇا ڪرائيسٽ جي آلما ھيئنر اسانجي سھائتا نه ٿي ڪري سگھي؟“

حضور جن فرمايو، ”نه. قدرت جو اھو قانون نہ ڪونھي. جڏھن ڪرائيسٽ ھن دنيا ۾ موجود ھو ته جن به پريم سان ھنجي شرن ورلي لنکي ھن ڪرائيسٽ ٻڌائي ڇڏيو. پر ھن وقت ھنجي آلما رچنا جي ھيٺين طبقن کان مٿي چڙھي چڪي آھي. ھو ھن دنيا ۾ پنھنجو مقرر ڪم ڪري واپس وڃي انھيءَ شبد ۾ سمايو، جنھن مان ھو آيو. ڪرائيسٽ جو اصلي سروپ شبد ھو ۽ جي اھو شبد جيون جي سھائتا ڪري سگھي ته پوءِ ڪرائيسٽ کي ديھه ڌارڻ جي ضرورت ئي ڪھڙي ھئي؟ جي ڪنھن وقت ھنجو ديھه ۾ اچي اپديش ڏيڻ ضروري ھو ته اھا ضرورت اڄ به موجود آھي.“

ٺهندو. اڄ به اهو شبد ئي ورتما آهي. سڀاڳو ۽ ڌنيه آهي اهو جنهن جي آتما شبد سان جڙي ٿي وڃي!

ٻئريسٽر پڇيو ته حضور 'ڪرائيسٽ' لفظ جي اکري معنيٰ ڪهڙي آهي؟ منهنجي خيال ۾ هندن ۾ اهو نالو ئي ڪونه هو.

حضور مهاراج جن وراڻيو ته پوري طرح مونکي پتو ڪونهي. شايد ان جي معنيٰ آهي رکشڪ يا نجات ڏيندڙ. هي سڄڻ (پادري) توهانکي ٻڌائي سگهندا. پر سمجهو ته توهين سپني ۾، يا جاڳرت اوستا ۾ يا ڌيان ۾ هڪ سروپ ڏسو ٿا جو پاڻکي ڪرائيسٽ ٿو چوي ۽ توهين پريم پيار ۽ ڀڳتيءَ ۾ اچي سندس حڪم مڃو ٿا ۽ هن جي هدايتن تي عمل ڪيو ٿا. ڪڏهن ڪڏهن هو اوهانکي ايندڙ گهٽنائون اڳواٽ ٻڌائي توهانجي وشواس کي پڪو ڪري ٿو ۽ پوءِ ڪنهن وقت توهانکي وچي خبر پوي ٿي ته اهو ڪرائيسٽ نه هو پر ڪال جي هڪ گمراه ڪندڙ شڪتي. هاڻي اهڙي دوکي کان ڪيئن بچجي ۽ ڪيئن ڄاڻجي ته سچ پچ اندر ڪرائيسٽ آيو آهي؟ توهان ڪرائيسٽ کي ته ڪڏهن ڏٺو ڪونه، انهيءَ ڪري ڪال جون شڪتيون ڪيترن طريقن سان روحاني راهه ۾ اهڙي اڀياسيءَ سان دولاب ڪن ٿيون.

ٻئريسٽر چيو ته ڪرائيسٽ جا فوٽا ۽ تصويرون به شايد هن جي اصلي روپ کي ظاهر نٿيون ڪن.

ستگورن اڳتي فرمايو، "زنده گوروءَ جي هوندي به آهي مايا وي شڪتيون ساڌڪ کي دوکو ڏيڻ جي ڪوشش ڪنديون آهن. هڪ ڀيري مونکي ٽنگ جي هڏيءَ جي چوٽ سبب اسپتال ۾ داخل ٿيڻو پيو. ڊاڪٽرن ۽ منهنجي آفيسرن مونتي زور آندو ته بيدا ۽ هرٽبڊي ڪر آٽيان ۽ مونکي آگره ڪيائون ته انهن شين جي ورتاءَ لاءِ منهنجي

لاءِ زنده ڊاڪٽر کي ڇڏي ڪنهن گذري ويل مهاتما جا لکيل نسخا نہ ڪولہ پڙهندا رهندا آهيون. ماڻهو آتما جي بنسبت شرير جو خيال وڌيڪ ٿا ڪن.

حضور جن فرمايو تہ پرماتما جو اهو وڌان آهي تہ سچن جگياسن جي رهنمائي ۽ رهبريءَ لاءِ هنجا پتر- سچا سنت هميشه هن سنسار ۾ موجود رهن ٿا.

ٻئريسٽر چيو تہ اڄ ڪلهہ عام ماڻهو انهن سمجهن!ٿا تہ پرماتما جي اوتار ۽ پيغمبر موڪلڻ جي شڪتي ختم ٿي وئي آهي.

حضورجن زور ڏئي فرمايو تہ هيءَ دنيا ڪڏهن ۾ سنتن کان خالي نہ هوندي آهي.

ٻئريسٽر چيو تہ عام ماڻهو سمجهن ٿا تہ موجوده مهاتما جي اسانکي ضرورت ڪانهي. ڇاڪاڻ جو گذريل مهاتما اسانجي مدد ڪري سگهن ٿا اهو اهڙي طرح آهي جيئن ڪو چوي تہ منهنجي ڏاڏي فلاڻي عورت سان شادي ڪئي لهذا مونکي شادي ڪرڻ جي ضرورت ڪانهي. اهو ٻڌي سڀئي وٺي ٽهڪ ڏنا.

حضور مهاراج جن ان پادريءَ جنهن چيو هو تہ منهنجو ڪرائسٽ سان ايڏو پيار آهي جو مان پنهنجي ڌرم کي ڇڏڻ لاءِ ڪنهن بہ طرح تيار ڪونہ آهيان، ڏانهن مخاطب ٿي فرمائڻ لڳا تہ اهو چڱي طرح ذهين نشين ڪرڻ کپي تہ ڪنهن ديهہ ڌاري ستگوروءَ جي رهنمائيءَ هيٺ روحاني ابياس ڪرڻ جو اهو هرگز مطلب ڪونهي تہ پنهنجي ڌرم لاءِ پريت ۽ شردا ڇڏي ڏجي. ان ابياسيءَ جو اهو پيار ۽ شردا نہ پاڻ وڌندا، جڏهن هنجي آتما شبد جنهنکي بائيبل ۾ پرماتما چيو ويو آهي، سان جڙندي تڏهن هو پاڻ بهتر عيسائي

پيار آهي انهيءَ جي ذريعي هنجي کوج پنهنجي اندر ڪرڻ کپي ڇاڪاڻ ته ڪرائيسٽ جو فرمان آهي ته ”ڳوليو ته توهان کي ملندو.“

پادريءَ پڇيو، ”اسين پرماتما کي ڏسي ۽ هن سان ڳالهائي سگهون ٿا؟

حضور جن هنکي يقين ڏياري چيو ته ها بلڪل اهڙي طرح جيئن توهين مون سان ڳالهائي رهيا آهيو.

بئريسٽر چيو ته حضرت عيسيٰ کي ته گذرئي ورهيه ٿي ويا.

حضور جن وراڻيو ته ڪرائيسٽ ڪڏهن به مئو ڪونه آهي ۽ هنکي ڏسڻ لاءِ ديهه ڌاري ڪرائيسٽ - زنده گوروءَ کي ڳولڻو پوندو.

هڪ پادريءَ پڇيو ته عيسيٰ مسيح جيڪي سکيائون بائيبل جي روپ ۾ اسان لاءِ ورثي ۾ ڇڏي ويو آهي، انهن سکيائن تي عمل ڪرڻ سان هنکي ڏسي ٿو سگهجي ڇا؟

حضور جن وراڻيو ته انهيءَ وشيه تي اسانکي آدارنا ۽ عملي روپ ۾ سوچڻ کپي. خدا جي بادشاهت اسانجي اندر آهي ۽ حضرت عيسيٰ به اسانجي اندر آهي. ڪو به پستڪ اسانکي اندر وڃڻ جي ساڌنا سيکاري سگهي ٿو ڇا؟ بائيبل ۾ ڪٿي به انهن ڪريائن ۽ ساڌنن جو ذڪر آيو آهي ڇا جي ساڌن خود ڪرائيسٽ ۽ هنجي پوئلڳن اندر وڃڻ لاءِ اختيار ڪيا؟ يوڳ ابياس تي ڪيترا وڏا وڏا پستڪ لکيا ويا آهن ۽ انهن پستڪن ۾ سڀ کان اول اها چيتاوني ڏنل آهي ته ڪنهن جيوت گوروءَ جي نگراني ۽ رهنمائيءَ کانسواءِ يوڳ ابياس جي پڙ ۾ مور نه پير پائجو.

اتي اه روشنلعل چيو، ”اسين بيماريءَ مان شفا پائڻ

توهين چئو ٿا ته پري پورڻ پرماتما من ۽ ٻڌيءَ جي دائري کان مٿي آهي، پوءِ به توهين هنکي من ۽ ٻڌيءَ سان سمجهڻ چاهيو ٿا.

بئرسٽر سوال ڪيو ته حضور! ويدانتين جو ائين چوڻ ته هن سرشٽيءَ جي ڪابه هستي ڪانهي، اها نه اڳي هئي، نه هينئر آهي ۽ نه هوندي، اهو ڪيتري قدر صحيح آهي؟

ستگورن فرمايو ته ها. اهو سوامي شنڪر آچاريه جي گوروءَ گوپد آچاريه جو لکيل اجاتيواد (سرشٽيءَ جو اناد پواد) آهي. هنجو چوڻ آهي ته هن سرشٽيءَ جو ٽنهي وقتن — ماضي، حال توڙي مستقبل ۾ ڪو وجود ئي ڪونهي. يوگ وسشٽ، جو ويدانت تي هڪ ڀروسي جوڳو گرنٿ آهي، ان ۾ درشٽ سرشٽ واد جي وياکيا ڪيل آهي ته اها توهانجي درشٽي آهي جا سنسار تي رچائي. درشٽ معنيٰ ڏسڻ ۽ سرشٽ جي معنيٰ آهي سنسار. يعني توهين ڏسو ٿا انڪري ئي سنسار آهي.

بئرسٽر قبول ڪيو ته حضور! اهو منهنجي سمجهه کان ٻاهر آهي.

حضور جن فرمايو ته تمام ٿورا ماڻهو اها ڳالهه سمجهي سگهندا. ان لاءِ ئي ته مون اڳ چيو ته اهو مارگ سڀني لاءِ ڪونهي، بلڪ مورکن جي هٿ ۾ اهو ته اهڙي طرح آهي جهڙي طرح ڪنهن ننڍي ٻالڪ جي هٿ ۾ تکي ڇُري. تنهن تي بئرسٽر چيو ته مان سڀ جو ڪرتا ۽ پرماتما آهيان انهيءَ چوڻ ۾ آنند نه ڏاڍو آهي.

ستگورن وراڻيو، "چوڻ ۾ نه بلڪ سچ پچ بڻجڻ ۾ آنند آهي."

راءِ روشنلعل پڇيو، "مهاراج جي! اهڙي حالت ۾ ويدانتيءَ جو اڌڪاري، هيلو اڀياسي ۽ ڳهمدي بڻجڻ

٠٤ دم - يعني اندرين جو دمن .
٠٥ اپرتي - سنساري پدارٿن کان من کي هٽائڻ ۽ ڌارمڪ رتن رسمن جي بندشن کان پاڻکي آجو رکڻ .
٠٦ تتڪشا - سهڻ شڪتي، مصيبتن کي صبر سان سهڻ .
٠٧ شرڌا - يعني گوروءَ جي وچن ۾ پورن وشواس .
٠٨ سماڌان - من جي چستي ۽ ايڪاگرتا .
٠٩ ممڪشا - مڪتي يعني پرماتما جي پراپتيءَ جي پرٻل اڇا .

جنهن ۾ مٿيان سڌ گڻ هوندا سوئي ويدانت جي اڀياس جو اڌڪاري سمجهيو ويندو آهي . هاڻي ٻڌايو ته ڪيترن ۾ اهي گڻ هوندا؟ جي ڪن جزوي پڙهيل لکيل ۽ سمجهو ماڻهن انهيءَ مان لاڀ ورتو ته ٻاقي ڪروڙين ماڻهن جو اڌار ڪيئن ٿيندو؟ ڇا هو برماتما جي ديا مهر جي پائڻ جا لائق ئي نه آهن؟ پريو پراپتيءَ جو مارگ ته سڀني مردن زالن، پڙهيلن ۽ اڻ پڙهيلن، ودوانن ۽ مورکن لاءِ سمان آهي ۽ اهو آهي ڀڳتي مارگ جنهن لي ڇهن سالن جو ٻار به آسانيءَ سان هلي سگهي ٿو .

پادري پروفيسر چيو ته اهو بلڪل صحيح آهي . اٿرسٽر چيو ته حضور! اسين نه پاڻکي بادشاهه سمجهي ويٺا هئاسين . لوهان نه اسانکي لغت لان ئي لاهي ڇڏيو .

حضور جن وراڻيو ته الين ڪولهي . مان نه چاهيان ٿو نه توهين صرف لالي طور بادشاهه نه ٻڻجو بلڪ سچ پچ بادشاهه ٻڻجو . رکو زبالي جمع خرچ ڪرڻ واري وانگر نه چئو نه مان آتما آهيان، انادي، انست، امر، جاڻي جاڻڻهار، سرو وياپي، سرو گياتا، سرو شڪتيوان، اچل، رچڻهار، من ۽ اندرين جي داتري کان مٿي آهيان بر حقيقت ۾ اهين ٻڻجو .

ٻئي اسٽر چيو ته حضور! ويدن اپنشدن ۾ برهم ڪان سواءِ
ڪجهه ڪونهي

حضورجن اتر ڏنو ته ويد صرف ستو، رجو ۽ تمو ٽنهي
گڻن جو ذڪر ٿا ڪن جنجو ڪم آهي اُپتي ڪرڻ، پالڻ ۽
ناس ڪرڻ. ويد ان سرو شڪتيوان جي باري ۾ ڪجهه به
ڪين ٿا ٻڌائين جو برهم کي ستا ۽ پرڪاش پردان ڪري ٿو.
ڪرشن ڀڳوان گيتا (اڌياءِ ۲ شلوڪ ۴۵) ۾ ارجن کي اُپديش
ڪري ٿو ته ويد صرف ٽن گڻن جي باري ۾ ذڪر ڪن ٿا.
جيڪڏهن تون ستيه کي ڄاڻڻ چاهين ٿو ته انهن ٽنهي گڻن
کان پاڻکي مٿي ڪر. (ترئي گڻيه وشيا ويدا اسٽرئي گڻيو ڀو
ارجن).

ٻئي اسٽر چيو ته ويدانت ڪافي ڪٺن وشيه ٿي معلوم ٿئي.
حضورجن فرمايو ته ويدانت جي شاسترن انوسار ويدانت
جي اڀياس ڪرڻ جو صرف اهو اڌڪاري آهي جنهن ۾ هيٺين
چئن شرطن کي نڀائي ٿو. انهيءَ مان ٿي ظاهر آهي ته ويدانت
جو اڀياس ڪي ڳاڻ ڳٽيا ٿي ڪري سگهن ٿا. اڌڪاريءَ
۾ هيٺيان گڻ هئڻ گهرجن.

۱. وويڪ - يعني صاف سوچ ۽ ويچار دواران محسوس
ڪرڻ ته ڪهڙي وستو سچي، دائما ۽ امر آهي ۽ ڪهڙي
وستو مٿيا، عارضي ۽ فنا آهي. اڌڪاري اهو ڄاڻي ٿو ته
آتما کان سواءِ باقي سڀ فنا ۽ ناسونت آهي.

۲. ويراڳ - يعني سنساري پدارٿن کان ترموهه. اپڻ ۽
استري، ڌن ۽ سنتان وغيره کي مٿيا ۽ ناسونت ڄاڻي انهن
۾ آسڪت نه ٿيڻ.

۳. شٽ سمپت - شم، يعني من جي اسٿرتا ۽ شانتي

لوڀ، موهه ۽ اهنڪار آتما کي غلام بڻائي ويٺا آهن. جيستائين پوري ستڪوره ڪان پيدا ولي ساڌڪ پنهنجي چيتنتا کي ٽون دوارن مان هٽائي، تنهي شرڌرن کي لاهي، آتما کي من ۽ مايا جي گرفت کان ڇڏائي پار برهم ۾ لئو ٿي، تيستائين زبان سان سوهنگ چوڻ فضول آهي ۽ اهو اهڙي طرح آهي جيئن ڪو مسخرو اسٽيج تي پاڻکي راجا سڏائيندو آهي. پار برهم ۾ پهچي جڏهن آتما محسوس ڪري ٿي ته مان ستپرش جو جزو آهيان ۽ فرق صرف اهو آهي ته هو سمنڊ آهي ۽ مان انجو قطرو، تڏهن ئي سوهنگ چوڻ سهائي ٿو ۽ ان کان اڳ نه.

بئريسٽر چيو ته سائين! توهان جيڪي فرمايو سو بلڪل ٺيڪ آهي. مون سوهنگ چئي جيڪا پرماتما جي هرجس هٺڻ جي دعوا ٿي ڪئي، تنهن ڪان مان هٿ ٿو کڻان.

حضور جن فرمايو ته هوشيار وڪيل وانگر توهانکي خبر آهي ته ڪٿي ۽ ڪڏهن پنهنجي هار مڃجي. سڀ اهڙي ڪل ۾ چنڪيا. جيڪڏهن ڪو مزور لنڊن جي سڙڪن تي چوندو وتي ته مان انگريزن جو شهنشاه آهيان ته جهٽ هنکي سڀ بيوقوف سمجهندا.

بئريسٽر چيو ته حضور اسانجو من اسان کان عجيب و غريب ڪرم ڪرائي ٿو.

داتاجن وراڻيو ته اسانکي جڳائي ته جيڪي اڳيان جا پردا اسانجي آتما تي وڪوڙيل آهن انهکي پوري گوروء کان نام وٺي هٽايون. پوء ئي آتما جو پرڪاش پوري روپ ۾ ظاهر ٿيندو ۽ صرف اها دعوا ڪرڻ سان ته اسين پرماتما آهيون، اسين پرماتما بڻجي ڪين پوندا سين پر ان وچايل "خدائي" کي پائڻ لاء اسانکي صحيح اپاء وٺڻا پوندا.

جيستائين راڄڪماري دشمن جي قيد ۾ آهي ليستائين هنجي اها هام هڻڻ ته مان راڄڪماري آهيان، وڏرت آهي. اهڙي ڳالهه لي پاڻ دشمن هنجي مذاق اڏائيندا.

ٻرسٽر پڇيو ته حضور! اسين ٻاڪلي دنيا جي لالچن کان ڇو ڪين ٿا روڪي سگهون ؟

حضور جن وراڻيو ته اسانجي آتما ايترو ته نربل ۽ ضعيف ٿي چڪي آهي جو من سان مقابلو ڪرڻ لاء پنهنجي سموري طاقت وڃائي ويٺي آهي. جيستائين اسين آتما جون زنجيرون هڪ هڪ ڪري نه لاهيندا سين، جنهن ڪال ڪوٺڙيءَ ۾ هوءَ قيد آهي، اُنان کيس آزاد ڪري ڪلي ۽ صاف وايو منڊل ۾ نه آڻيندا سين ۽ جيستائين اُنکي اعليٰ زره ۽ هٿيارن سان نه سجائيندا سين ۽ انهن هٿيارن کي هلائڻ لاء ڪنهن اُستاد جي رهبري ۽ رهنمائي اختيار نه ڪندا سين ليستائين هوءَ پنهنجو وڃايل شان ڪيئن هٿ ڪري سگهندي ؟

انهن لي ٻرسٽر پڇيو ته پوءِ سوهنگ جو نعرو هڻڻ نه فضول آهي ؟

ستگورن فرمايو، ” سوهنگ معنيٰ آهي، ’ اُهو مان آهيان.‘ هي آتما جي موجوده حالت سان لاڳو نه آهي ڇو ته هن وقت هوءَ شرير جي قيد ۾ ۽ من جي اڌين آهي. اهو اشارو ڪنهن خاص روحاني اوستا ۽ منزل ڏانهن آهي ۽ صرف زبان سان سوهنگ چوڻ بيسود آهي جڏهن آتما شرير من ۽ مايا جي بندن ۾ قيد آهي.

مان توهانکي وڌيڪ کولي سمجهايان. هن وقت اسانجي آتما استول، سوکيم ۽ ڪارڻ شريرن ۾ قيد آهي. انهيءَ کانسواء من مايا، ٽنهي گڻن، پنجن لتن ۽ پنجويهن پرڪرتين جي بندن ۾ ٻري طرح جڪڙيل آهي. ڪام، ڪروڌ،

اهو سڀ زبان سان چوڻ آسان آهي پر صرف عقل ۽ تڪ ذريعي انهيءَ ۾ وشواس رکڻ مشڪل آهي. انهيءَ ڪري ويدانت جا آچاريه - ماڌو آچاريه ۽ ٻين پالڻهاري لوڪ جي مدد سان پنهنجي مقصد کي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ڪجھ وقت کانپوءِ ماڌو آچاريه ۽ گياليشور ايتري قدر چيو ته ڀڳتي مارگ دوارا ئي موڪش ملي سگهي ٿو.

نوجوان بئرسٽر چيو ته پاٺڪي برهم سمجهڻ وارو سڌانت مونکي ڏاڍو پسند آهي. شيوڪ ٿيڻ بدران سوامي ڇو نه ٿجي؟ پٽ کان ته پيءُ ٿيڻ بهتر آهي.

حضور جن مشڪي وراڻيو ته اهو گيان يوگ جو مارگ آهي ڪٺن ۽ خطرناڪ آهي. گسائين تلسيداس رامائڻ ۾ گيان مارگ کي تلوار جي ڌار سان ڀيٽيو آهي. لکن مان ڪو هڪ انهيءَ ذريعي پنهنجي لڪش کي پائي سگهي ٿو، هر هڪ جو ڪم ناهي. ڪو وياس، وشسٽ يا شنڪر آچاريه جهڙو ڪامياب ٿئي ته ٿئي، نه ته ٻين لاءِ مشڪل آهي.

”مان سمجهان ٿو ته آتما، جا پرماتما جو انش آهي، بلڪ پرماتما کي به ڪيترن سيمائن اندر ڪم ڪرڻو پوي ٿو، توهانجو ان باري ۾ ڪهڙو رايو آهي؟“ نوجوان بئرسٽر پڇيو.

ستگورن فرمايو، ”آتما بيشڪ راجڪماري آهي پر هن وقت من ۽ اندرين جي بندڻن ۾ قيد آهي. اهڙي حالت ۾ پرماتما جو انش هوندي به وشيه وڪارن جي طوفاني لهرن جو مقابلو ڪيئن ڪري سگهندي؟ ڀلي ڪٿي ظاهري اسين پنهنجون ڪمزوريون ۽ پاپ سوڪار نه ڪيون پر اسانکي انها پوري ڄاڻ آهي ته من جي اشارن تي اسين راتو ڏينهن نچي رهيا آهيون ۽ بار بار واسنائن جو شڪار بڻجي ٿا وڃون.

ڏيو آهي. ”

حضور مهاراج جن وڌيڪ فرمايو ته اسانجي آتما ٻن ڍڪڻن سان ڍڪي پيئي آهي. منش جيون جو اصلي مقصد آهي انهن پردن کي هٽائي آتما کي پرماتما سان ملائڻ. فرق صرف انهن طريقن ۽ ساڌنن جو آهي جي طرح طرح جا مت متانتر انهن اگيان جي پردن کي هٽائڻ لاءِ اختيار ڪن ٿا. ويدانت گيان مارگ يعني عقل ٻڌيءَ جو مارگ ڏيکاري ٿي ته پرماتما ڇاهي تو ته اسين اها ترڪ ۽ واد وواد جي راهه ڇڏي ڌرم ۽ ڀڳتيءَ جي ٻرن جي سهاري هن ڏانهن اڏامون. عقل اسانکي صرف دنيوي ڪم ڪار ڪرڻ لاءِ مليو آهي. ان اگم ۽ اسيم پرماتما کي سمجهڻ لاءِ اسانجو هي عقل ۽ ٻڌي محدود ۽ ڪاڻو آهي.

ويدانتي پاڻ کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪري ٿو ۽ پاڻکي شرير، من ۽ پراڻن وغيره کان الڳ ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. هو ترڪ ذريعي ان نتيجي تي پهچڻ جي ڪوشش ڪري ٿو ته هو نڪي شرير آهي، نڪي پراڻ آهي (جي شرير کي هلائين ٿا) ۽ نڪي پراڻن کي ستا ڏيڻ وارو من آهي. هو آتما آهي. هو شرير، پراڻ ۽ من کي جيون ۽ شڪتي ڏيڻ واري سچي چيتن ستا آهي. اها چيتن ستا ئي پرم آتما آهي، برهم آهي، سمپورڻ سرشٽيءَ جو ڪرتا آهي. ويدانتي چون ٿا ته آتما جي الڳ هستي آهيئي ڪانه، اهو سڀ ڪوڙ آهي. مان ئي سنسار آهيان ۽ سنسار جو سنچالڪ آهيان. مان ئي پرم چيتنا جو ساگر آهيان ۽ هي سنسار ان جون لهرون، وير ۽ ڳجي آهن. اگيان دوارا اٿين ڀل مايا ڪارڻ ئي منش خود برهم هوندي به پاڻکي نيچ ۾ نيچ سمجهي رهيو آهي.

پادري پروفيسر عرض ڪيو، "مهاراج جي! اسان لوهاڻن کافي وقت ورتو آهي ۽ اوهان نهايت اهمل سان اسانجي شنڪائن جو سماڌان ڪيو آهي. جي لوهاڻجي اجازت هجي ته مان فقط هڪ وڌيڪ سوال پڇان."

حضور جن وراڻيو، "وڏي خوشيءَ سان پڇو. اهو منهنجو فرض آهي بلڪ مونکي سڀني جگياسن جي سوالن کي سلجهائڻ ۾ وڏي خوشي ٿيندي آهي."

تڏهن پادريءَ پڇيو، "سائين! ڪجهه روشني ويدانت تي وجهو. ويدانت، يوگ ۽ سنت مت ۾ ڪهڙو فرق آهي؟"

ستگورن فرمايو، "ڀارت درشن جون ڇهه شاخون آهن جنهنکي کٽ درشن چئبو آهي ۽ ويدانت ان مان هڪ آهي. يوگ ۾ کٽ درشن جو هڪ الگ آهي ۽ ويدانت کان نيارو آهي پر سنت مت جي چاڙهه انهن ڇهن ني کي ڪانهي. سنت مت جي منزل ۽ رسائي انهن سڀني کان مٿي آهي. ڀهراڻن ڀهراڻن وياس رشيءَ ويدانت شاستر لکيو پر ويدانت کي موجوده روپ شنڪر آچارج (٧٨٨ کان ٨٨٨ عيسوي) ڏنو. هن ادويت واد جي استاپنا ڪئي جنهنجو سڌانت آهي ته برهما کان سواءِ ٻيو سڀ ناسولت ۽ ابي ٿا آهي.

رامانج آچاريه (١٠١٧ کان ١١٣٧) جنهن دويت واد سڌالت جو پرچار ڪيو. اهو برهم جي سرگڻ روپ ۾ وشواس رکي ٿو ۽ چوي ٿو ته برهم ۽ آتما الڳ الڳ آهن پر ادويت واد ٻنهي کي هم جنس سمجهي ٿو. هو چوي ٿو ته برهم کانسواءِ ٻيو سڀ ڀرم آهي. "ايڪو برهم دليه ناستي." هي جيڪي ڪجھ نظر اچي ٿو سو مايا وي سپنو آهي ۽ صرف اگيان جي ڪارڻ نظر اچي ٿو. جهڙي طرح دولهون آگ مان نڪري آگ کي لڪائي ڇڏي ٿو اهڙي طرح هن مايا برهم کي لڪائي

هلت چلت ۾ جانورن وانگر آهي، ته پوءِ ڇو ڪين قدرت اهڙي انسان کي هيٺين نيچ جونين ۾ موڪليندي جنهن جو هو سچ پچ لائق آهي؟ انهن جونين ۾ پرايل آزمودا ۽ اليوهنجي وڪاس ۽ اُنتيءَ لاءِ لاڀدائڪ ٿيندا. پيو ٿوهان اهو ته ڏاڍو هوشيار ڪي ڪتا، ٻليون يا ٻيا ڪي جانور ڪن انسان ڪان ۾ وڌيڪ سٺي هلت ڪندا آهن. پوءِ ڇو ڪين پرماتما اهڙين آتمائن تي ديا ڪري مٿن چولو بخشيندو جنهن لاءِ هو صحيح روپ ۾ لائق آهن؟ قدرت جيڪو سبب انهن آتمائن کي سيکارڻ چاهيو ٿي اهو سبق هو بخوبي سکي چڪيو ته مٿن جنم پائي حيوانيءَ ۽ هستيءَ ورتاءُ ڪرڻ ڪيڏو نه هاڃيڪار آهي. در اصل، هي سڀ ڳالهيون انهن دنيادارن سمجهڻ جهڙيون آهن باقي ٻڌيءَ ۽ بحث مباحثي ذريعي اهي سمجهي نه سگهبيون.

پادري پروفيسر سهمت ٿيندي چيو ته اٿين برابر آهي.

هڪ ٻئي سوال چيو ته جيڪڏهن سڀ ڏک، درد ۽ بيماريون اسانجي گذريل ڪرمن جو ڦل آهن ته پوءِ انهنکي دور ڪرڻ جي ڪوشش ۽ اُپاءُ ڪرڻ جو ته ڪو سوال ئي نه ٿو اُٿي؟

حضور جن فرمايو ته اهو درست ڪونهي. جيتوڻيڪ اُهي ڪمت ۽ ڪليش اسانجي ڪيل ڪرمن ڪارڻ آهن ته به انجو اهو اُرٿ ڪونهي ته اسانکي انهن کان ڇوٽڪارو پائڻ لاءِ ڪو به جتن ڪرڻ نه گهرجي. ممڪن آهي ته ڪي ڏک ۽ مصيبتون اسانجي هن جنم جي غلطين يا ڪرمن ڪارڻ هجن ۽ شايد اسين سولائيءَ سان انهنکي دور ڪري سگهون ۽ جڏهن اسين انهنکي دور ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا سين ته من ۾ سنتوش رهندو ته اسان پنهنجي ڪوشش ڪئي آهي. الهيءَ ڪري انهن ڏکن کي چپ چاپ سهي سگهنداسين.

جن سنتن ۽ مهاتمائن الهام جو ذڪر ڪيو آهي ۽ الهام وچن ڪڏهن به غلط نه ٿيندو آهي. جيڪي هو پنهنجي اندران اکين سان ڏسن ٿا اهو ٻين سمجهائين ٿا.

هڪ پادريءَ چيو ته جڏهن ڪنهن ماڻهوءَ جي مهاتما جي وچن جي هر ڊاش ۽ وقت جا مهاتما لاڳو ٿا ڪن ته آهي وچن ضرور مهتو پورا ۽ ڀروسي جوڳا هوندا.

حضور جن فرمايو ته عجب جي ڳالهه ته اها آهي ته ماڻهو سمجهن ٿا ته هو سڀ ڪجهه پنهنجي عقل ٻڌيءَ ذريعي سمجهي سگهن ٿا. انهن کي اها ڄاڻ ڪانهي ته انهن ۾ لوڪ ۽ منڊل آهن جي هنن جي عقل ٻڌيءَ جي پهچ کان بلڪل ٻاهر آهن.

ان تي مسلمان ڊاڪٽر چيو ته اهو انسان جو محدود عقل ۽ ٻڌي آهي جنهن هڪ ئي قرآن شريف جي معنيٰ وارن کي بهتر فرقن ۾ ورهائي ڇڏيو آهي ۽ عيسائين ۾ ايڪ پنٿ چالو ڪري ڇڏيا آهن.

پادرين مان هڪ حضور جن کي ياد ڏياريندي عرض ڪيو ته توهين پنر جنم جي باري ۾ ڪجهه ٻڌائي رهيا هئا.

حضور جن فرمايو ته توهان پڇيو ٿي ته انسان کي نيچ ۽ اوچ جونين ۾ ڇو ٿو موڪليو وڃي؟ توهين ڏسو ته قدرت جي هر ڪارنهه ۾ مصلحت رکيل آهي. جڏهن قدرت ڏسي ٿي ته ڪنهن ماڻهوءَ ۾ شڪار ڪرڻ ۽ جيو هتيا ڪرڻ جو شوق سوار آهي ته هوءَ هنکي اهڙي نئي جونِ ۾ ڏئي جهڙوڪ شينهن جي يا چيتي جي، جتي هو آسانيءَ سان پنهنجي ان پراڻي اڇا جي پورتي ڪري سگهي. جيڪڏهن ماڻهوءَ ۾ اهڙا آهي حيواني عادتون آهن ۽ مٺن جنم جهڙي انولڪ رتن جو ڪو به قدر نٿو ڪري ۽ ستسنگ

ستسنگين کي نرڪ ۾ وٺي ويندا آهن ڇا؟

حضور جن فرمايو تہ ها، جنهن بہ جيو کي پوري گروءَ کان نام مليو آهي، جمدوت ان جي نزديڪ اچڻ جي بہ همت نہ ٿا ڪن. نہ رڳو ايترو بلڪ جمدوتن جو مالڪ يمراج بہ ستگوروءَ جي شبد ڪمان ولهن تو وڃي. جي جمدوت ڪنهن ستسنگيءَ کي نرڪ ۾ وٺي ويندا تہ ان جي رهائيءَ لاءِ پوري گوروءَ کي اُتي نرڪن ۾ وڃڻو پوندو ۽ ان جو نتيجو اهو نڪرندو جو نرڪن جي سڀني جيون جا بند خلاص ٿي ويندا ۽ سڀ نرڪ خالي ٿي ويندا، جا ڳالهہ يمراج کي قيام قبول ڪانهي.

بئريسٽر پڇيو تہ حضور اهي دکدائي يمراج ۽ ان جا دوت ڇو بڻايا ويا آهن؟

ستگورن فرمايو تہ جي ڪچرو ڪڍائڻو هوندو آهي تہ مهتر کي سڏ ڪبو آهي، جي ڪنهن بدمعاش يا ڌاڙيلءَ کي پڪڙائڻو هوندو آهي تہ پوليس واري کي سڏ ڪبو آهي. توهين خود سمجهي سگهو ٿا تہ سماج جي انتظام لاءِ پوليس جو محڪمو اهڙو ئي ضروري آهي جهڙو ٻيو ڪو سماج سڌار محڪمو.

پادري حضور جن جي وچن جي تائيد ڪندي چيو تہ برابر دنيا ۾ پرماتما کي ٻنهي برن ۽ ڀلن لوڪن سان واسطو پوي ٿو.

بئريسٽر چيو، ”مان تہ سمجهان ٿو تہ هي سرڳن ۽ نرڪن جون ڳالهيون صرف ڪلپنا آهن ۽ انهيءَ مطلب سان گهڙيون ويئون آهن تہ لوڪ برائيءَ کان ڊڄي نيڪيءَ ڏانهن مائل ٿين.

اهو ٻڌي سڀيئي ولي کليو.

حضور جن فرمايو تہ اهو درست ڪونهي. سڀني ڌرمن

مالڪيءَ وقت وٺي ويندو جهٽڪي وڇوڙائيءَ ۾ اهڙا اڳيو
تيا آهن .

انهي ايمن وينلن ۽ خاص ڪري امريڪن پادرين ان مائيءَ
کي ڏسڻ جي چاهنا ڏيکاري . اڪري حضور دين ديال جن
مولڪي آگيا ڏني ته مان هي رکيءَ کي توريءَ دسر
لاءِ وٺي اچان .

هي سي رکيءَ پنهنجا اڳيو پڙهايا جن جو مون انگريزيءَ
۾ اولاد ڪري پڙهايو ۽ جو وينلن ۾ ڪيترا سي سي رکي
جي پنجابي بولي چڱيءَ طرح ڪين ٿي سمجهي سگهيا .

ان ملاقات ڪالپوءِ سينٽي کي سنتوش ٿيو .

ڊريسٽر وڌيڪ پڇيو ته حضور ! سرڳ ۽ لڪ ۾ ڪه آتما
کي ڪا ديهه هوندي آهي ڇا ؟

حضور جن فرمايو ته ها پرهيءَ استول ديهه لڌ ، سوکيم
ديهه ٿيندي آهي ، اُهي سوکيم شرير اهڙا هوندا آهن جهڙا
سپني ۾ ڏسبا آهن ۽ سک ۽ دک جو اثر محسوس
ڪندا آهن .

ڊريسٽر وري سوال پڇيو ، ” سوکيم شرير ۾ موت اچڻ
لي ممڪني ٿو ڇا ؟ سمجهو لي ڪو ماڻهو موت ڪالپوءِ هڪ
ڪتي جي جون پائي ٿو ، هنجي سوکيم شرير کي ۾ سائيءَ
حالت مان لنگهڻو پوندو ڇا ؟ “

حضور جن فرمايو ته ته ، سوکيم شرير هميشه يڪسان رهي
ٿو . سوکيم شرير پنجن تتن پرٿوي ، پاڻي ، اگني ، وايو ۽
آڪاش جو ٺهيل ڪونهي . بلڪ لون سوکيم تتن مان ٺهيل
آهي ، روپ ، رس ، سپرش ، گند ۽ باقي ٻيا چار آهن من ،
بدي ، چت ۽ اهنڪار .

ڊريسٽر وري پڇيو ته ڪنهن جمدوت جي غلطيءَ وچان

آهي. اهڙو مشق پاڻ کي اهڙن ڪرمن کان بچائيندو رهي
ٿو ۽ سندس دل ۾ برن ڪرمن لاءِ قدرتي طور نفرت پيدا
ٿئي ٿي.

بئريسٽر چيو ته اها صرف وشواس جي ڳالهه ٿي. ڇا ان
کي ثابت به ڪري سگهجي ٿو يا نه؟

حضور جن فرمايو ته ها، جن پيارن کي سوڪيم منڊلن جي
ڪاروبار کي ڏسڻ جي اندروني اک مالڪ بخشي ٿو،
انهيءَ وچن يا سندن لکيتن مان اها ڳالهه ثابت ٿئي ٿي.

بئريسٽر تنهن تي پڇيو ته هتي به ڪو اهڙو شيوڪ آهي
جنهن کي اها الترڪ اک حاصل ٿي هجي ۽ جيڪو اسان کي
پنهنجا اهڙا انڀو ٻڌائي سگهي؟

حضور جن وراڻيو ته هتي اهڙا پيارا گهڻيئي آهن مگر هو
گمنام رهڻ ٿي پسند ڪن ٿا ۽ پنهنجو پاڻ ظاهر ڪرڻ
نٿا چاهين.

بئريسٽر چيو ته ان ۾ هنن جي خود نمائي يا مشهوري ڪرڻ
جي نه ڳالهه ٿي ڪانهي. صرف منهنجي جگياسا جو سماڌان
ٿي پوندو.

حضور جن فرمايو ته اهڙا سڀڻ به توهان کي صرف پنهنجا
انڀو ٻڌائيندا پر ان مان توهان کي ڪيئن تسلي ٿيندي؟ ۽ هو
جيڪي ڪجهه چون ٿا سو سچ آهي؟

بئريسٽر چيو ته مون کي هنن جي ٻڌائڻ تي ئي وشواس
اچي ويندو.

”پوءِ توهين منهنجي چوڻ تي ئي ڇو ڪين ٿا وشواس
ڪريو؟“ حضور جن مشڪندي فرمايو.

تنهن تي سڀيئي اچي کل ۾ ڇٽڪيا.

حضور جن فرمايو ته چڱو، دريائي لعل توهان کي هڪ

ان شڪاري کي صرف هڪ بري عادت ڪارڻ سڄو جنم وٺي اهو ڪرمن جو اوڄ چڪائڻو پوندو. قدرت پنهنجو اهو پراڻو قانون بدليو ئي ڪونهي ته جان جي بدلي جان ۽ اک جي بدلي اک ڏيڻي حساب چڪائڻو آهي. اهو قانون اڃا به پوري طرح لاڳو آهي. سو ڪرمن جو حساب ڪتاب چڪائڻو ئي آهي. جيڪڏهن موت کان اڳ اهو ليکو چڪتو نه ٿيو ته قرضدار کي اهو ليکو پورو چڪائڻ لاءِ وري جنم وٺڻو ئي پوندو. صرف چولي جي بدلائڻ سان قرضدار کي معافي نٿي ملي. هنجي سڀني ڪرمن جو ليکو، ۽ لهڻو ڏيڻو هنجي انتهڪرڻ ۾ پڪي طرح اُڪريل رهي ٿو. ان ڪرمن جي بندش کي نه ته ڪو ڪوڙي ثابت ڪري سگهي ٿو، نه بدلائي سگهي ٿو ۽ نه ئي ناس ڪري سگهي ٿو. ان ۾ درج ڪيل هڪ هڪ ڪوڏي به چڪائڻي پوندي. هر هڪ نيڪ ڪرم جو انعام ملڻو آهي ۽ هر هڪ بري ڪرم جي سزا ڀوڳڻي آهي.

انهي بئريسٽر پڇيو ته اسانکي سزا ڇو ٿي ڏني وڃي؟

حضور جن وراڻيو ته اسانجي نفس پليتي ۽ بڇڙيءَ لاءِ، اسانکي سڌارڻ سنوارڻ لاءِ ۽ اسانجي پاپن کي ڌوئڻ لاءِ.

بئريسٽر سوال ڪيو ته جڏهن اسانکي ياد ئي ڪونه ٿو رهي ته اسان گذريل جنم ۾ ڪهڙا ڪرم ڪيا ۽ اسانکي ڪهڙي ڪرم ڪارڻ سزا ڏني وڃي ٿي ته پوءِ ان سزا جو فائدو ڪهڙو جڏهن سزا ملندڙ کي پنهنجو قصور ئي ياد نٿو رهي؟

حضور جن فرمايو ته ان سزا جو اثر انتهڪرڻ ۾ امٽ روپ ۾ اُڪريل رهي ٿو ۽ ايندڙ جنمن ۾ اهڙن ڪرمن کان ائين ئي ولڙن وڃي جيئن ڪو زهريلي نانگ کان ڊڄندو

۽ آزمودا آلما جي اُنتيءَ ۽ وڪاس لاءِ ضروري آهن. آلما جي لباس مٽائڻ جو نالو آهي موت. آلما کي هڪ نئين ديهه ملي ٿي جنهن ۾ اڳئين پنهنجي ڪرمن انوسار اهڙي اڀيو حاصل ٿين ٿا جي حقيقت ۾ هنجي اُنتيءَ لاءِ ضروري ۽ مفيد آهن.

جڏهن منش جو مرڻو ٿئي ٿو تڏهن هو صرف پنهنجي ڪارڻ ڪيتو ۾ وڃي ٿو پر سندس ڪيل ڪرمن جو حساب ڪتاب هن سان گڏ رهي ٿو. هو جتي وڃي ٿو اُتي اُهن ڪرمن جو قرض کيس چڪائڻو پوي ٿو. قدرت سنگدل مهاجن جيان آهي. جيڪي قرض اوهان کيا آهن اهي ڀوڳڻا پوندا اوهان لاءِ ٻيو چارو ئي ڪونهي. دنيا جي سڀني ڌرمن ان عدالت کي ٻڌوايو مڃيو آهي ته جيڪي پوکبو سوئي لڻبو. انسان پنهنجي ڪيل ڪرمن جي ڦل لاءِ خود ئي ذميوار آهي. اهوئي ڪرمن جو قانون آهي ۽ جنم جو عدالت ۾ ان سان ناچي پيٽي والڪر جڙيل آهي. پنر جنم کانسواءِ ڪرمن جو عدالت اڌورو ۽ اڻپورو رهجي ٿو وڃي. اسين سڀ لڳاتار ڪرم ڪندا وهون ٿا ۽ اهڙي ريت نت نئون قرض کڻي پنهنجي ٻوجهي کي ڀاري رهيا آهيون. هي سڀ قرض چڪائڻا ئي پوندا. ان کانسواءِ ٻچڻ جو ڪو ٻيو اُپاءُ ئي ڪونهي. هڪڙي ئي جنم ۾ اسين ڪرمن جو اهڙو ته بوجهه کڻي ٿا وهون جو هڪ حياتيءَ ۾ چڪائڻ ناممڪن ٿيو پوي. نوجوان بئرسٽر پڇيو ته حضور! اهو ناممڪن ڇو آهي؟

حضور جن فرمايو ته سمجهو هڪ ماڻهو شڪار ڪرڻ جو ڏاڍو شوقين آهي ۽ هو پنهنجي زندگيءَ ۾ سؤ جانور ماري ٿو. اهو ڀاري بوجهه صرف تڏهن ئي ختم ٿيندو جڏهن اهي جانور واري سان ان شڪاريءَ جي جان وٺندا. سو

آهن. ڪي نه وري سندر ۽ سڀول روپ رنگ ۽ سٺو دماغ کڻي ايندا آهن ۽ شاهوڪاريءَ ۾ لاڏ ڪوڏ سان پلبا آهن. ڪٿي انين ۾ ڏسبو آهي نه انسان جي پيار کان ڪٿي جي گلڙي يا پليءَ جي. پولنگڙي جي وڏيڪ سار سنڀال ٿيندي آهي.

ڪٿي ڏسندا آهيون نه غريب ڪٽنب جو هڪ ئي ڪمائڻ وارو انهن کان کسيو ويندو آهي ۽ ويچارا ننڍا ٻار، بي سهاري ۽ اناٿ بڻجي پوندا آهن. ڪٿي نه ڪنهن پيرسن کي اڻ ميو ۽ اناٿ ڏسبو آهي پر هنڪي ڪوبه اولاد يا وارث ڪونهي جو ان لاٺي مان ڇوڙي ۽ ماٺي. هڪ گهر ۾ ٻتي جوان ۽ سندر استريءَ کي ڏهاڳ جو داغ ڏنئي ٿو وڃي ۽ کيس ساري عمر روڄ ۽ راڙي لاءِ ڇڏي ٿو وڃي. ان سامهين گهر ۾ وري هڪ پڊڙي جنهنکي گهر ۾ ڪير به ڪونه ٿو چاهي، پيئي جيئي. هن جون اهڙي اهڙي اڀاڳي جيون مان آزاد ٿيڻ لاءِ ارداسون ۽ التجائون اڳهين ئي لٿيون. ڪو ٻار جائي جم کان ڪوڙهي آهي نه ڪو گونگو ۽ ٻوڙو.

الٰهي حضور جن سڀني کان پڇيو نه اهو سڀ ڇا جي ڪري آهي، انجو راز ڪهڙو آهي؟ ڇا پرماتما پنهنجي من مائي ٿو ڪري يا هڪڙن سان پاسخاطري ٿو وري نه ٻين سان زور ظلم؟ يا پرماتما غلطي ٿو ڪري جنهن لاءِ کيس پوءِ افسوس ۽ پڇتاءُ ڪرڻو پوي ٿو؟ صرف ڪرمن جو ليکو يا پنر جنم جو سڌانت ئي ان منجهيل مسئلي جو صحيح ۽ سنتوش جنڪ جواب آهي. اسانجي هيءَ موجوده نوري زندگي ان وڏي لڙهي ۽ انت جيون جو هڪ ننڍڙو حصو آهي، جنهن ۾ اسانجي آتما کي اڻيڪ جولين مان لنگهڻو پوي ٿو ۽ طرح طرح جا آزمودا ۽ تجربا حاصل ڪرڻا پون ٿا. اهڙي انجو،

حضور جن فرمايو ته سنت الهه وشواس رکڻ لاءِ ڪڏهن هدايت ڪو نه ڪندا آهن بلڪ هو ته دعويٰ سان چوندا آهن ته ڪوبه ڪمائي ڪري اهي سڀ نظارا پنهنجي اندر ڏسي سگهي ٿو.

نوجوان برهمڻ پڇيو ته آتمڪ ابياس لاءِ ڪنهن خاص آسڻ جي ضرورت آهي ڇا؟

حضور جن وراڻيو ته شبد ٻڌڻ لاءِ هڪ خاص آسڻ سهنج پرنو ۽ وڌيڪ لابدائڪ آهي پر آسڻ جو خاص مهتو ڪونهي. ڪهڙي به سولي ۽ آرام دائڪ آسڻ ۾ ويهي ابياس ڪري سگهجي ٿو. پر جيڪا مهتو پورڻ ڳالهه آهي سا آهي من جي ايڪاگرتا، نه ڪ آسڻ.

هڪ پادريءَ پڇيو ته مان هڪ سوال پڇي سگهان ٿو؟ هندن جو پنر جنم ۽ آواگون ۾ وشواس جو سدالت منهنجي سمجهه ۾ ڪو نه ٿي اچي. منش جنم مان ڪري، جانور جي جوڻ پائي سگهجي ٿي ۽ جانور منش جو چولو پائي سگهي ٿو، اهڙي طرح جيو آتما جوليون بدليندي رهي، اهو منهنجي عقل ڪي ڪين ٿو آئڙي.

حضور جن وراڻيو ته سنسار ۾ روزمره جيڪي وچتر گهٽنائون، اسانجي سمجهه ۾ نٿيون اچن، انهن جو اهو ئي صحيح ۽ لز جواب آهي. اسين هر روز عجيب و غريب ڳالهيون ڏسندا آهيون. هڪ ٻار دولتمند ۽ آسودي گهر ۾ جنم وٺي ٿو، سون جي پينگهي ۾ پلجي ٿو. ٻيو آلي جنم وٺي ٿو جتي نه وڇائڻ لاءِ ڪو ڪپڙو آهي نه پهرڻ لاءِ وستر. ڪي جنم کان ئي انڌا، ٻوڙا لنگڙا جمن ٿا، ڪي مورک ته ڪي جنم کان ئي اپراڌي ورتي کڻي ايندا آهن. ڪن کي مائٽ غربت ڪارڻ رستن ۽ راهن تي اڇلائي ڇڏيندا

سمرن ۾ لڳائين ٿا. سنت مت جي ابياس ۾ ٻهرين ۽ مکيه ڳالهه آهي پرماتما جو سمرن. پر سمرن هجي لڳاتار ۽ اٽوٽ جيئن من کي هيڏانهن هوڏانهن ڀٽڪڻ جو موقعو ئي نه ملي. ان مهل پنهنجو خيال ٻنهي ڀرن جي وچ ۾ جمائي رکڻ گهرجي. اها ساڌنا ڪيڏي مهل ۽ ڪٿي ۽ شانتيءَ سان ڪري سگهجي ٿي ۽ ان ۾ ڪا به تڪليف يا ڪنائي ڪانهي. ان ابياس بابت مڪمل هدايتون دکشا ڏيڻ وقت ڏنيون وينديون آهن.

ٽيون اهو ڏنو هوندو ته من جنهن به شيءِ جو خيال ڪندو آهي ته ان شيءِ جو آڪار ۽ روپ به اچي اکيان ايهندو آهي. ان کي چئجيتو، "ڌيان." سنت سنسارڪ پدارٿن جي ڌيان جي بجاءِ گوروءَ جي ڌيان ڪرڻ جي هدايت ڪن ٿا. گورو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا:

"اڪال مورت هيءِ ساڌ سنتن کي،
تاهر نيڪي ڌيان ڪو."

ارٿات سنتن جو امر ۽ ابناسي سروپ من کي ٽڪائڻ لاءِ اَمر ساڌن آهي.

ڌيان ڪالپوءِ اهد شبد يا اِلاهي آوازکي ٻڌبو آهي. ٽوري ۾ چئجي ته آتمڪ ابياس جو اهو ئي سار آهي. پهران سمرن ۽ پوءِ ڌيان ۽ پوءِ ڌن يعني آتما کي ان اُڌگيت سان جوڙڻ. سمرڻ ذريعي اسين پنهنجي خيال کي ٻاهرين پدارٿن مان سميٽي ٽيسري تل ۾ ايڪاگر ڪريون ٿا، ڌيان ڪرڻ سان اسانجو خيال ان مرڪز تي ٽڪجي ٿو ۽ اهد شبد جي سهاري اسانجي آتما اوچن منڊلن ڏانهن پرواز ڪري ٿي.

پادري پروفيسر چيو ته اها ڳالهه صحيح معلوم ٿئي ٿي ۽ دل کي لڳي ٿي.

امڪان ڪونه هوندو آهي. اهڙو شانتميه وايو منڊل پيدا ڪرڻ
سمرڻ لاءِ نهايت ڪارائتو ٿيندو آهي ۽ ٿڪل من جي
ورتين کي سولائيءَ سان اندر ايڪاگر ڪري سگهبو آهي.
اهڙي سيتل ۽ شانت سمي ابياسيءَ کي گهرجي ته پنهنجي
من کي استر رکي پنهنجي خيال کي شولينتر ۾ ايڪاگر ڪري.

حضور جن وڏيڪ فرمايو ته ڌيان ڏيڻي بدو ته اسانجي
شرير ۾ من ۽ آتما جو استان اکين جي پويان آهي. جنهنکي
تيسرا تل، ٽين اک، شولينتر، اشٽ دل ڪنول يا نقطهِ سويدا
ڪري سڏيو ويو آهي. هيءَ اها ئي جاءِ آهي جتان اسانجو من
۽ آتما شرير جي نون دوارن ذريعي دنيا ۾ ڦهلجي وڃن ٿا.
اهي نو دوار آهن، ٻه اکيون، ٻه ڪن، ٻه ناسڪائون، وات
۽ ٻه هيٺيان دوار. اسانکي پنهنجي ڦهليل خيال کي سڀني
طرفن کان سميٽي انهيءَ مرڪز تي ايڪاگر ڪرڻو آهي. ان
ڪيندر تي پنهنجي من کي آڻي بلڪل شانت ۽ اڏول
ڪري ٻيهارڻو آهي.

سنتن مهاتمائن ان منزل مقصود کي حاصل ڪرڻ لاءِ من
جي سياڻ جو بخوبي ابياس ڪري ڏنو ته هيءَ من هر وقت
سنساري پدارٿن جو سمرن ۽ ڌيان ڪندو رهيٿو. توهان
سڀني اهو ڏٺو هوندو ته توهين بلڪل شانت ۽ خاموش ويٺا
هوندا آهيو تڏهن به توهانجو من اندر ئي اندر ڪجهه نه
ڪجهه سوچيندو رهندو آهي، ڪجهه نه ڪجهه دهرائيندو
رهندو آهي يا ڪنهن نه ڪنهن ويچار ۾ غلطان هوندو
آهي. من ڪڏهن به استر ڪونه رهندو آهي. هر هڪ پل ۾
هو هڪ وستوءَ کان ٻيءَ وستوءَ ڏانهن ڊوڙندو ٿي رهيٿو.
سنت من جي ان عادت جو فائدو وٺندا آهن. هو من کي
ديوي سمرن ڪرڻ جي بجاءِ پرماتما جي پوتر نامن جي

آهن، پرمارٿيءَ کي پنهنجي نظر صرف هن انساني جاءِ جي اصلي
مقصد يعني پرميشور پراپتي تي رکڻ جڳائي. جيڪي مذش جي
ڏر مستڪ ۾ لکيل آهي، اهو هڪ کي اوس ملندو ۽ انهيءَ
ڪري کيس رضا تي راضي رهڻ گهرجي. اميري غريبي،
سک ڏک، مان اپمان، بيماري تندرستي، رنج ۽ راحت
مطلب ته جيڪي انسان کي ملڻو آهي اهو اڳيئي پنهنجي
حلالت ۾ لکائي آيو آهي.

راءِ روشن لعل حضور جن کي عرض ڪيو ته ستگورو جي!
توهان سنت مت جي ابياس بابت ڪجهه ٻڌائڻ چاهيو ٿي.

حضور جن ورائيو ته ها ٿورو مضمون ٻيو اچي ويو.
ساڌڪ کي سڀني اچائن کي دل مان ڪڍي، ڪنهن ايڪانت
استان تي يا گوڙ بکيڙي کان پري ڪنهن ڪمري ۾ وهڻ
جي. سج اڀرڻ کان ٻه يا ٽي ڪلاڪ اڳ واري سمي
کي هندو شاسترن "برهم مهورت" سڏيو آهي. اهو وقت
ڀڳتيءَ لاءِ بي مثل آهي. هونءَ ته سمورو وقت ئي پرماتما
جو آهي ۽ ابياسيءَ کي جنهن به وقت سهوليت ٿئي ان وقت
مالڪ جي ياد ۾ ويهي سگهي ٿو پر امرت ويلي ۾ ڪرڻ
۾ کي خاص خوبيون آهن جي ٻئي ڪنهن وقت ۾ نٿيون
ٿي سگهن..

سويل صبوح جو اسانجو تن ننڊ کي من راحت جي آرام
ڪرڻ بعد تازو توانو رهي ٿو. اڳئين ڏينهن جون چنتائون
۽ ڪم ڪاريون اسان کان وسري وڃن ٿيون. نئين ڏينهن
جي ڪم جو سوچ اسانجي من تي اڃا غالب ڪونه هوندو
آهي. چوڌاري شانتي ۽ سن سانت هوندي آهي. آمدرفت
جو شور غل به ڪونه هوندو آهي ۽ ٻار ٻار سمهيل هوندا آهن.
ان مهل ڪنهن به اوچتي مهمان يا ملاقاتي جي اچڻ جو

رنئن پوئين جو اپياس ضروري آهي . نامردان
پهرين اها ڳالهه جڳياسوءَ کي سمجهائي ويندي
ءَ روحاني اپياس صرف پرماتما جي پائڻ لاءِ
ي ۽ نه سنساري سکن ۽ نعمتن لاءِ .
سوال ڪيو ته حضور! ڪوبه اهي روحاني
ڪري من جون مرادون پائي سگهي ٿو ڇا؟ انهن
ن ڇا ٿو هٿ حاصل ٿئي؟
جن فرمايو، ''دنيا ۾ ڪيترائي ماڻهو ڌن دولت
ڌي، ۽ شڪتي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيترن ئي قسمن
جپين ٿا ۽ ساڌنائون ڪن ٿا پر سچي متلاشيءَ کي
زندگيءَ جو مول مقصد صرف پرماتما جي پراپتي
رجي . در اصل، هي انمول مانش چولو مالڪ صرف
ملڻ لاءِ بخشيو آهي .
جوان انٽريسٽر پڇيو ته انهن ساڌنن سان ڌن دولت يا
حاصل ڪري سگهجي ٿو ڇا؟
حضور جن وراڻيو ته ها، سنسار جون اڇائون پوريون
ڻ لاءِ الڳ الڳ منتر ۽ الڳ الڳ ساڌنائون
يون آهن .
انٽريسٽر پڇيو، حضور! ڪجهه ته حاصل ڪري سگهجي
پوءِ چاهي سندر استري هجي يا اڻ ميو ڌن؟
حضور جن فرمايو ته اهي سڀ شيون ملي سگهن ٿيون پر
رهالڪي ان لاءِ وڏي قيمت چڪائڻي پوندي ۽ ساڳئي
وقت توهانجي ڪرمن جو بوجهه پڻ ڀاري ٿيندو . اهي اڇائون
ي اسانجي جنم مرڻ، بندن ۽ ڪليش جو ڪارڻ آهن .
پرماتما جي کوجيءَ کي ڪڏهن به سنساري پدارٿن جي اڇا
نه رکڻ کپي . اهي هن روحاني راهه ۾ وڏا روڙا ۽ رنڊڪون

# ٥. سنت مت جون روحاني ساڌنائون

ٻئي ڏينهن صبوح جو سڀئي حضور مهاراج جن جي ڪوٺيءَ ۾ پهچي ويا. ان ڏينهن ڏاڍي ٿڌ هئي. حضور جن سگري ٻارڻ جو حڪم ڏنو. هنن پادرين کان پڇيو ته رات توهان آرام سان گذاري؟ انهن سڀني حضور جن جي ڪيل اعليٰ انتظام ۽ لذيذ هندستاني ناشتي لاءِ شڪر ادائي ڪئي. گيسٽ هائوس جي سامهون نديءَ جي سيري ۽ پريان هماليه پهاڙ جون برف سان ڇانيل چوٽيون هلڪي ڏاڍيون رمڻيڪ لڳيون.

پادرين جي اڳوان چيو ته هتي جي شانت ۽ آنندمئي واتاورڻ ڪارڻ من کي ڏاڍي راحت ملي ٿي.

ان ڪانپوءِ ڳالهيون شروع ٿيون. پادري پروفيسر چيو ته حضور! جيڪڏهن اوهين ٺيڪ سمجهو ته اسان کي ٻڌايو ته توهان جا ستسنگي پرماتما جي پراپتيءَ لاءِ ڪهڙا پرمارٿي ساڌن ۽ ڪريائون ڪندا آهن؟

نوجوان بئريسٽر چيو ته آهي ڳالهيون ته شايد گپت رکيون وينديون آهن.

حضور جن وراڻيو ته مان توهان کي سڀ کولي ٿو سمجهايان. پوءِ توهين پاڻ ئي فيصلو ڪري سگهو ٿا ته اسين ڪجهه گپت رکون ٿا يا نه. ڳالهه جو سلسلو جاري رکندي حضور جن وڌيڪ چيو ته پهرين اها ڳالهه ڌيان ۾ رکڻ جوڳي آهي ته نام جي دکشا وٺڻ لاءِ ڪنهن قسم جي ڪرم ڪانڊ يا ريتين پوڄا آرتيءَ جي ضرورت ڪانهي ۽ نڪو ڪي وڏا وڏا منتر ياد ڪرڻا آهن. ان لاءِ ڪي ڏکيا نيم ڪونهن ۽ نڪو

جتي چاهي الڪي الي موڪلي.

لکهن لي ٻئرسٽر ڇيو، "جي توهين ماس ڪاڳڙ جي
منع ڪريو ٿا ته پوءِ چمڙي جا بوٽ ۽ بيون چمڙي جون
شيون ڪم آڻڻ ڪيتري قدر جائز آهن؟"

ستگورن فرمايو، "مان نٿو سمجهان ته خاص ڪري
ڀارت ۾ ڪو صرف چمڙي وڪڻڻ جي واسطي ئي جانورن کي
ماريو ويندو آهي. ڪيترا جانور قدرتي طور مرن ٿا جن مان
ڪافي چمڙو حاصل ٿئي ٿو. ٻيو ته زندگي گذر ڪرڻ لاءِ
ڪا نڪا سيما نشچت ڪرڻي پوندي پر اهڙا به ماڻهو آهن
جي چمڙي جا بوٽ پائيندا ئي ڪونهن."

مشري پروفيسر چيو، "ستگورو جي! اسين توهان جا
نهايت شڪر گذار آهيون جو توهان اسانکي سنت مت جا
اصول الي سندر ۽ سرل ڍنگ سان کولي سمجهايا."

حضور جن پوءِ سيٺي چگياسن ڏانهن مخاطب ٿي فرمايو،
"ڪافي دير ٿي چڪي آهي، هاڻي توهين ڀلي آرام ڪريو."

مشري پروفيسر وراڻيو، "اسان هتي سياڻي به رهڻ
جو فيصلو ڪيو آهي ۽ اسان مان هڪڙو لاهور وڃي وڏي
ٻاڌ ريءَ کي ان بابت اطلاع ڏيندو."

ستگورن فرمايو، "تمام سٺو. صبوح جو نوڻ لڳي گڏ ٿاسين."

وندر ورولهن يا موج مزي لاءِ مارڻ جو حساب اوس ڏيڻو پوندو.

پادري پروفيسر پڇيو ته ڀلا ڪئا، سها، مڪڙ، لڏيون ۽ ڪيڙا ماڪوڙا جيڪي فصل کي برباد ڪن ٿا، انهن جو ڇا ڪجي؟

حضور جن وراڻيو ته توهين اهڙي ماري سگهو ٿا. جڏهن ٻن ٻُراين مان مڪڙي چونڊڻي پوي ته وڏي بُرائيءَ کي ڇڏي ڏيڻ کپي. آءٌ رکيا لاءِ نانگن، شينهن ۽ چيتي جهڙن خطرناڪ جانورن کي مارڻ ۾ پاپ نٿو لڳي.

پادريءَ چيو ته ڪڏهن ماس کائڻ به ته ضروري ٿيندو آهي؟

حضور جن وراڻيو ته ماس کائڻ سان ماڻهوءَ جي دل ڪٺور ٿيڻو پوي ۽ هڪڙو ٻين جيون ڏانهن رخ نردئي ٿيو پوي. ماس کائڻ ڪري ديا ۽ ڪوملتا جون ڀاونائون نشٽ ٿي وڃن ٿيون ۽ روحاني چڙهائيءَ ۾ وڏو وگهن ٿو پوي.

ٻئي پادري پڇيو ته حضور! جن جانورن جو ماس کائون ٿا، اسين ته پاڻ انهن کي سرڳ لوڪ پهچائڻ ۾ سهائڪ ٿيون ٿا.

اهو ٻڌي حضور جن ٽهڪ ڏيئي فرمايو، "جڏهن توهين ڪنهن جانور کي ماري انجو ماس کائو ٿا ته توهين صرف انهيءَ کي جسماني طور نقصان پهچايو ٿا پر انهيءَ جي آتما تي توهانجو ڪو به ڪنٽرول نٿو رهي. روحاني ترقي ته آتما جي ٿيندي آهي، شرير جي نه. توهين ٻڌايو ته جنهن جانور جو ڪو ماس کائي ٿو ته انهيءَ جي آتما جي انتيءَ جي باري ۾ ڪو هو فيصلو ڪري سگهي ٿو؟ اهو فيصلو انهيءَ عرشي طاقت جي هٿ ۾ آهي ۽ جوءِ

آهي، لنڊن ۾ مون طئي ڪيو ته اهڙيون شيون کائڻ جنکي کهڻ ۾ کهڻ ٻيڙا جو احساس ٿئي ۽ اهڙي طرح کهڻ ۾ کهڻ پاپ لڳي. تنهنڪري مون ويشنو ڀوڄن اختيار ڪيو. ساڳئي سبزين يا ڦل فروٽ ۾ درد ۽ ٻيڙا محسوس ڪرڻ جو مادو قريب هوندو ئي ڪونهي. آهي ٻين جيون وانگر لڪي ڇپڻ، لڪي چلائڻ. سنت فرمائين ٿا ته ڪاڏي بغير زنده رهي نٿو سگهجي تنهنڪري پنهنجو آهار اهڙو رکو جنهن جي ورتائڻ سان ڪرمن جو بوجھ کهڻ ۾ کهڻ لڳي ۽ اهڙي سنسار کي ڇڏڻ جو اُدم ڪريو جتي جيو هنسا ڪرڻ بنا رهي نٿو سگهجي؟ جو توهانجو "اصلي گهر" ڪونهي.

نوجوان انسپيڪٽر پڇيو ته حضور! ڪال اهڙو عجيب انتظام ڇو ڪيو آهي؟

حضورجن فرمايو ته ڪال هن سنسار جو حاڪم آهي، هو نٿو چاهي ته هنجي ان جيلخاني مان هڪ به آتما آزاد ٿي نڪري وڃي، هو هڪ هڪ آتما لاءِ خوفناڪ جنگ جوٽي ٿو.

پادري پروفيسر چيو ته حضور! توهانجو چوڻ آهي ته شڪار ڪرڻ، مڇي مارڻ ۽ سڀ ڪنهن قسم جي جيو هنسا خراب آهي. ڀلا چيتي يا واگهه کي مارڻ به خراب آهي؟

حضورجن وراڻيو ته اهو حالتن تي مدار ٿو رکي. جانورن کي مارڻ ۽ انهن تي ظلم ڪرڻ خراب آهي پر ڪڏهن اهڙو موقعو اچي ٿو جڏهن توهانکي انهن کي مارڻو ٿي پوي ٿو. سمجهو ته هڪڙو چيتو آهي جو توهانجي شهر يا ڳوٺ لاءِ هڪ قاتل آزار بڻجي ٿو. هو توهانجا جانور کڻي وڃي ٿو ۽ ڳوٺ جا ڪيترائي ماڻهو ماري ٿو. اهڙين حالتن ۾ هنجو خاتمو ڪرڻ جائز ٺهرائي سگهجي ٿو. پر جانورن کي محض

آهي ۽ باقي پيا چار لٽ بلڪل ٿوري انداز ۾ هوندا آهن ۽ ڍ ڍيل هوندا آهن. انهيءَ ڪلاس ۾ ساڳ سبزي، وڻ ٽڻ اچي ٿا وڃن ۽ انهن ۾ پاڻيءَ جو لٽ مکيه هوندو آهي. ڪي اهڙيون ڀاڄيون هونديون آهن جي سڪائڻ سان ڏهين پتي وڃي بچنديون آهن.

٢. ٻئين ڪلاس ۾ آهي جيو اچي ٿا وڃن جن ۾ ٻه لٽو اگنيءَ ۽ پرٿوي پرڌان هوندا آهن، جهڙوڪ جيت جنتر، ڪوئا، ٻلائون وغيره.

٣. ٽئين ڪلاس ۾ اچن ٿا پکي ۽ پرندا جن ۾ ٽي لٽ- جل، اگني ۽ هوا پرڌان هوندا آهن.

٤. چوپايا جانور چوٿين ڪلاس ۾ ٿا اچن جهڙوڪ ڳائيون گهوڙا وغيره. هنن ۾ آڪاس يعني بُدّيءَ جي لٽ کان سواءِ باقي پيا چار ئي لٽ هوندا آهن ۽ اهوئي سبب آهي جو جانورن ۾ بدي يا سمجهه گهٽ هوندي آهي.

٥. پنجين ڪلاس ۾ آهي انسان جنهن جي شرير ۾ پنجئي لٽ پوري ميزان ۾ موجود آهن.

انڪري ماڻهوءَ کي مارڻ جي سزا موت آهي پر گهوڙي يا ڪتي کي مارڻ جي سزا موت ڪونهي. توهين ان جانورن جي مالڪ کي عيوض ڏيئي راضي ڪري سگهو ٿا. جڏهن توهين ڪو پکي ٿا ماريو ته انجو پاپ ڪتي کي مارڻ جي پاپ کان گهٽ آهي. ساڳئي وقت جو پاپ هڪ ڪوئي يا سهي کي مارڻ سان لڳي ٿو، اوترو هڪ گل ٽڻ يا ڪجهه ڪاٽڻ سان ڪين ٿو لڳي. انڪري جڏهن پراچين رشين منين ڏٺو ته ڪال هن سنسار جو انتظام اهڙي نموني رکيو آهي ته هڪڙو جيو ٻئي جيو کي کائڻ سان ئي زنده رهي سگهي ٿو ۽ ساڳئي وقت جيو هنسا ڪرڻ ۾ مها پاپ

ڪندو. جانورن جو ماس کائڻ سان انسان جي اندر پرشت ٿيو پوي ۽ هو جانورن جهڙو ٿي ٻڌو پوي.

پروفيسر وراڻيو ته اسين پيڙهين کان وٺي ماس ورتائيندا آيا آهيون. هاڻي اهو ڇڏڻ اسان لاءِ ڪيڏو نه مشڪل ٿيندو!

حضور جن فرمايو ته جتي چاهه آهي اتي راهه آهي ۽ مالڪ انهن جي مدد ۽ سهائتا ڪري ٿو جي ليڪي ۽ دنيا جي مارگ تي هلڻ جا چاهڪ آهن. سوين اميريڪا ۽ يورپ جا ستسنگي آهن جي ويشنو ڀوڄن ورتائين ٿا ۽ ڪابه ڏکيائي محسوس ڪانه ٿا ڪن.

پادري پروفيسر چيو تہ پرماتما جي پيار خاطر اسانکي ڪجهه نه ڪجهه ٽياڳ ڪرڻو ئي پوندو.

نوجوان انجنيئر چيو ته سڻيو اٿم ته ڇيو آهي ته وڻ ٽڻ ۽ ساڳ سڀزيءَ ۾ به جان ۽ چيتنتا آهي.

حضور جن فرمايو ته اها حقيقت آهي. جيڪو ڪاٺ جو داڻو اسين کائون ٿا ان ۾ جان آهي. گورو نانڪ صاحب فرمائين ٿا، ”جيتي داڻي ان ڪي جيئا باجهه نه ڪوءِ.“ مولانا روم صاحب جو ڪلام آهي ”سبز گاهه وانگر مان ڪئين دفعا پيدا ٿيو آهيان ۽ چوراسي لک جونيون ڀوڳيون اٿم“ پر جيون جي چيتنتا، محسوس ڪرڻ جي شڪتي ۽ وڪاس ۾ تفاوت ٿيندو آهي ۽ انڪري ڪنهن به ساهواري کي کائڻ جو پاپ اُن مطابق لڳي ٿو جيترو اهو دک ۽ ڪشٽ محسوس ڪري ٿو. مان ان حقيقت کي وڌيڪ صاف ڪريان ٿو. چڱو ڌيان ڏيئي ٻڌو. هن ساري رچنا کي پنجن درجن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. تتن جي زيادهه يا ٿوري مات ۾ هئڻ ڪري سنسار ۾ پنجن قسمن جا جيو آهن.

١. پهرئين ڪلاس جي جيون ۾ صرف هڪ تت مکيه هوندو

ڪيائون ته ڪنهن به پراڻيءَ کي ڏک نه ڏيو. گورو ارجن ديو مهاراج جن کي جڏهن خبر پيئي ته ڪي ستسنگي انهيءَ حڪم جي پوري طرح بجاوري نٿا ڪن ته هن خود انهيءَ حڪم کي دهرائيندي آکيا ڏني ته گورو امرداس صاحب جن ڪڏهن به اهڙي غلط اجازت ڪنهن کي به ڪانه ڏني هئي.

حضور جن انهيءَ وشيه تي وڌيڪ روشني وجهندي فرمايو ته انهيءَ حقيقت کان ڪير به انڪار ڪين ڪندو ته جن جانورن ۽ پکين کي اسين ماريون ٿا انهن مان ڪير به مرڻ ڪونه ٿو چاهي ۽ هرڪو پنهنجي جان بچائڻ جي پوري ڪوشش ڪري جيئڻ چاهي ٿو. توهان ڏٺو هوندو ته ڪاسائي جڏهن جانور کي ڪٽڻ لاءِ پڪڙيندو آهي ته هو ڪيئن نه پاڻ ڇڏائڻ لاءِ سر توڙ ڪوشش ڪندو آهي. انهيءَ ڳالهه کان ڪير انڪار ڪري سگهندو ته هو انهيءَ وقت سخت پيڙا محسوس ڪن ٿا. ڇا هو پرماتما جا جيو ڪونهن ۽ هنن کي بي رحميءَ سان ذبح ڪرڻ جي سزا پرماتما اسانکي ڪونه ڏيندو؟

پادري پروفيسر چيو ته ها اها حقيقت آهي ته جڏهن اسين مرغين يا ٻين پکين کي ڪاٽيندا آهيون ته هو دردناڪ ۽ دلسوز آواز ۾ چيخندا آهن.

حضور مهاراج جن فرمايو ته جيڪڏهن پسون ۽ پکي سک دک محسوس ڪن ٿا ته پوءِ هنن کي مارڻ مهاپاپ آهي ۽ هنجو خالق اسانکي انلاءِ ڪڏهن به معاف ڪين ڪندو.

پروفيسر اهي اکر وري به دهرايا ته هو ايذاءَ ته محسوس ڪن ٿا.

حضور جن فرمايو ته جيڪو به پرماتما کي پيار ڪري ٿو ۽ هن سان ملڻ چاهي ٿو اهو ڪنهن به جيو جي هتيا ڪين

نه ڪي بين جو. (هتي پنهنجي ماس کائڻ جو مطلب آهي عبادت ۽ رياضت ڪري پنهنجي شرير کي ڏٻرو ۽ پتلو بڻائڻ)

مسلمان ڊاڪٽر چيو ته ها، حضرت محمد صاحب سڄي حياتيءَ ۾ صرف چار دفعا ماس کاڌو هو. قرآن شريف جي هڪ آيت آهي ته قرباني ڏنل جانورن جو ماس خدا کي منظور ڪين آهي ۾ هن کي منظور آهي صرف پڪتي ۽ نيڪ پاڪ زندگي.

اتي باوا هرنامسنگهه چيو ته گورو نانڪ صاحب جن ته ڪڏهن به ماس کائڻ کان منع ڪين ڪئي.

حضور جن ورائيو ته هنن ته بلڪل منع ڪئي آهي. پوءِ هنن مولکي حڪم ڏنو ته مٿان منهنجي ڪمري مان هڪڙو فارسي ڪتاب کڻي آءُ جنهنجو نالو آهي "دبستانِ مذاهب". پروفيسر جگموهنلعل اهو ڪپورٿلا جي راجا جي لئبرريءَ مان کڻي آيو هو.

مان جلدي وڃي مٿان اهو ڪتاب کڻي آيس ۽ اچي ستگورن کي ڏنم. هنن ڪتاب کي کيترن ئي هنڌان اٿلايو ۽ ڪجهه منٽن کانپوءِ باوا هرنامسنگهه کي اهو ڪتاب ڏيندي چيائون ته هنجو ليکڪ هڪ وڏو مسلمان ودوان محسن فاني هو. جو گورو ارجن ديو مهاراج جن جو سم ڪالين هو ۽ سندس ڪتاب ۾ انهيءَ وقت جو وشواس جوڳو ذڪر ڏنل آهي.

باوا هرنامسنگهه انهيءَ ڪتاب مان ٢٣٨ صفحي تان پڙهڻ شروع ڪيو جنهن ۾ لکيل هو، "گورو نانڪ پنهنجي سکن کي ماس ۽ شراب ورتائڻ جي سخت منع ڪئي. هنن باڻي کڏهن ماس کوڻ ورتايو ۽ پنهنجي سنگت کي هدايت

تي ۽ ڪرڻ جو پياري فرض چڙهي ٿو. ماس کائڻ سان روحاني راهه ۾ رڪاوٽ پوي ٿي.“

بئريسٽر وري پڇيو ته پرماتما هي پسون ۽ پکي اسانجي کاڄ لاءِ ڪين اپايا آهن؟“

حضور جن ڪليو ۽ ڪالئس پڇيو ته جي شينهن ۽ چيتا انسان جي باري ۾ سوچڻ ڪان اهو سوال پڇن ته پوءِ توهين ڪهڙو جواب ڏيندا؟

بئريسٽر اعتراض ڪندي چيو ته اهين ڪڏهن ۾ نتو ٿي سگهي ته ماڻهو جانورن جي خوراڪ لاءِ بڻايو ويو آهي.

حضور جن وراڻيو ته جانورن جا ويچار توهانجي ويچارن کان مختلف ٿي سگهن ٿا.

نوجوان وري سوال ڪيو ته حضور سڀ مسلمان توڙي عيسائي ته ماس ورتائيندا آهن.

حضور جن فرمايو ته ڪنهن به سنت پنهنجي سکن ۽ شيوڪن کي ڪڏهن به ماس کائڻ جي اجازت ڪين ڏني آهي پوءِ چاهي هو ڪهڙي به مذهب، ملڪ يا وقت جو هجي. عرصي پهاڻان، جڏهن ماڻهو انهن سنتن جون اصلي سکيائون وساري ڇڏيون ته پوءِ هنن جا شش جيڪي صرف لالي جا شش آهن، انهن منع ڪيل شين کي ورتائڻ شروع ڪري ڇڏيو. حضرت محمد پيغمبر صاحب جي جيون تي مون هڪ ڪتاب ۾ پڙهيو ته هن اوائلي زندگيءَ ۾ صرف ٣ دفعا ماس ورتايو هو. مولانا روم صاحب جو ڪلام آهي:-

”لهن ڪي گفت سلطان زمان،
لهي خود گفتا نه لهي ديگران.“

يعني ان عاليٰ سلطان (پيغمبر محمد صاحب) جنهن ماس کائڻ جي اجازت ڏني آهي، اهو تنهنجو پنهنجو ماس آهي

ٿئي ٿو جيڪر هڪ اپياسي آتما کي، جنهنکي روحاني دکيا
ملي آهي، ٽين مندلن ۾ پرويش ڪرڻ وقت ٿئي ٿو.
نوجوان ٻرسٽر پڇيو ته اها جيڪري ٿي مرڻ واري ساڌنا
ته ڏاڍي ڪشٽ دائڪ ٿيندي.
حضور مهاراج جن فرمايو ته نه ائين ڪينهي. ٦ سالن جو
ٻار به ڪامل مرشد جي رهنمائيءَ ۾ اها ساڌنا آسانيءَ سان
ڪري سگهي ٿو.
پادريءَ پڇيو ته پوءِ سڀ ماڻهو ائين ڇو ڪونه ٿا ڪن؟
حضور جن جواب فرمايو ته اهو سڀ انڪري جو انهن
کي نڪي گورو مليو آهي ۽ نه انهنکي هن مارگ جو
پتو آهي.
ٻرسٽر پڇيو، ”ڀلا مونکي الهيءَ روحاني راز کي ڄاڻڻ
لاءِ اهڙي دکشا ملي سگهي ٿي؟ الهيءَ لاءِ ڪي شرط آهن
يا ڪا خاص تياري ڪرڻي پوندي؟“
حضور جن وراڻيو ته ها، ان لاءِ سڀ نشيدار شين، ماس
مڇي، بيدا، مرغي يا انهن مان ٺهيل ڪيڪن، پيسٽرين کان
پرهيز ڪرڻي آهي ۽ نيڪ پاڪ زندگي گهارڻي آهي.
ٻرسٽر عجب وچان پڇيو ته ڇا ڪيڪ ۽ پيسٽريون به
ڇڏڻيون پونديون! اها ته سچ پچ مشڪل ڪسوٽي آهي.
ديا جي ساگر حضور مهاراج جن مشڪي فرمايو ته ان
ڳالهه جو سارو مدار آهي ته انسان ڪهڙي ڳالهه کي ٿو وڌيڪ
مهتو ڏئي - هن زندگيءَ جون فاني ۽ ڦڪيون خوشيون
ڪين ٻهادار روحاني دولت!
نوجوان ٻرسٽر پڇيو ته حضور! ماس کائڻ جي ڀلا ڇو
منع ڪيل آهي؟
”جيون جي جان وڃائڻ ڪري دل ڪٺور ۽ بي رحم بڻجي

صحيح ارٿ معلوم ٿيو آهي.

ستگورن فرمايو ته هرڪو سرت شبد جو ابياسي اهو جيڪي مرڻ جو مشاهدو ماڻي ٿو. موت وقت ڇا ٿو ٿئي؟ ٻاهريان آلما شرير جي آڱرين، هٿن، پيرن، ٽنگن ٻانهن مان سميٽجي، ٻهرئين چڪر يعني گدا چڪر ۾ اچي ڪٺي ٿئي ٿي. اتان پوءِ ڌيري ڌيري مٿي اچي ڪنٺ چڪر ۾ ڪٺي ٿئي ٿي. ان مهل هٿ، پير ۽ شرير ٿڌو ٿي پوي ٿو. اکين جون پتليون مٿي چڙهي وڃن ٿيون ۽ آلما اکين جي مرڪز مان پرواز ڪري وڃي ٿي. موت ائين ٿيندو آهي. ابياسي هر روز انهيءَ حالت مان گذري ٿو، جنهنکي جيئري مرڻ سڏجي ٿو. حضرت محمد صاحب چيو آهي ته "موتو قبلا موتو" يعني مرڻ اڳ کان اڳ مرو. هڪ مسلمان ڊاڪٽر چيو ته مونکي هاڻي سمجهه ۾ آيو ته حضرت صاحب جن جي ان قول جو ڪهڙو مطلب آهي.

نوجوان بئريسٽر پڇيو ته جيڪڏهن ابياسيءَ جي آلما پڻ ۾ شرير خالي ڪري ڇڏيو ان ۾ واپس نه اچي ته پوءِ ڇا ٿيندو؟

حضور جن وراڻيو ته ائين ٿيندو ئي ڪونهي. هنجي مرضيءَ مطابق آلما اچي وڃي سگهي ٿي. اها ڳالهه ابياسيءَ جي وس ۾ آهي. هرهڪ ابياسيءَ کي مرڻ جي دوار کي هر روز پار ڪرڻو پوندو آهي. شرير جي ٻاهرين حصن مان سميٽجي، آلما جو اندر وڃڻ، اهو سادنا جو پهريون ڏاڪو آهي. شو ليتر ۾ پهچڻ کان اڳ مرڻ جي حالت پيدا ڪرڻ يعني سرت کي شرير مان مڪمل طور سميٽڻ لازمي آهي. پراچين گريس جي مشهور فلاسافر پلوٽارڪ جو به ساڳيو الهو آهي. هو چوي ٿو ته آلما کي موت وقت اهو ساڳيو الهو

ڪهڙجي ڇڙ جو آهي ته پرماتما جا اوتار هوندا آهن.

حضور جن فرمايو ته سنت جنم مرڻ کان نيارا آهن. هو جيستائين چاهين زنده رهي سگهن ٿا. انهن جي موج ۾ ڪنهن جو به دخل ڪونهي. هنن جو موت عام ماڻهوءَ جيان ڪين ٿيندو آهي. جڏهن به سنت ستگورو شرير ڇڏڻ چاهيندو آهي ته هو ان کي ائين ڇڏي ڏيندو آهي جيئن پراڻا ڪپڙا لاهي ڇڏيا ڪجن. هو هر روز ڀڄن سمرن ڪري پنهنجي آتما کي اوچن منڊلن ۾ وٺي وڃن ٿا جنهن جو مطلب ٿيو اهو آهي ته هو روز مرن ٿا. هنن کي هن سنسار جو يا زندگيءَ جو ڪو به موهه ڪونهي ۽ انهيءَ ڪري هو موت کان نٿا ڊڄن. در اصل، اهڙن سنتن کي هيءَ دنيا هڪ وڏو جيلخانو لڳندو آهي ۽ جڏهن سندن مشن يا مقصد پورو ٿئي ٿو ته هو هن دنيا کي ڇڏي پنهنجي پرم ڌام ۾ وڃي نواس ڪن ٿا. انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي ته جي هو چاهين ته صدين تائين هڪ ئي شرير ۾ زنده رهي سگهن ٿا پر اهڙن ڪرشمن ڏيکارڻ ۾ سنتن جي روُچي بلڪل ڪانه ٿيندي آهي. بين وانگر هو پرڪرتيءَ جي سڀني نيمن جو پالن ڪندا آهن.

راءِ بهادر مالعل وچ ۾ چيو ته سنتن جي گتي ته نهايت الم آهي پر اسين رواجي ستسنگي به هن سنسار ۾ ڪي خوش نٿا سمجهون ۽ انهيءَ انتظار ۾ رهون ٿا ته هن جيل خاني مان جلدي بعد خلاص ٿين.

الي حضور جن ڪبير صاحب جي باڻيءَ جو هي حوالو ڏنو:

”ڪبير جس مرني سي جڳ ڏري موهي من آنند،
ڪب هي مريئي ڪب هي پائيئي پورن پرمانند.“

مشري پروفيسر ٽائيد ۾ چيو ته سينٽ پال به لکيو آهي ته مان روز مرندو آهيان پر اڄ ئي مولڪي سندن وچن جو

گراوٽ ۽ گندگي هميشھ ڇڙئي اچي؟

حضور جن جواب ڏنو تہ اهو بہ قدرت جو قانون آهي. زمين جڏهن بنجر ٿي پوندي آهي ۽ کيتيءَ جي لائق نہ رهندي آهي تہ انکي وري اپجائو بڻائڻ لاءِ، تازا ڦل ڦول ۽ صحت بخش سبزيون پيدا ڪرڻ لاءِ ڀاڻ جي ضرورت پوندي آهي.

نوجوان پادريءَ وري پڇيو تہ پرماتما اهڙن عمدن ۽ اُرمل اصولن جي ارد گرد اها گندگي ۽ غلاظت ڇو ٿو ڪٺي ڪرڻ ڏئي؟

حضور جن وراڻيو، تہ اهين ٺيڪ آهي، پر جڏهن انهن ريتين ۽ رسمن جي بہ غلاظت ڪٺي ٿئي ٿي تہ پوءِ روحانيت کي وري روشن ۽ صاف سٿرو ڪرڻ لاءِ ڪيس ٿي دنيا ۾ اچڻو پوي ٿو.

ان گفتي کي ٻڌي سڀني وٽي ٽهڪ ڏنا.

حضور جن وڌيڪ فرمايو تہ اها ڳالھ ڪڏهن بہ وسارڻ نہ کپي تہ هن سرشٽيءَ جو سنڀالڪ، پرم پتا پرماتما جيڪي ڪري رهيو آهي سو هميشھ اساجي ڀلي ۽ بهتريءَ لاءِ هوندو آهي. انهن دکن، ڪليشن ۽ ذلتن ۾ اها حڪمت رکيل آهي تہ ان سرجڻهار جي دئيا مهر جو ساگر جوش ۾ اچي انسان جي پاپن کي ڌوئڻ لاءِ روحاني رحمت جون لهرون موڪلي.

ان کانپوءِ حضور جن انهن پادرين کان پڇيو تہ گوروءَ جي ٻاري ۾ اوهان جا ڪهڙا خيال آهن ۽ اوهان کي ڪهڙي لوڙ آهي؟

ڪو جواب ڏئي انهن کان اڳ نوجوان بئرسٽر پڇيو تہ حضور! سنت مرن ڇو ٿا؟ ان سوال تي سڀني وٽي ٽهڪ ڏنو. انهن تي ان بئرسٽر چيو تہ ها، انهن کي تہ مرڻ ٿي نہ

پڳتيءَ جو دان ڏيڻ لاءِ اچن ٿا. آهي مالڪ سان ملاڻ جو مارگ ڏيکارڻ لاءِ، هنجي بادشاهت ۾ داخل ٿيڻ جو دروازو کولڻ لاءِ هن سنسار ۾ اچن ٿا.

هڪ پادريءَ پڇايو ته عيسيٰ مسيح کي "ڪرتا" "مارڪ" "سنسار جي جوت" ۽ "ڇوٽڪاري ڏيندڙ" سڏيو ويو آهي. پادري پروفيسر چيو ته عيسيٰ کي "شبد" "لوگاس" "ديهه ڌاري شبد" ۽ "اوتار" به چيو ويو آهي.

تنهن تي حضور جن فرمايو ته ڀڳوان ڪرشن جهڙڪي هندو پرمالما جو اوتار ڪري مڃين ٿا، گيتا ۾ چيو آهي ته جڏهن جڏهن ڌرم جي هاڃي ٿئي ٿي ۽ سنسار ۾ پاپ ۽ اڌرم ڇانئجي ٿو وڃي تڏهن مان خود ڌرم جي استاپنا ڪرڻ لاءِ اوتار ڌاري اچان ٿو. (گيتا ٣-٧)

پادري پروفيسر چيو ته ڪير انهن کي ڪٿي کهڙي به نالي سان سڏي مگر آهي پرمالما وٽان ئي اچن ٿا ۽ پرمالما جي طاقت ڪٿي اچن ٿا.

حضور جن فرمايو ته ماڻهو انهن نالن تي فضول جهڳڙا ۽ فساد مچائين ٿا. جيڪڏهن ڪو به اڌار ۽ صاف دل سان کوج ڪندو ته هنکي هر ڌرم ۽ مذهب جي تهه ۾ ساڳي سچائي ملندي. جڏهن به روحانيت بيڪار رهين رواجن يا بيجان ڪرم ڪانڊ جي ڌنڌ ۽ دولهي سان ڍڪجي پرشت ۽ بدنام ٿئي تي تڏهن آهي پرمالما جا پيارا وقت بوقت هن سنسار ۾ اچي ان کي چيتنا پردان ڪري روحاني واهه کي روشن ڪن ٿا. اهڙي ريت هيءَ روحاني مشعال هر جڳهه ۽ هر سمي ۾ پرڪاشمان رکي وڃي ٿي.

اِلي پادري پروفيسر پڇيو ته حضور! ڀلا روحانيت ۾ اها

اڳ ۾ ئي چئي چڪو آهيان ته ائين ڪونهي ته جي چيزون اسانجي سمجهه ۾ نٿيون اچن، انهن جو وجود ئي ڪونهي. سچائي سقراط کي به اهو مٺو ئي پيو ته گيان جو ڪو اهڙو مثبت دليل به ئي سگهي ٿو جو منطق (Logic) جي پهچ کان ٻاهر هجي. ڪيئن پيرا نوجوان کي ڏسندا آهيون ته هو اهڙين ڳالهين جو ڀروسي ۽ دعوى سان بيان ڪندا آهن جن بابت هنن کي ذرو به بوجهه ڪانه هوندي آهي. ڪهڙي نه ڪل جهڙي ڳالهه چئبي! انهن نڪي هن پرماتمي وشيه جو ابياس ڪيو آهي، نڪي ان باري ۾ ڪا کوج ڪئي آهي. ان هوندي به توهين ڏسندا ته هو آتما، پرماتما، سرڳ، نرڪ ۽ سرشٽيءَ جي ليلا جي باري ۾ بي فائدي بحثن واپا ڏيندا رهندا آهن.

اتي نوجوان پادريءَ پڇيو ته عيسى مسيح فرمايو آهي ته مان ۽ پرم پتا هڪ آهيون.

حضور جن فرمايو ته ها ۽ ڪيس بائيبل ۾ ايشور پتر به سڏيو ويو آهي.

هڪ ٻئي پادريءَ پڇيو ته عيسى خود به ائين فرمايو آهي.

حضور جن فرمايو ته توهين اهڙن شخص کي ”خليلِ الله“ يعني خدا جو دوست به چئي سگهو ٿا، جيئن ابراهيم کي چوندا آهن. توهين انهن کي رسولِ الله يعني خدا جو قاصد يا پيغمبر سڏي سگهو ٿا جيئن حضرت محمد صاحب کي سڏيندا هئا. توهين هنن کي ساکيات پرماتما به چئي سگهو ٿا جيئن رام ۽ ڪرشن لاءِ چئبو آهي. اهي هن سنسار ۾ نجات يا مڪتي ڏيندڙ، وچ وارا يا سفارش ڪندڙ بڻجي اچن ٿا، يا ائين چئو ته ان پرماتما دئاران موڪليا وڃن ٿا. اهي پرماتما جي روپ ۾ منش ۽ منش جي روپ ۾ پرماتما هوندا آهن جي دنيا ۾ هر جو سنديش کڻي اچن ٿا ۽ دنيا کي پرڪاش ۽

جنهن وقت توهين ڪنهن به سوال جو جواب ڏيڻ شروع ٿا ڪريو ان مهل دماغ ۾ اوچتو پرڪاش جي جهلڪ اچيو وڃي.

حضور مهاراج جن فرمائڻ لڳا ته ان ڳالهه کان ته ڪوبه انڪار ڪونه ٿو ڪري ته اسانجي آتما اڌيائمڪ سمنڌ جي هڪ بوند آهي يا اسين انهن چڱي سگهون ٿا ته اسان سڀني جي اندر ان پرماتما جو انش موجود آهي ۽ ڪوبه جيترو وڌيڪ ان پرماتما جي ويجهو وڃي ٿو اوترو وڌيڪ اهو انش هن ۾ پرگهٽ ٿئي ٿو. هڪ ڪوي، فلاسافر وڏگيانڪ، يوگي يا ان کان وڌيڪ هڪ پهتل آتما جي اندر، هڪ معمولي انسان جي ڀيٽ ۾ اهو پرماتما جو انش وڌيڪ ظاهر ظهور آهي. جيئن ئي هي اسانجا اسٿول پردا لهندا وڃن ٿا ليئن ئي اهو پرڪاش يا اسانجي اندر ۾ جيڪو پرماتما آهي اهو وڌيڪ روشن ٿئي ٿو ۽ ايئن اها اوستا اچي ٿي جڏهن هو پنهنجي سمپورڻ روپ سان اسان ۾ پرگهٽ ٿئي ٿو. جڏهن اها اوستا اچي ٿي ته اسانجي آتما ئي ڪي به حدن جا بندن يا رڪاوٽون نٿيون رهن. اسين پنهنجي اڇا انوسار اوچن منڊلن جو سير ڪري سگهون ٿا. انهن منڊلن جا رهسيه ۽ راز اسانجا بڻجن ٿا ۽ انهن منڊلن جون شڪتيون اسان جون شڪتيون ٿيو پون. آتما ان اسيم پرماتما ۾ ملي هڪ ٿيو پوي. بوند سمنڊ ۾ سمائجي سمنڊ ئي بڻجي پوي ٿي. در اصل، هرهڪ آتما اسٿول پردن ۾ ڇپيل سرو شڪتيوان پرماتما ئي آهي. بادلن کان مٿي ته نرمل آڪاش آهي جتي سورج پوري آب تاب سان چمڪي رهيو آهي.

اهي بادل ئي ان اندڪار جو ڪارڻ آهن. جڏهن تيز هوا ڪري ڪي ٽيڙي پکيڙي ڇڏيندي آهي ته سورج پنهنجي پوري پرڪاش سان روشن ڏسبو آهي. پر جيئن مان

ويڪ ۾ اچي مٿس چولو ڌارڻ ڪري هنجي دکن ۽ دردن
کي دور ڪرڻ لاءِ مجبور ڪين ٿيندو؟

حضور مهاراج جن اچا ائين چئي مس بس ڪيو تہ
راءِ روشنلال وچ ۾ ئي چيو تہ مهنجي سمجهہ ۾ نٿو اچي تہ
جو پرماتما اننت، اگم ۽ سرو وياپي آهي سو ڪيئن هڪ
انساني شرير ۾ سمائجي سگهندو؟

حضور جن فرمايو تہ راءِ صاحب، انجو سبب اهو آهي جو
ماڻهو سمجهن ٿا تہ پرماتما وڪسنت ۾ ڪنهن حد براجمان
آهي ۽ انهن ئي هن سنسار جو چرخو هلائي رهيو آهي. هو
ان اگم پرماتما کي محدود دائري ۾ بند ڪن ٿا. پرماتما تہ
الک آهي، اگاڌ آهي، هر جاءِ حاضر ناظر آهي. حسابن
جو ڪوبہ ڄاڻو اوهانکي ٻڌائيندو تہ جيڪڏهن اکت
(Infinity) مان اکت گهٽائبو تہ بہ اکت بچندو. بيحد مان بيحد
ڪانبو تہ باقي بيحد ئي بچندو. اُشواس اُپنشدن جي شانتي
پاٺ ۾ هن رهت ورلن ٿيل آهي:-

” اوم پورڻ مدا پراڻ مدنگ پؤرلت پران امؤد چتي “

هتي پورڻ جو ارٿ آهي مڪمل، اسيم، بيحد. پرماتما
پورڻ آهي، اسيم آهي. جيڪڏهن اُن پورڻ مان پورڻ
ڪانبو تہ پورڻ ئي باقي بچندو. جيڪڏهن اسين هنجي
مٿس چولي ۾ اچڻ جي ٻوگيتا ۾ شڪ يا گمان ٿا آڻيون تہ
اسين ”پورڻ“ ۽ ”اسيم“ جي مهتو کي وساري ٿا ڇڏيون.
ڇا سڀ روپ ان جا روپ ڪونہ آهن؟ چگو اها ڳالهہ مان
توهانکي هڪ نموني ٿو سمجهايان.

بر راءِ روشنلال وچ ۾ ئي چيو تہ حضور! هاڻي تہ سڀ
ڪجهہ چڱي طرح سمجهہ ۾ اچي ويو آهي. ڌسجي الين بہ
تہ توهين ڪابہ ڳالهہ صرف واڻيءَ سان ڪين ٿا سمجهايو بر

ڏيکاري نٿو ڏئي.

ٻڍاپي ڪاڻ هنجي سمجهه ۽ ڪم ڪرڻ جي شڪتي نه گهٽبي وڃي ٿي ٻر هن کي لوڀ ۽ وشيه واسنا ٻاڻ وڌيڪ وڪوڙي وڃي ٿي. هنجو شرير مرجهائجي وڃي ٿو ۽ هن جي صحت بربباد ٿي وڃي ٿي. هرڪو هنکي ڌڪار ڀري نظر سان ڏسي ٿو. هو لاعلاج بيمارين جو شڪار ٿئجي ٿو. ٻنهنجن اڳائين کي ٻورو ڪري نٿو سگهي ٻر ڀوڳن جون واسنائون جيڪي ترپت نه ٿي سگهيون آهن اهي ٻڙڪو کائي هنجي جيءَ کي جلائينديون رهن ٿيون. هي اهڙيون غلطيون ڪيو وهي جيڪي ڪڏهن به معاف نٿيون ٿي سگهن ۽ اڪري نه رڳو هنکي ٻين جا طعنا مهڻا سهڻا ٻون ٿا بلڪ هنجي استري ۽ ٻار به هنکي مدهن ٿي وجهو ڪين. هو موت لاءِ واجهائي ٿو ٻر موت اچيس نٿو. ڪڏهن ڪڏهن نه اهڙي مصيبت کان ڇوٽڪارو ٻائڻ لاءِ آپگهات ڪرڻ لاءِ به سوچي ٿو.

سو اها آهي منش جي زندگي جنهن ۾ اسين سرگردان آهيون ۽ اهڙا دشت جيو جيڪي ٻنهنجي ٻاٻن جو ٻڇتاءُ ڪرڻ بنا مري ٿا وڃن انهنکي هزارن سالن تائين دوزخ جون عقوبتون ۽ عذاب سهڻا ٻون ٿا. افسوس! ڇڱن ڏهاڙن جي هن منش چولي جو غلط اپيوگ ڪرڻ لاءِ ڪيڏي نه ڀيانڪ جزا ۽ سزا ڀوڳڻي ٻوي ٿي!

دوزخ جي عذابن جو نه توهين سوچي به نٿا سگهو. روح روئن رڙن ٿا، چيخن ٿا چلائن ٿا ٻر ڪوبه هنن جي ورلاپن کي اوناڻي ڪوله ٿو. ترلوڪيءَ جو مالڪ، ڪال ديا مان ڇا جاڻي؟ ٻرم پتا ٻرماتما کي ٻنهنجي اولاد جي هيءَ بري دردشا ڏسي جهوبو ڪين ايندو؟ هو ديا جي

جڏهن واسمائن جي طوفان جو اهو ٻهراڙون ڏؤر ٻوڙو لٿي تو ته ٻوءِ هنکي ڪمائڻ ۽ گذاري ڪرڻ جو فڪر اچيو ورڙهي. ان لاءِ هو در در ڀٽڪي تو ۽ روزگار جي تلاش ۾ آفيس جا چڪر ڪاٽي تو. جتي وڃي آلي هنکي دڙڪو داب ۽ تڪڪار ملي تي. جتي وڃي تو الي لکيل ڏسي تو، ”هتي نوڪري خالي ڪاهي.“ هنجي استري، هنجا ٻار هن تي زور آٽين تا ته وٽيڪي پئسي اچ، وٽيڪي قرض کٽي اچ يا چوري ڪري اچ پر پيسا کٽي اچ، اسين ڀتر کائي ڪو نه جيئنداسين. رات ڏينهن اهو چنتا جو ڪهڙو هنجي ڪليجي کي کائيندو رهي تو. هو آواري ڪتي والگر هيڏانهن جو هوڏانهن پيو ڀٽڪي. سمورو وقت اهو ڀاري بوجو هنجي چت تي چڙهيو ئي رهي تو. لتيڙو اهو ئو لکري جو هن جي گهر ۾ گهپي ۽ کلکل اچيو واسوکري ۽ هنجي وواهت جيون جو سچو آنند کاڌو ڪيو وڃي.

گهر گرهستيءَ جون قرض اداءون، ٻارن جي لکائي پڙهائي ۽ شادي مرادين جون رهيون رسمون لباهڻ لاءِ هي مجبور ئي قرض کٽي تو ۽ ان تي وياج وڌي ايڏو ته هن لاءِ بوج بڻجو ٻوي جو چڪائڻ ئي مشکل ٿيو ٻوي. ويچاري کي ڪورٽ ۾ گهليو وڃي تو. هو ٻنهنجون اڳين نادانين ۽ غلطين لاءِ پڇتائي تو پر ’اب پڇتائي ڪيا هوت، جب چڙيان چگ گئي کيت.‘

ڏک ۽ ڏوجهرا لڳاتار برسات والگر هن تي نازل ٿيندا رهن تا. هي ’جل بن مڇلي‘ والگر لڙڦندو رهي تو. هو وقت کان اڳ ئي ٻڍو ٿيو ٻوي، هنجون انڊريون ڪم ڪرڻ کان جواب ڏيو وهن. هنکي چوطرف سواءِ اونده اندکار جي کجهه به نظر نٿو اچي. ڪٿان به هنکي مدد جو ترورو

هو گونگو ۽ ٻوڙو، ھندوري ۾ پيو رهي ٿو ۽ پنھنجو
دک درد ڪنھنکي به ٻڌائي نٿو سگھي. سوُر مٿي ۾ اٿس
پر ھنجا مائا پيتا ڪيس ھمت جي سوُر جي دوا ڏين ٿا ۽
سندس پيڙا ۾ پاڻ اضافو ڪن ٿا. هو ٻري طرح روئي ٿو،
رڙي ٿو، پر اهو نٿو ٻڌائي سگھي ته ڪيس ڪٿي درد آهي.
ھنجا ماءُ پيءُ به مڃھي ٿا پون ته ھنجو ڪھڙو علاج ڪرڻون.
مجبور ٿي ماءُ ٻار جي چيخڻ ۽ چلائڻ مان تنگ ٿي ڪيس
ماري ٿي. ھنجو ٻالپڻ گھڻو تڻو بيمارين ۾ ٿي گذري ٿو.
ڪجھ وڏو ٿئي ٿو ته ٻيون مصيبتون اچيو هن کي گھيرين.
ھنکي رالد رولد جو شوق ٿو ٿئي پر مائٽ ھنکي اسڪول
۾ موڪلڻ چاھين ٿا. هو ان بيسوادي شغل کان بچڻ لاءِ
ڪئين بهانا ٻڌائي ٿو پر ان مان ڪيس ڪو به ڇوٽڪارو نٿو
سجھي. گھر ۾ مائٽن جي چيٽ ۽ ڦٽڪار ۽ هوڏانهن اسڪول
۾ ماستر جو ڏنڊو. ھنجو اهو غفلت جو سمو به دکن ۽ پريشانين
۾ ٿڪريو وڃي.

ان ڪالپوه اچي ٿي جواني، جا آهي غلطين ۽ آرمانن جو
پيدار. نه چاهيندي به قدرتي خواهشون ۽ اُنھنجو زور اٿرو
لـ ھنکي وکوڙي ٿو ڇڏي جو ھنجي عقل ۽ هوش تي
پردو پئجي ٿو وڃي ۽ هو اھڙا ڪرم ڪريو وهي جنجو
نتيجو سواءِ شرم ۽ افسوس جي ٻيو آهيئي ڪونه. ڪام ۽
الدرين جا پوگ ھنجي چت تي ڇاپيل رهن ٿا. حياءُ ۽
آلسر سنجم هن وٽان پر ڪيو اُڏاميو وڃن. هو خوبصورت
ڇھرن پٺيان ڊوڙندو وتي ٿو. ٻي به ٽوھان سيني کي ستڌ
آهي ته جوانيءَ ۾ ماڻهو کهڙا نه ڪلور ڪري ٿو.
جڏهن شادي ٿو ڪري ته مٿن مائٽن ۽ ٻارن ڏانهن پنهنجا
فرض ۽ جوابداريون وساريو وڃي.

نه مالڪ جا ڀڳت آهن جن سک ۽ شانتي پراپت ڪرڻ لاءِ پنهنجو ناتو پرڀوءَ سان جوڙي رکيو آهي. ڌن دولت مان ڪڏهن به سک ۽ سنتوش نٿو ملي سگهي. جي ائين هجي ها نه ڪروڙين ۽ اربين جو خاوند راڪفيلر پنهنجي ڪارخاني جي هڪ مزور کي، جو پٺيءَ تي بوجهه کنيو پئي ويو، ڏسي کين چئي ها نه ڪو منهنجي ساري پونجي وٺي ۽ اُن جي عيوض هن مزور جي تندرستي مونکي ڏئي.

ڌن دولت دنيا جي سڀني دکن ۽ مصيبتن جو ڪارڻ ڪٿي نه به هجي پر سک ڏيڻ واري شيءِ به نه ڪانهي. اها ڏائڻ ۽ ڪڙ پينگر آهي، اڄ هڪ وٽ نه سڀاڻ ٻئي وٽ. اها انسان کي لوڀي، مغرور، سنگدل ۽ نردئي بڻائي ٿي. هڪ مهاتما جو ڪٿن آهي:-

”پاپان باجهون هوءِ نه ڪٺي، مئي ساٿ نه جائي.“

يعني اِن ڌن دولت کي ڪٺي ڪرڻ ۾ منش کي ايڪ عيب پاپ ڪرڻا پون ٿا پر موت سمي، نه اها ڪجهه مدد ئي ڪري سگهي ۽ نه ساڻ ئي هلي. عيش عشرت ۾ ڀا دليوي ڀوڳن ۾ ڪا خوشي ڪانهي. ڀوڳن جو نتيجو آهي روڳ. گورو نانڪ صاحب فرمائين ٿا نه عيش عشرت واري زندگي دکن جو گهر آهي. اندرين جي سوادن ڪري ايڪ بيماريون پيدا ٿيون پون ٿيون ۽ اهڙن ماڻهن جو انت سمو به ڏاڍو دکدائي ٿئي ٿو. اهڙو سک ئي گهوريو جو پوءِ ڏک ڏئي. سياڻو اهو آهي جو ڪرم ڪرڻ کان اڳ ان جي نتيجي کي سوچي ٿو.

سوامي جي مهاراج جن پنهنجي هڪ شبد ۾ منش جي جنم کان مرڻ تائين دکدائي حال جو ذڪر ڪن ٿا. جيو دنيا ۾ روئندو اچي ٿو ۽ هڏو بالپڻ ڏاڍي مصيبت ۾ گذري ٿو.

رهيو آهي ته ڪو ڏيهه جي وڏا ڀاڱا ٿي دکي آهي. ڪو بيماريءَ سبب تنگ آهي ته ڪو غريبيءَ سبب پريشان! ٻئي طرف بيروزگاري بي حال ڪري رهي آهي. هتي نه راجا نه دکي نه رعيت نه دکي. راجائون، راڻيون، شهزادا، ڪروڙپتي، ڪارخانيدار، وڏا وڏا واپاري هرڪو چنتائن جي چڪيءَ ۾ پيسجي رهيو آهي. جڏهن شاهوڪارن سان اهڙي ويڌن آهي ته ويچارن غريبن جي ڳالهه ئي ڪهڙي ڪجي! مرض، مفلسي ۽ مصيبتون ته هنن جو ڏاج آهن. گرفتاريءَ جا وارنٽ، سامان جي ضبطي، قرض نه چڪائڻ ڪري جيل جي سزا، انادر ۽ بي عزتي - اهي سڀ هنن لاءِ روزمره جون گهٽنائون آهن.

شايد توهين چوندا ته فلاڻي ماڻهوءَ وٽ سڀ دنيوي نعمتون ميسر آهن ۽ اُهو ڪري هو ضرور سکي هوندو. هن وٽ بيشمار دولت، سندر استري، سعادتمند اولاد، شهر ۾ عاليشان محلات، شهر کان ٻاهر سهڻو بنگلو، سير تماشي لاءِ موٽر آهي ۽ وردي پهريل نوڪر چاڪر هن جي چاڪريءَ لاءِ هڪيا تڪيا حاضر بيٺا آهن. باقي هن وٽ ڪمي ڪهڙي آهي؟ توهين صحيح ٿا چئو پر هن وٽ وڃي ڪانئس پڇو ته تون سکي آهين؟ ڏسو هو ڪهڙا ٿو سور روئي. اهڙو ئي موقعو هو جو گورو نانڪ صاحب جن جي مک مان هي واڪ نڪتا:

”نانڪ دکيا سڀ سنسار، سو سکيا جس نام آڌار“

سهجو ٻائي - راجستان جي مشهور مهاتما جو هڪ دوهو آهي:

”ڌنونتي دکيا سڀئي، نرڌن دک کا روپ،
ساڌ سکي سهجو ڪهي، پايو ڀيد انوپ.“

**ارٿات** - مون سڀني ڌنوانن ۽ اميرن کي دکي ڏٺو آهي، غريب ۽ نرڌن ته آهن ئي دکن ۽ ڪليشن جو روپ. سکي

و ڏسڻ وڃي ٿو. شام جو ڪو ليڙ طوفان اچي ٿو ۽ سڀ
ان جي لپيٽ ۾ اچي ٿا وڃن. پيا سڀ ٻار گهر ڀڄي
ن ٿا پر توهانجو پٽ گهر ڪونه ٿو اچي. رات ٿي وڃي
پر توهانجو ٻار لاپتہ آهي. توهانجي پتني روئندي رڙندي
هانجي آفيس يا ڪلب ۾ اچي توهانکي ٻڌائي ٿي تہ ٻار
ا ڪونہ موٽيو آهي. اوڏي مهل توهين پنهنجو ٻوٽلو يا
ڪڻ ڪٽڻ بنا ٻي ٻار جي ڳولا ۾ ڪين ولي ڊوڙندا؟ ضرور،
هين ولي پهچندا. نيڪ اهڙي طرح اسانجو پرم پتا جو دنيا
ر پيار ۽ همدردي جو ساگر آهي اهو پنهنجن ٻچن
هن دک درد، غمن ۽ گوندرن ڀري سمنڊ مان ڪين
ر اُڪاريندو؟

هيءَ دنيا تہ هڪ وڏو جيلخانو آهي جنهن ۾ آتمائون قيد
ن. هن ڪشٽن ۽ ڪليشن واري دنيا ۾ اسانجي زندگي
ڪهڙي آهي! موت هر وقت اسانکي لڪي رهيو آهي.
ستري اولاد، ڪٽنب قبيلو، مطلب تہ ڪوبہ هن کان ٻچي
ٿو سگهي. اهو خوف هر وقت دل ۾ رهي ٿو تہ آهي
سڀ اسانکان وڇڙي ويندا. سڀ جيو موت، مرض ۽ وناش
و شڪار بڻجن ٿا. هن ساري دنيا ۾ اوهانکي ڪوبہ سرو
ڪي ڪونہ ملندو. هڪڙو پنهنجي استريءَ جي مرڻ ڪري
سبب ڪجهہ ڳاڙي رهيو آهي تہ ٻيو بہ هڪڙون پيو هاري جو
سندس استري چندي آهي. ڪو پٽ لاءِ آرداسون پيو
ڪري تہ ڪو پيءُ جي موت لاءِ جهولي ڦهلائي بيٺو آهي.

اسپتالن ۾ وڃي ڏسو، ڪچهرين ۽ جيلن ۾ وڃي ڏسو،
سڀ هنڌ دک درد ڇانيو پيو آهي. ڪنهن کان بہ ٻچي ڏسو
لہ توهين سگهي آهين؟ هو پنهنجي دردن جو داستان ڪولڻ
شروع ڪندو. ڪو پنهنجي پٽ جي موت تي ڳوڙها ڳاڙي

گورو ارجن ديو فرمائين ٿا ته
”گورو ڪرتا گورو ڪرلي جوڳ:“
گورو ڪرتا آهي گورو سڀ ڪجهه ڪرڻ وارو آهي. گوروءَ جي ڀيٽ ڪان ٻيو ڪجهه ڪونهي. هن جو ئي حڪم هلي ورلجي.

گورو صاحب جن وڌيڪ فرمائين ٿا ته گورو سرو شڪتيوان، سرو وياپي ۽ نر آڪار آهي، ڪل مالڪ آهي، اگم آهي، ٻي الت آهي، اڪت آهي. هنجو ورنن ڪرڻ انسان جي ڀيٽ ڪان ٻري آهي.

گورو نانڪ صاحب جن جي ٻاڻي آهي:-
”سمند وروال شرير هم ديکيا اِڪ وست انوپ دکائي،
گورو گوبند، گوبند گورو هيءُ، نانڪ ڀيد نه پائي.“

ارٿات - هن شرير روپي سمنڊ کي مون ولوڙي هڪ عجيب ڳالهه ڏٺي ته گورو پرماتما آهي ۽ پرماتما ئي گورو آهي. ٻنهي ۾ ڪو ٻيو ڀيد ڪونهي.

هڪ ٻيو ايران جو مهاتما فرمائي ٿو:-
”نوري حق ظاهر بُود اندر ولي“
سنت جي اندر پرماتما جو پرڪاش صاف نظر اچي ٿو، جيڪي ٻنهجي اندر جي اک کولين ٿا اهيئي اُن کي ڏسي سگهن ٿا. ڪبير، دادو، پلٽو ۽ ٻيڻ ٻين سينئي سنتن جو اهو ئي ڪٿن آهي.

پادري پروفيسر چيو ته ڪرائيسٽ به فرمايو آهي ته مان ۽ منهنجو پتا هڪ آهيون، منهنجي هدايت انوسار هلو ته توهين پرماتما جي بادشاهت ۾ پهچي ويندا.

حضور مهاراج جن فرمايو ته هاڻي اِن ڳالهه کي ٻئي نقطہ نگاهه سان سوچيون. سمجهو ته توهانجو ٦ سالن جو ٻار هڪڙي ڏينهن صبح جو ٻنهنجن يارن دوستن سان گڏجي گهر کان دور کو

ياد رکڻ ڏانهن مخاطب ٿيندي حضور جن ڪين چيو تہ شايد ان ڳالهہ تي وشواس ڪرڻ توهان کي مشڪل لڳي پر بائيبل ۾ بہ انهن تي چيل آهي تہ "Word made flesh" "شبد تي شرير ڌارڻ ڪيو." ورڊ (شبد) يا لوگاس پرماتما آهي، آپا اظهار آهي. بائيبل جي پهرئين باب ۾ ان ڳالهہ جي پوري تائيد ٿيل آهي. توهان سڀني کي ان بابت خبر آهي. اهو ڪجهہ هن طرح لکيل آهي. "آد ۾ شبد هو. شبد پرماتما سان گڏ هو ۽ شبد ئي پرماتما هو. سڀ ڪجهہ شبد دواران بڻايو ويو ۽ ڪابہ شيءِ ڪاڻ نهي جا شبد بنا ٺهي هجي. اهو شبد ئي شرير ڌارڻ ڪري عيسيٰ جي روپ ۾ سنسار کي نجات ڏيڻ لاءِ آيو." مونکي اميد آهي تہ انهيءَ باري ۾ مت ڀيد جي ڪا گنجائش ڪانهي.

حضور جن وڌيڪ فرمايو تہ پنجاب جي هڪ مسلمان درويش بلي شاهہ پنهنجي ڪلام ۾ چيو آهي "مولا آدمي بڻ آيا." يعني پرماتما منش جو چولو ڌارڻ ڪري اچي ٿو. گورو ارجن ديو بہ بي ڌڙڪ فرمائين ٿا:-

"هرجي نام پڙيو رامداس"

مولانا روم تہ اڃا بہ ہ قدم اڳتي وڃن ٿا تہ مرشد ۾ خدا ۽ پيغمبر ٻئي سمايا پيا آهن.

شمس تبريز فرمائي ٿو تہ

آن بادشاهہ اعظم در بود بست محڪم،
پوشيده دلَ کي آدم- يعني ڪ بردر آمد.

ان شاهن جي شاهہ پنهنجي محل جو دروازو بلڪل قابو بند ڪري رکيو آهي. پوءِ هو انساني جامو پهري ان دروازي کي کولڻ لاءِ لهي اچي ٿو.

## ۴. ستسنگ

شام جو ٻوري اٿين ٻجي سڀ حضور مهاراج جن جي ڪمري ۾ ويهي ويا.

حضور جن وڏي پادريءَ کي چيو ته توهين ٻڌايو ته گوروءَ جي باري ۾ ڇا ٿا ڄاڻڻ چاهيو؟

نوجوان ٻئي پسٽر وچ ۾ ٿي چيو ته حضور! سڀ ڪجهه. ڇو جو ان باري ۾ اسانکي پوري ڄاڻ ڪانهي.

حضور جن فرمايو ته چڱو مان توهانکي خود سنتن جا وچن ٻڌائيندس ته گوروءَ جي باري ۾ هنن جا ڪهڙا ويچار آهن ۽ هو ڇا ٿا چون.

پروفيسر وشواس ٻڌائي اوع ۾ چيو اهو ڏاڍو ٺيڪ ٿيندو.

حضور جن مون کان پنهنجي ڪتابن جي ڪبٽ مان سوامي جي مهاراج جن جو سار ٻچن پستڪ گهرايو ۽ کولي مونکي 'راڌاسوامي ڌرا نر روپ جگت مين، گورو هوئي جيو چتائي' وارو شبد پڙهڻ لاءِ چيائون. پوءِ پادرين کي چيائون ته مان پهرين سوامي جن جي وچن سان شروع ڪريان ٿو ۽ پوءِ سوامي جن جي وچن جي تائيد ۾ ٻين سنتن جا حوالا پڻ ڏيندس. سوامي جن فرمائين ٿا ته پرماتما منش جو چولو ڌارڻ ڪري جيون کي سجاڳ ڪرڻ لاءِ گورو بڻجي هن جڳ ۾ اچي ٿو. هو جيون کي پنهنجي نج گهر جي ياد ٿو ڏياري ته توهين ڪل مالڪ جو انش آهيو. پوءِ جيڪي هن تي وشواس رکن ٿا انهنکي هو واپس پنهنجي نج ڌام وٺي ٿو وڃي.

حضور جن فرمايو ته توهين فڪر نه ڪريو. سڀ انتظام ٿي ويندو. رات پئجي آهي. هينئر پل توهين وڃي ٻه ڪلاڪ ڪن آرام ڪريو پوءِ ماڻي ڪائي ٨ ٻجي وڏي خوشيءَ سان مون وٽ اچي سگهو ٿا.

نوجوان بئريسٽر چيو ته انهن ڏاڍو سٺو ٿيندو. گوروجي! اها ته توهانجي وڏي ديا آهي.

تنهن ڪانپوءِ حضور جن راءِ بهادر مهالعل ۽ ان جي ساٿين کي چيو ته توهانکي وٽي ته توهين به پلي اچجو.

شخص کي پاڻ تي ڌسڻ گهرجي ته هنکي ڇا ٿو ڀاءِ پوي ۽ ڪيترو ٿو ڀاءِ پوي. يورپ ۽ امريڪا وارن لاءِ اهو ٿي ڪافي آهي ته هو مانس مڇي، بيدن ۽ شراب کان ڪنارو ڪن.

پرمارٿ جي چاهڪ کي راجسي ۽ تامسي کاڌن کان بچڻ کپي. ان جو سبب پڌرو پيو آهي. مانس کائڻ سان ماڻهو نردئي ۽ ڪروڌي بڻجي ٿو. پاروٿو کاڌو ماڻهوءَ ۾ سستي ۽ آلس آڻي ٿو. سادو کاڌو، صحيح ماترا ۾ کائڻ سان ماڻهوءَ جي انڊي نرمل رهي ٿي، هو شانت چت، چست ۽ ڦڙتيلو رهي ٿو. هڪ سادڪ (جنهن دنيا مان رتياڳ ڪري، پرماتما جي پراپتي تي پنهنجو مول مقصد بڻايو آهي) کي صرف ٻه دفعا ٿي هر روز ڀوڄن ڪرڻ گهرجي پر جي هڪ ڀيرو ڪري ته پاڻ وڌيڪ سٺو. ڀرڀل پيٽ آلسڪ ابياس ۾ وڏي رڪاوٽ آهي. اهو غلط خيال آهي ته گهڻو کاڌو کائبو ته گهڻي طاقت ايندي. حقيقت ۾ اسانجو کاڌو ضرورت کان وڌيڪ آهي. جنهن کي زبان جو چسڪو آهي اهو ورلي ابياسي بڻجي سگهي ٿو.

ان وقت شام جا ٦ لڳا هئا ۽ سج لهي چڪو هو. حضور جن پادرين کي چيو ته توهانجو ڪهڙو پروگرام آهي. توهين لاهور ڪڏهن تا وڃڻ چاهيو؟

بزرگ پادريءَ وراڻيو ته حضور ٻهراس ته اسانجو خيال اڄ شام جوئي وڃڻ جو هو پر "گورو" بابت اڃا مونکي وڌيڪ ڪجهه سمجهڻو آهي. اها ڳالهه اڃان منهنجي خيال ۾ ڪانه ويٺي آهي. پر مونکي سڌ ڪانهي ته اسين هتي وڌيڪ ڪين ترسي سگهنداسين ڇو جو سڀاڻي صبح جو ١٠ بجي لاهور پهچڻو آهي.

جو رچيندڙ آهي، وشنو پالڻ پوشڻ ڪندڙ آهي. هو سنسار کي رزق ٿو رسائي ۽ شو يا مهيش هن سنسار جي پرلئہ ڪندڙ يا ناس ڪندڙ آهي. اها ٽموري آهي جا ساري سنسار جو چرخو هلائي رهي آهي ۽ جا هر ذري ۽ ڪڻ ڪڻ ۾ ڪم ڪندي نظر اچي ٿي.

انهن ٽنهي جي مالرا ۾ گهٽ وڌائي هئڻ سبب پدارٿن جا الڳ الڳ آڪار ۽ روپ ٺهجي پون ٿا. آهي ٽيئي گڻ پدارٿن ۾ ڦير گهير ڪندا رهن ٿا. عام طور انهن ٽنهي گڻن مان جيڪو به گڻ ڪنهن به پدارٿ ۾ اڌڪ مالرا ۾ ٿئي ٿو، اهو ئي ان پدارٿ جي خاصيت يا وشيشتا جو ڪارڻ بڻجي ٿو. باقي ٻيا ٻه گڻ پهرئين گڻ جي زير اثر رهن ٿا ۽ انهن جو ڪو خاص اثر لڪو رهي. انهن جون خاصيتون آهن (١) شانتي- (٢) ڦڙتي- (٣) سستي. جن ماڻهن ۾ ستو گڻ زياده هوندو آهي، اهي خوشمزاج، سمجهو ۽ شانت پسند ٿيندا آهن. راجسي سڀاءَ وارا ماڻهو چنچل مهمتي ۽ اشانت رهندا آهن. تامسي سڀاءَ وارا وري سست، ڍلا ڍالا ۽ ٿوري عقل وارا هوندا آهن. مون توهانکي اڳي به ٻڌايو آهي ته اسين جهڙو اَن کائون ٿا، اساڻي من جون ورتيون به اهڙيون بڻجن ٿيون. جيڪي ماس آهاري آهن، انهن جو سڀاءُ به وحشي ۽ خونخوار بڻجو پوي. ساتوڪ ڀوڄن شانتي، سيتلتا، پيار ۽ ميناج پيدا ڪري ٿو. ساتوڪ کاڌا آهن- ڪڻڪ، چانور، جَو، مڱن جي دال، کير، مکڻ، سايون ڀاڄيون ۽ جلد هضم ٿيندڙ ميوا. ساتوڪ ڀوڄن به حد کان ٻاهر وڪائڻ سان تامسڪ بڻجي پوي ٿو. کاڌو نه تمام گهڻو هئڻ گهرجي نه تمام ٿورو. کاڌو اهو وڪائڻ کپي جو نه قبضي ڪري، نه ڀاري لڳي يا ڇڙمي پيدا ڪري. هر ڪ

گهرجي ، نه ڪ تامسڪ يا راجسڪ . نوجوانن کي پهنجي ڪاڌي ۾ چڱي چوکي ساوڌاني رکڻ کپي . آزمائش طور شراب ۽ ماس آهار يعني گوشت ، بيضا ، مڇي وغيره کائڻ کان هڪ مهينو ڪنارو ڪيو ، ڏسو ته ڇا نه انجو اثر ٿو ٿئي ! پر سڀ کان گهڻي مدد پورن ستگوروءَ کان ملي ٿي جو پهنجي شرڻ شيوڪن کي مايا جي فريبن ۽ ڦندن کان اڳاڻ جي ڏکيواري پاڻ لي هموار ڪندو آهي .

پروفيسر حضور جن جا شڪرانا مڃيندي چيو ته ڪاڌي متعلق توهانجي هدايت تمام سٺي آهي . مان به اهڙي آزمائش ڪري ڏسندس . پر حضور سالوڪ پرچن ڇاکي ٿا سڏيو ؟

حضور جن فرمايو ته سالوڪ پرچن اهو آهي جو من کي شانتي ، سنتوشي ۽ سيتل رکي . پرمارٿ جي راه ۾ وڌندڙ ساڌڪ کائڻ پيئڻ جو اهڙو ته جلد اثر گرهڻ ڪري ٿو جو پل يا اينديالي ۽ وچان اسالوڪ پرچن جو ذرو به هضمي ڪاڌي ۾ ملي وڃڻ ڪري هن ۾ راجسڪ خيال يعني پيچيدگي وغيره ۽ تامسڪ ورتيون جهڙوڪ آلس آدي اچي ٿيون وڃن .

پروفيسر عرض ڪيو ته ڪرپا ڪري اسانکي الهن ٽنهي قسمن جي پرچن ۾ ڪهڙيون ڪهڙيون شيون شامل آهن اهي ...ولي سمجهايو .

حضور جن فرمايو ته ها ، مان توهانکي کولي ٿو سمجهايان . ...لتن جا ٽي گڻ آهن - ستو ، رجو ۽ تمو . سرشٽيءَ جي ...ما ۾ اهي هڪ ٻئي الڳ آهن ؛ ستوگڻ سالوڪ اُپٽي ڪري ... رجوگڻ پالڻ پوش ڪري ٿو ۽ تموگڻ ناس ڪري ٿو . ...ن ڏسندا ته سرشٽيءَ ۾ هر هنڌ اهي ٽيئي شڪتيون ... ڪم ڪن . هندن شاسترن ۾ الهن ٽنهي شڪتين کي ... وشنو ۽ مهيش ڪري سڏيو ويو آهي . برهما سرشٽيءَ

بومارڪ بابت ڪافي لکيو ويو آهي. لوهين اهو پستڪ ڳهري ڏيان ۽ ويچار سان پڙهو ۽ پوءِ پاڻ ئي سنت مت جي سکيائن کي عيسائي ڌرم جي سکيائن سان ڀيٽجو. ان ۾ توهانجي سڀني سوالن جا جواب اچي ويندا.

لنهن ئي لوجوان بئرسٽر پڇيو ته اڄ ڪلهه جي زماني ۾ حضرت عيسيٰ جي اها سکيا ڪيتري قدر وهنوارڪ ۽ عمل جوڳي آهي ته جيڪڏهن ڪير هڪ ڳلي تي چماٽ هڻي ته ان کي ٻيو ڳلو به وراڻي ڏيو ۽ جيڪڏهن ڪو خميس ڪڍي ته انکي ڪوٽ به لاهي ڏيو. اصل ۾ انهن وچنن دواران حضرت عيسيٰ اسانکي ڇا تي سمجهائڻ چاهيو؟

دين ديال ستگورن فرمايو ته انهن وچنن دواران حضرت عيسيٰ اهو ئي سمجهائڻ چاهيو ٿي جو انهن جو صحيح اکري مطلب آهي. اڄ جي جڙ وادي دنيا کي پليي اها سکيا عجيب يا غير عملي لڳي پر هڪ سچي جگياسو ۽ پرانءِ جي نماڻي پرلميءِ کي اها اولڪ سکيا هرسمي ۽ هر جڳ ۾ پورن، عملي ۽ صحيح لڳندي. پر سوال آهي ته منش ڇا کي نو وڏيڪ مهتو ڏئي- هن دنيا جي موج ۽ مزن کي ڪين پرلوڪ جي انڌمئي آنند کي؟

پادري پروفيسر چيو ته هڪ ٻيو به سوال پڇڻ چاهيان ٿو. من ۾ ايندڙ برن ويچارن کي ڪيئن روڪجي؟

حضور جن وراڻيو ته سوال ته ڏاڍو سنو آهي پر ان جي جواب لاءِ ڪافي مدت ستسنگ ڪرڻ جي ضرورت آهي. ٿوري ۾ ائين چئجي ته جيڪڏهن ڪنهنکي غليظ ويچار ستائين ته ته انهن کي روڪڻ لاءِ، سنن ويچارن جو ڌيان ڪجي. سنا پستڪ پڙهڻ ان راهه ۾ وڏي مدد ڏين. ڪاڏي جو اساڃي من تي گهرو اثر ٿئي ٿو. اسانجو پوڄن سانوڪ هڻڻ

ڪهڙي راه آهي ؟

حضور جن فرمايو، ”يسوع مسيح جي زندگيءَ جي ڪهڙي پهلوءَ جي باري ۾ مهنجي راءِ ڄاڻڻ ٿا چاهيو ؟“

پادريءَ چيو ته هنجي شخصيت، ۽ هنجي ڌرم بابت توهانجي ڪهڙي راه آهي ؟

داتاجن ورائيو ته هو اعليٰ درجي جو پيغمبر هو. هنجي ڌرم، سنسار ۾ ڪيترائي مهان پرش پيدا ڪيا آهن.

پادريءَ چيو ته مان اهو پڇڻ چاهيان ٿو ته هڪ ڌارمڪ نيتا جي حيثيت ۾ هنجو ڪهڙو درجو آهي ؟

حضور جن فرمايو ته مونکي معاف ڪجو. اسانکي ڪنهنجي ۾ شخصيت لئي راءِ ڏيڻ نه گهرجي، خاص ڪري ڌارمڪ نيتائن جي باري ۾. ان مان نڪي وري نڪي سري. اهو بهتر ٿيندو ته ڌارمڪ نيتائن کي عزت جي نگاهه سان ڏٺو وڃي ۽ هنجي هڪ ٻئي سان ڀيٽ ڪري سندن پوئلڳن جي ڀاونائن کي نه ڏکوئجي.

پادريءَ پڇيو ته سنت مت جي سڌانتن موجب ڪرائيسٽ هڪ سنت هو ؟

حضور جن ڪيس چيو ته مونکي معاف ڪجو. اهڙن بحثن مان ڪجهه به وڙتو ڪونهي. توهين مونکي غلط نه سمجهجو.

اُن تي پادريءَ چيو ته حضور ڀلا جيڪڏهن ڪير حقيقت ٿي ڄاڻڻ چاهي ته پوءِ ........

حضور جن جواب ڏنو ته اُنکي اهڙي ڇان بين پاڻ ئي ڪرڻ گهرجي. توهانجي ديشواسي ڊاڪٽر جانسن سنت مت تي 'دي پاٿ آف دي ماسٽرس' 'The Path of the Masters' نالي هڪ ڪتاب لکيو آهي. مان اُنجي هڪ ڪاپي توهان کي ڏيندس. اهو پستڪ وچار جوڳو پستڪ آهي ۽ اُن ۾

سندس بنا اعتبار تي ڪري پر سنتن جي وچنن تي وشواس
رکي جي پنهنجي ذاتي انڀو دوارا چون ٿا ته ايشور
پرماتما کي پنهنجي اندر اکين سان ڏٺو آهي.

اتي راءِ روشن لعل چيو ته حضور! مان ائين چوڻ کانسواءِ
رهي نٿو سگهان ته توهانجي سمجهائڻ جو طريقو ڪهڙو نه
عجيب آهي جو مشڪل کان مشڪل مضمون کي به توهين
سرل ۽ سليس بڻائي ٿا ڇڏيو.

نوجوان بئريسٽر پڇيو ته حضور! توهانجي مت جي ڪهڙي
خاص خوبي آهي؟ يعني ٻين مَتن مَتانترن جي ڀيٽ ۾
توهانجي مارگ جون ڪهڙيون خاص وصفون آهن؟

حضور جن اتر ڏيندي فرمايو ته سنت مت جي اها خاص
وشيشتا آهي جو اُها ساڌڪ پنهنجي ورتي ٻاهران هٽائي
انترمک ڪندا آهن ۽ پنهنجي نج ڌام پهچندا آهن. پر عام
ماڻهن جي ورتي ٻاهر مکي هوندي آهي جنهن ڪري دک ڪليش
۽ پريشاني کانسواءِ ٻيو ڪي ڪين ٿيندو. سنت چون ٿا ته
توهانجو اُپائڻهار توهانجي اندر آهي. پنهنجي زندگيءَ ۾ ئي
اندر وڃي پرماتما کي ڏسو. مرڻ کانپوءِ مڪتيءَ جي آسري
تي نه لڳو. جيڪري ٿي سگهي ته هدايت ڪريو. سوچيو! نه
هڪ اڻپڙهيل آدمي جنهن کي الف بي جي به سڌ نه آهي
سو موت کانپوءِ ڪيئن پڙهي سگهندو؟ زندگيءَ ۾
چور آهي اهو موت کانپوءِ ساڌو ڪيئن ٿي سگهندو؟ نه،
مرڻ کانپوءِ مڪتيءَ جون ڳالهيون سڀ بيسود آهن.

بزرگ پادريءَ چيو ته حضور! مان ڪجهه سوال پڇي
سگهان ٿو؟

حضور جن وراڻيو، ”وڏي خوشيءَ سان.“

پادريءَ چيو ته يسوع مسيح جي باري ۾ توهانجي

سال اُبهه ٿيهه سال ڪشالا ڪڍيا ٻون تا پوءِ به اسين اها هام لتا هڻي سگهون ته اسان ان وگيان جي مڪمل ڄاڻ حاصل ڪئي آهي. اسين ان ۾ ٻوڙن رات ڪشلتا پائي لتا سگهون. پر توهين ڏسو ويٺا ته ماڻهو آتم وگيان جي اڀياس ڪرڻ بنا آتما ۽ پرماتما کي سمجهڻ ۽ سمجهائڻ جي دعويٰ پيا ڪن خاص ڪري جڏهن هي ۽ سائنس يعني سائنس جي پيٽ ۾ اُڀي ڪنن آهي.

ڦريسٽر سويڪار ڪندي چيو ته حضور! اثين ٺيڪ آهي.

حضور مهاراج جن وڌيڪ فرمايو ته مان توهانجي وچار لاءِ هڪ ٻي ڳالهه جو ذڪر ڪريان ٿو. توهين انسان جي شرير کي ٿي ڏسو. پنج تت، پرٿوي، پاڻي، اگني، وايو ۽ آڪاش جن مان هي شرير ٺهيو آهي سي هڪ ٻئي جا ورودي آهن، ڪهڙي نه قابليت ۽ ڪاريگريءَ سان هڪ ٻئي سان ملي انساني شرير ۾ ڪم ڪري رهيا آهن. پاڻي باهه کي وسائي ڇڏي ٿو، وايو پاڻيءَ کي سڪائي ڇڏي ٿي ۽ پرٿوي اُنهن سڀني کي کائي ڇڏي ٿي. پر اهي پنج ئي تت، جي هڪ ٻئي جا دشمن آهن، انساني شرير کي هلائڻ لاءِ ڪيئن نه قرب ۾ جڪڙيل آهن. ڇا اسانجو شرير پاڻ کان پاڻيهي پيو هلي؟ توهين ڏسندا آهيو ته موت کانپوءِ شرير زمين تي اهڙين وانگر اثين جو اثين پيو هوندو آهي پر اها وستو هنجي اندران نڪري وڃي ٿي، جنهن هنکي هلايو چلايو ٿي. اها ڪهڙي وستو هئي جنهن شرير کي سٽا ٿي بخشي، اُنکي هلايو چلايو ٿي؟ توهين چوندا ته پران، پر اُنهن پرانن کي هلائڻ وارو ڪير آهي؟ من؟ چڱو من کي ڪير ٿو هلائي؟ آتما؟ برابر اها آتما ئي آهي جنهنکي پرڪاش ۽ جيون ان شڪتيءَ جي ڀنڊار مان ملي ٿو جنهنجو ازغيبي ۽ ادرشت

لڏهن ڏسي سگهندا ۽ سمجهي سگهندا جڏهن توهين صحيح رهبر ۽ رهنما پاڻ سان کڻندا ۽ توهان وٽ گهربل پاس پورٽ هوندو لڏهن ئي هنجي آفيس ۾ پير پائي سگهندا، هنجي ڌام ۾ وڃي سگهندا.

نوجوان پروفيسر پڇيو تہ اهو سڀ قدرتي قانون مطابق خود بخود نہ ڪونہ ٿي رهيو آهي؟

جواب ۾ حضور جن فرمايو تہ توهين "قدرت" چاڪي ٿا سڏيو ۽ اُنجا قانون قاعدا ڪهڙا آهن؟

پروفيسر وراڻيو تہ جهڙي ريت سورج جو ڪم ٿي آهي پرڪاش ۽ گرمي ڏيڻ ۽ چندرما جو سياءُ آهي رات جو سيتل چاندني ڦهلائڻ.

حضور جن فرمايو تہ ان ڳالهہ جي گهرائيءَ ۾ وڃو، تہ انهن جڙ شين کي اها قدرتي شڪتي ڪٿان ۽ ڪهڙي طرح ملي. هي سورج ۽ چندرما ڪيئن بڻيا؟ ڇو صرف سورج گرم آهي پر چنڊ ۽ ڏرتي نہ؟ سردي ۽ گرمي ڪٿان تيون اچن؟ سردي گرمي، پرڪاش ۽ اندڪار بڻائڻ جو ويچار ڪنهڪي آيو؟ انهن ويچارن ڪيئن عملي روپ اختيار ڪيو؟

نوجوان منظور ڪيو تہ سچ پچ اُهي ڳالهيون منجهائيندڙ ۽ پيچيديون آهن.

تنهن تي داتاجن فرمايو تہ اُن ۾ اُلجهڻ جي ڪابہ ڳالهہ ڪانهي. اُلجهن ۽ مونجهارو پيدا ٿي تڏهن ٿو ٿئي جڏهن اسين آتمڪ منڊلن جي کوج ۾ هن جڙ سنسار جي سڏائڻ جو سهارو ٿا وٺون. جڙ جڳت ۽ چيتن آتما اُنهن ٻنهي لاءِ ساڳيو قانون لاڳو ٿي نٿو سگهي. آتما جي بہ سائنس آهي ۽ اها ٻڻ بين سائنسن وانگر سِکڻي پوندي آهي. هن دنيا جي معمولي وگيان جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ لاءِ اسانکي ويهہ ويهہ

... ڪم نروگهن پيو هلي. هر روز سج پنهنجي مقرر وقت
اڀرندي کان اڀري سارو ڏينهن دنيا کي پرڪاش ڏيئي
جو پنهنجو ڪم سندر چندرما کي سپرد ڪري پاڻ
اولهه ۾ ڇپائي ڇڏي ٿو. ان ڪانپوءِ جڳ مڳ تارا ليلي
ن کي روشن ڪن ٿا. ڌرتي پنهنجي محور تي ڪيئن نہ
ي گهمي جيئن سج جو پرڪاش ڌرتيءَ جي هر حصي
پوي. ذرا ڏسو تہ سهي تہ ڪيئن بيشمار تارا ۽ گرهہ
جي مقرر ٿيل راهن تي هلي رهيا آهن، پنهنجي مارڪ
هڪ انچ بہ هيڏاهن هوڏاهن نٿا ٿين ۽ نہ وري ڪڏهن
۾ ٽڪرجن ٿا. پر لوهين ڪيترائي دفعا ٻڌندا آهيو تہ
ن گاڏيون ۽ اسٽيمر جنکي قابل انجنير بلڪل هوشياريءَ
هلائين ٿا، اهي بہ پاڻ ۾ ٽڪرندا آهن، پر لوهان
هن بہ ڪو تارو ٻئي سان ٽڪرندو ڏٺو آهي؟

ڏسو ڌرتيءَ کي سرسبز ۽ هريو ڀريو بنائڻ لاءِ آڪاش
ن نہ پاڻي برسائي ٿو. ڪهڙي طرح ڪڪر ڏورانهن
ن کان پاڻي آڻين ٿا ۽ موسمي هوائون ڪيئن نہ انهن
چوڌاري ڪڻي وڃن ٿيون. ندين ۽ جهرڻا ڪيئن ٿا
۾ کي زنج ڏين. ڪيئن ساڳ سبزيون ۽ عمدا ميوا ٿا
ٿين. ڌرتيءَ ڪيئن پنهنجي سيني مان رنگ سندر،
ڊ ۽ سرهاڻ ڀريل گل ڦل پيدا ڪري ٿي! اهو سڀ انسان
ٻڌيءَ کي چڪر ۾ وجهيو ڇڏي. هي سنسار جو وشال
خانو ڪهڙو نہ انر ۽ اعلي آهي ۽ انجي هرڪا مشين
ن نہ ليمر السوار ۽ صحيح ڍنگ سان پنهنجو ڪم پيئي
ي! پوءِ ڪيئن چئي سگهبو تہ اهو سارو ڪاروبار ڪنهن
نجنيئر بنا هلي رهيو آهي؟ نہ، هرگز! ائين ڪونهي. انجو بہ
نجنيئر آهي، پر لوهين ان مهان انجنيئر جي اها ڪار گذاري

ڪٿي آهي. ڪبير صاحب فرمائين ٿا:-

"وسٽ ڪهين ٻولڻي ڪهين آوي ڪِڇهه بڻ هاٿ،
ڪهه ڪبير تب پائيئي، جب ڀيدي ليجي سات."

هن جڙ سنسار ۾ هنن استول اکين سان اسين صرف استول شيون ۽ جڙ جڳت کي ئي ڏسي سگهون ٿا. هنن اکين سان پرماتما يا روحاني نظارا ڏسي نٿا سگهجن. سڀ کان اول اها اک پيدا ڪرڻو جنهن سان پرماتما کي ڏسي سگهجي. پرماتما مَن ٻُڌيءَ جو مضمون ڪونهي. اسان سڀني کي اهو ڪڏهن نه ڪڏهن ائين ٿيو آهي ته هن جڙ سنسار جون ڪي ڳالهيون سمجهڻ ۽ سلجهائڻ ۾ اسانجي ٻُڌي صحيح رهنمائي نٿي ڪري سگهي. ڪيترائي ڀيرا اسين بي اختيار چوندا آهيون ته هيءَ ڳالهه اسانجي سمجهه ۽ ٻُڌيءَ کان پري آهي. آتما ۽ پرماتما جو مضمون اهڙو باريڪ ۽ پيچيدو آهي جو منش جي ٻُڌي اڪيلي سمجهڻ لاءِ بلڪل اسمرٿ آهي.

پر هيءَ ڳالهه نه ساڌارڻ ٻُڌيءَ واري ماڻهوءَ کي به سمجهه ۾ اچي سگهي ٿي ته هيءَ وشال رچنا، سورج، چندرما، تارا، پرٿوي، پهاڙ، سمنڊ ۽ هي سارو سنسار پنهنجو پاڻ ڪين ٺهيا آهن. ڪارڻ ۽ ڪاريه جي اصولن تي هلندڙ هن دنيا ۾ ڪنهن به ڪارڻ بنا ڪو به ڪاريه ٿي نٿو سگهي. هر ڪاريه جو ڪو نه ڪو ڪرتا آهي. سرشٽيءَ جي هن عجب ڪارخاني ڏانهن ته نهاريو. ڪهڙي نه نيم ۽ رٿائتي ڍنگ سان اڻڳڻيون بي انتها مشينيون پنهنجو ڪم سرانجام پيئون ڪن. سڀ ڪا شيءِ ان ڪارخاني جي سڀاڳي سنڀالڪ جي ٺاهيل قاعدن ۽ قانونن انوسار ڪيئن نه پنهنجو ڪم پيئي ڪري. ڪڏهن به ڪنهن نيم جو اُلنگهڻ ڪونه ٿو ٿئي. هن ڀاري ليلا کي هلائڻ واري اُن الاهي آواز جي حڪم انوسار

جئسي دوڙ دوڙ ڏڏماڪن، ٻن مٿي پيد نا ڪهي دا .
انسي لت مت ست ساڌن، لب ٽڪ لشا پي دا .
ناهين وهه جوڳ گيان مدرا لت، يهه گت اوڙ پديدا .
جو ڪوئي چين ليهه يهه مارگ، ڪارج هو گيا جيدا .
مرشد ست ڳگن گورو لکيا، تن من ڪين أسيدا .
عاشق يار اڏر لک پايا، هو گيا ديدم ديدا . ٣٩

يعني مون پرماتما کي اکين سان ڏٺو آهي. پيا سڀ صرف ٻڌيون ٻڌايل ڳالهيون ٿا ڪن. جڏهن ڪام، ڪروڌ، لوڀ، لالچ وغيره کي جيتيم تڏهن منهنجو من وس ۾ اچي ويو. منهنجي اندر انهد شبد گونجار ڪرڻ لڳو ۽ مون اندر اهو امرت رس پيتو. ٽيسري تل ۾ پهچڻ سان مونکي پورو وشواس ٿي ويو. اشٽ دل ڪنول ۾ پهچڻ سان مون برهمالله جي مالڪ جو درشن ڪيو. جهڙي ريت ڪير مان گيهه تڏهن نڪري سگهي ٿو جڏهن ٻهڙين الڪي چماٽي ڏڌ ڪجي ۽ وري ڏڌ کي ولوڙي مکڻ رجائجي، اهڙيءَ ريت مون صحيح ساڌن دواران پياري پرماتما جي هٿان امرت جو پيالو پيتو. اهڙي اوستا يوگ، گيان يا مدرائن جي ساڌن اپنائڻ سان پراپت نٿي ٿئي. اها گتي انهن سڀني کان نياري آهي. جڏهن مون منهنجو لن من ۽ روح پوري گوروءَ کي سمپورڻ روپ سان ارپي ڇڏيو تڏهن ئي مون منهنجي پريتم کي اندر سمک ڏٺو. جنهن ۾ پياري هن مارگ کي چالو ۽ ان ئي هلي اندر اهيو پراپت ڪيو، تنهن منهنجو ڪارج پورو ڪيو، منهنجو جنم سڦلو ڪيو.

حضور مهاراج جن وڌيڪ فرمايو ته سچ ته اهو آهي ته جيڪي پرماتما جي هستيءَ ۾ شنڪا آڻين ٿا انهن ڪڏهن به صحيح پلنگ سان ۽ پوري جاءِ ئي أنجي کوج ئي ڪانه

جو ترڪ ڪري نٿا سگهن، اڪي اهو ٿي ٿا ٻڌائي سگهن ته هيءَ دنيا ڪيئن بڻائي وئي، ڇو بڻائي وئي، هن دنيا ۾ ٻراهون ڇو آهن يا اها ڪٿان آيون؟ جيڪڏهن توهين صرف پنهنجي عقل ٻڌيءَ تي ڀاڙيندا ته پرماتما جي سچي گيان حاصل ڪرڻ ۾ ڪڏهن به ڪامياب ڪين ٿيندا. ٻڌي ۽ وچار کان پري ٻيو به مارڳ آهي جنهن تي هلي، اوچيون منزلون طيءِ ڪري اسين مالڪ جو گيان پراپت ڪري سگهون ٿا.

حضور جن وڌيڪ فرمايو ته هيءَ سرشٽي، آتما، پرماتما، ڪرمن جو قانون، چوراسيءَ جو چڪر، جنم مرڻ، موت کان پوءِ جو جيون ۽ ٻيا ڪيترا روحاني راز، اهي سڀ اهڙيون ڳالهيون آهن جن لاءِ هڪ دفعو منش کي سنتن مهاتمائن جي وچن ۽ گواهيءَ تي وشواس ڪرڻو ٿي پوندو. وار جي ڪل لاهڻ مان ڪو لاڀ ڪونه ٿيندو. منش کي پنهنجو ذاتي انڀو ۽ گيان پراپت ڪرڻ گهرجي ۽ اُن کي حاصل ڪرڻ جو ساڌن پڻ آهي. توهين پنهنجي اندرين اک، آتما جي اک کوليو. اسانجي اندر اهڙي اک آهي ۽ اها کولي سگهجي ٿي. گورو نانڪ صاحب فرمائين ٿا:

”نانڪ سي اکڙيان بيهن جني ڊسندو مان پرين.“

اُهي اکيون ٻيون آهن جن سان پرين پسي سگهجي ٿو. سيني سنتن جو اهو ئي ڪٿن آهي ته هنن پنهنجن اکين سان مالڪ جو درشن ڪيو آهي. دادو صاحب جن فرمائين ٿا:

”دادوُ ديکا ديدا سب ڪوئي ڪهت شنيدا.
هوا حرص اندر بس ڪيدا، تب ٻهه دل پيا سيدا.
انهد ناد گگن گتر گرجا، تب رس ڪاهيا اميدا.
سکمن سُن سُرت محل مين، آيا اجسر عنيدا.
اشٽ ڪنول دل درگ مين درشن پايا خدُ خديدا.

جو اهو ئي سرجڻهار آهي. هي سنسار سهاري ٻنا ۽ نرآڌار ڪونهي پر اهو مالڪ اڳم، اپار، بي انت ۽ ابيد آهي ۽ ان جو پار اسين پائي نٿا سگهون.

ٻڌي ۽ ترڪ شڪتي اندرين دوارا پراپت ڪيل انڀون جو سار آهي پنا توهين انهن چئي سگهو ٿا ته اهي ڪرمن ۽ پرورتين جو نتيجو آهن. ٻڌي صرف اسانجي ڏنيوي ڪمن ڪارين ۾ رهنمائيءَ لاءِ آهي پر انهي دائرو محدود آهي. پوءِ اسانجي ٻڌي روحاني ڳالهين ۾ ڪهڙو ڪم ڏئي سگهي، جي هن جي پهچ کان پري آهن.

حضور مهاراج جن وڌيڪ فرمايو ته هن محدود ٻڌيءَ سان پرلڪش سنسار جون ڪيتريون ڳالهيون اسين سمجهي نٿا سگهون. پوءِ اندرين کان پري جي ديا جي ڳالهه ئي ڪهڙي؟ سمجهو ته ڪو ٻار پنهنجي ماءُ کان ٿو پڇي ته امان! مان ڄائس ڪيئن؟ جيتوڻيڪ ماءُ کي ان جو جواب اچي ٿو پر اهو ٻار جي سمجهه ۾ ايندو؟ هوءَ مشڪي چوندس ٿي ته، مون توکي هڪ خانه بدوش مائيءَ کان ٽڪو ڏئي خريد ڪيو.

تنهن تي نوجوان ٻئي پڇيو، حضور! وگيان ۽ مذهب جي ٻڌي ته وڏا وڏا ڪرشما ڪري ڏيکاريا آهن.

حضور جن وراڻيو ته مان ان کان انڪار ڪونه ٿو ڪريان پر وگيان ۽ مذهب جي ٻڌيءَ صرف پنهنجي دائري ۾ ئي ڪم ڪيو آهي. وگيان، ٻڌي ۽ ترڪ وڌيڪ ۾ وڌيڪ انومان لڳائي سگهن ٿا، جي ڪڏهن صحيح ثابت ٿين ٿا ته ڪڏهن غلط. پر جڏهن اسين هن سنسار جي حالتن واري جي رهسيمه رازن کي پنهنجي ٻڌيءَ دوارا سمجهڻ جي ڪوشش ڪندا آهيون ته اسانجي نتيجن جي غلط هئڻ جو امڪان ٻاڻ وڌيڪ ٿو رهي. سائنسدان سنسار جي آد ۽ انت

ڪيو. ايران جي مسلمان درويشن ۽ چين جي مهاتمائن ـــ
اندرين آليڙن جو ساڳيو ئي ورڻن ڪيو آهي جيتوڻيڪ هنن
کي هندو شاسترن جو ذرو به گيان ڪونه هو. هو نڪي
سنسڪرت يا هندستان جي ڪا ٻي ٻولي ڄاڻندا هئا ۽
نڪي هنن ڪڏهن ڪنهن هندو سنت مهاتما جو درشن
ڪيو هو. ستگورو دڪشا ڏيڻ وقت اندرين روحاني سفر
جون خاص خاص نشانيون مختصر طور سمجهائي ٿو. جيڪي
شش اندر وڃن ٿا اهي ان مارگ جون سڀ ڳالهيون ڏري
پرزي پنهنجي ستگوروءَ کي وستار سان ٻڌائين ٿا ۽ سڀني
ششن جو اهو ورڻن بلڪل ساڳيو ٿيندو آهي. پر اهي اندر
جا راز سڀني اندر سانديندا آهن ۽ ٻين کان گپت رکندا
آهن. اندر جا آلمڪ انهو اهڙا ئي ٿوس، حقيقت پريا ۽ سچا
آهن جهڙي هيءَ باهرين جڙ دنيا.

اِلي ٽريسٽر پڇيو ته حضور! سچ پچ پرماتما آهي يا
بالن پولن انسانن سان صرف مذاق ڪئي ويئي آهي. پرماتما
جي ضرورت ئي ڇا ڪهڙي آهي؟ اسانجو گاڏو هن کان سواءِ
نٿو هلي سگهي ڇا؟

حضور جن جواب ڏنو ته مان پهرين ٻه اها ڳالهه ڪري
آيو آهيان ته ڪي ڳالهيون اسانجي بدّيءَ جي پهچ کان پري
آهن ۽ اسين انهنکي بحث مباحثي يا ترڪ دوارا ثابت نٿا
ڪري سگهون. اهڙي طرح پرماتما اسانجي بدّي، من ۽
اندرين جي پهچ کان پري آهي. ويدن جا گياتا رشي مني،
گريس ۽ روم جا پراچين فلاسافر، چين جا مهاتما، عربستان ۽
پرشيا جا درويش جن آتما ۽ پرماتما جي باري ۾ وڏيائڪ
کوج ڪئي آهي ۽ اڌيالمڪ ڇان بين ڪئي آهي، انهن سڀني
جو اهو ئي ساڳيو ڪٿن آهي ته پرماتما آهي ۽ هن سرشٽيءَ

أنهن مهاتمائن تي، جيڪي الله وٽ آهن ۽ جن پنهنجي الله ربن اکين سان ڪجهه ڏٺو آهي ۽ اهيو ڪيو آهي، ڀروسو ۽ وشواس لٿو اچي ته پوءِ هو خود اندر وڃي هنن ڳالهين جي سچائي معلوم ڪري سگهي ٿو. مان توهان کي هڪ ٻي ڳالهه به ٻڌايان ٿو. سنسڪرت ورڻ مالا جا أنيتاليهه اکر هينئين ڇهن چڪرن جي ڪملن جي أنيتاليهه پنکڙين مان لکتا آهن. ائين ٿو لکيو ته ڀارت جي رشين منين أهي اکر أتان ٿي ڪنيا آهن ۽ انکري ٿي سنسڪرت کي ديو واڻي ڪوٺجي ٿو. انهن چڪرن کي پار ڪرڻ وارن مسلمان فقيرن پڻ ان حقيقت جي تائيد ڪئي آهي. ان ڳالهه جي سچائي لذ ڪرات ال غونيا مان پڻ معلوم ڪري سگهجي ٿي، جنهن ۾ هڪ مشهور ومعروف مسلمان مهاتما پنهنجي اپيون جو ذڪر ڪيو آهي. اهو ائين چيو آهي، اها ته أن جي رچيندڙ کي سڌ، پر هرڪو الله پرويش ڪندڙ اڀياسي ائين ٿي چوي ٿو ته اها حقيقت آهي.

پادري پروفيسر حيرت وچان چيو ته اها ته عجيب ڳالهه ڇٽبي.

حضور جن فرمايو ته پرماتما جي سرشٽيءَ ۾ ان کان به ڪئين وڌيڪ حيرت انگيز ڳالهيون آهن.

نوجوان بئريسٽر پڇيو ته حضور، ڇا اهو ڀرم ته ڪونهي يا من گهڙت يا خيالي ڳالهيون ته ڪونهن ڇاڪاڻ ته ماڻهو اهو ٿي ڪجهه الله ڏسي ٿو جيڪي ڪيس ٻڌائجي ٿو ته الله آهي.

حضور جن وراڻيو ته بيشڪ ائين ٿئجي ها جيڪڏهن اهو اهيو هڪ يا ٻن ماڻهن جو هجي ها. پر جيڪي پيارا الله وٽ آهي ڇاهي الڳ الڳ ديشن ۽ ڏورن جا هئا، الڳ الڳ وقتن ۾ آيا، انهن سڀني الله ۾ ساڳيو اهيو پرابت

۽ ڪروڌ مهل اسانجا وڇار ساڳيا ڪونہ هوندا آهن جهڙا شانت واتاورڻ ۾. مثال جي ٻُڌي عمر ۽ من جي ورتين انوسار بدلجندي رهي ٿي. ٻالپڻ ۾ ٻُڌي جوانيءَ واري ٻُڌيءَ کان علحدي هوندي آهي، ساڳي ريت غريبيءَ ۾ ٻُڌي شاهوڪاري واريءَ ٻُڌيءَ کان نرالي هوندي آهي. اها هميشه پيئي بدلجي. جڏهن ٻُڌيءَ جو پيمانو هميشه پيو بدلجي، پوءِ ان ٻُڌيءَ جو ڪهڙو وشواس ڪجي!

تنهن تي نوجوان ٻئرسٽر پڇيو تہ حضور! ان جي معنيٰ تہ ٻحث مباحثو ڪرڻ آتما جو ڪم ڪونهي؟

مهاراج جن فرمايو تہ نہ، اهو اسانجي دماغ جو ڪم آهي. اسانجو دماغ صرف اهي ڳالهيون سمجهي سگهي ٿو جيڪي اسانجي اندرين دواران پروڙي سگهجن ٿيون. پر ان اڳم ۽ اگاڌ کي پروڙڻ دماغ جي دائري کان ٻاهر آهي. پرماتما ۽ ان جي ليلا کي تہ صرف آتما ئي سمجهي سگهي ٿي. آتما پنهنجي شڪتيءَ دواران ٻُڌيءَ جي مدد ڪانسواءِ ڄاڻي سگهي ٿي.

”هي تہ ڏاڍيون اچرج ڀريون ڳالهيون آهن.“ ٻئرسٽر تعجب ۾ چيو.

حضور جن فرمايو تہ اسانجي ٻُڌيءَ جي پهچ کان پري
ٺيٺي انوکيون ڳالهيون آهن. اهو ڪو صرف ٻي ٻنياد
واس ڪواهي بلڪ هڪ ٺوس حقيقت آهي تہ پنهنجي
ان اکين سان ڏسي سگهجي ٿو. جي اسانکي انهن مهاتمائن تي
اس ناهي جن پنهنجي اندر جهاتي پائي آتم گيان پرايت
تہ پوءِ تحقيقات ڪرڻ جو صرف اهو ئي طريقو آهي تہ
پنهنجي اکين سان اندر وڃي ڏسون. پرماتما اهڙي
رچنا ڇو ٻڻائي اهو تہ مان چئي نٿو سگهان پر جنهنکي

بئرسٽر پڇيو ته ان جو مطلب اهو ٿيو ته ڪنهن کي به ان سوال جي جواب جي ڄاڻ ڪانهي.

حضور جن فرمايو ته ائين ڪونهي، مگر انهن سڀني ڳالهين ۾ ڪو نه ڪو راز رکيل آهي. ڪن حقيقتن جي بحث ۽ ترڪ دوارا نه، مگر ذاتي انڀو دوارا ئي ڄاڻ حاصل ڪري سگهجي آهي. انهيءَ ڏس ۾ انساني بڌي ۽ چترائي زياده مدد نٿيون ڪن، ڇو جو انهن جو دائرو بلڪل محدود آهي. انهن کي ڇڏي اسان کي اندروني نرت جو سهارو وٺڻو پوندو، آتما جي ان اک کي کولڻو پوندو، جا ان سوکيم ۽ چيتن پرماتما کي ڏسي سگهي ۽ ان اک کي کولڻ لاءِ اسان کي پورن ستگوروءَ جي مدد ۽ سهائتا جي ضرورت پوي ٿي.

”پوءِ پرماتما اسان کي بڌي ڇو ڏني؟“
نوجوان بئرسٽر سوال پڇيو.

جواب ۾ حضور جن فرمايو ته دنيا جا ڪم ڪار هلائڻ لاءِ هن اسان کي بڌي پردان ڪئي. ان کان مٿي بڌي ڪم نٿي ڏئي. در اصل اسان جي بڌي آهي ڇا؟ هن جڳ سنسار ۾، اسان جي جڳ اندرين دوارا پراپت ڪيل تجربن جي نچوڙ يا سار کي بڌي ٿو چئجي. الڳ الڳ ماڻهن جي بڌي الڳ الڳ ٿيندي آهي. آس پاس جو واتاورڻ، زندگيءَ جون حالتون، تعليم وغيره انهن سڀني جو منش جي بڌي ٺاهڻ ۾ وڏو هٿ آهي. نتيجو اهو آهي ته هرڪو پنهنجي پنهنجي نموني ۾ سوچي ٿو.

هڪ امريڪن جي سوچڻ جو ڍنگ، هڪ افريڪن حبشيءَ جي سوچڻ کان نرالو رهي ٿو. هڪ انگريز ۽ هڪ جرمن جا وچار انهن کي الڳ الڳ نتيجن تي پهچائيندا. چينيءَ جا دليل پنهنجا آهن ته روسيءَ جا پنهنجا. ڪم

پرماتما پنهنجي دنيا سان اڻ ڳڻيون شڪتيون پردان ڪيون هجن، جو ڪرامتون ڏيکاري سگهي ۽ جنهن پنهنجي الڳ ڪرائيسٽ ۽ ميريءَ جو درشن ڪيو هجي ۽ عيسائي ڌرم اوسار ڪيس دکشا ملي هجي.

حضور جن فرمايو، ”سک، سادو ۽ سنت، اهي سنت مت ۾ روحاني ڊگريون آهن جهڙي طرح ودنيا جون بي. اي، ايم. اي ۽ پي. ايچ ڊي. ڊگريون ٿينديون آهن. مون توهانکي هن کان اڳ به ٻڌايو هو ته اکين کان هيٺ شرير جا ڇهه چڪر آهن ۽ ڇهه اکين کان مٿي. جيڪو هيٺين ڇهن چڪرن کي طئي ڪري تنهنکي پورڻ يوگي چئبو آهي ۽ جيڪو مٿي سهنس دل ڪنول تائين وڃي تنهنکي سک يا شيوڪ چئبو آهي. برهم جي ديش تائين ويندڙ کي برهم گياني يا يوگيشور ۽ پاربرهم تائين جنهنجي رسائي آهي تنهنکي سادو چئبو آهي. انهيءَ کان مٿي ست لوڪ تائين ويندڙ کي سنت سڏبو آهي ۽ انهيءَ کان به مٿي جنهن اناميءَ تائين رسائي حاصل ڪئي آهي تنهنکي پرم سنت سڏبو آهي. انهيءَ آخرين مقام مان سنت جيون کي واپس ورلي وڃڻ لاءِ هن ماتلوڪ ۾ ايندا آهن.“

نوجوان پاسٽر پڇيو ته حضور! پرماتما اهڙن پيچيدن منزلن ۽ چڪرن کي بڻايو ڇو؟ دراصل ته هن هيءَ دنيا ئي ڇو بڻائي جا هيتري دک درد ۽ شوڪ سنتاپ سان ڀري پيئي آهي؟

حضور جن مرڪي فرمايو ته ان سوال جو موزون جواب مان هڪ پراچين سنت جي اکرن ۾ دهرايان ٿو، ”انهيءَ کان پڇو جنهن اها سرشٽي بڻائي آهي. جڏهن مالڪ رچنا ڪئي تڏهن مان هن سان گڏ ڪونه هوس.“

مان هندستان جي هر سماج ۾ ويو آهيان ۽ مونکي ڏسائيءَ
واريون آتمائون تمام ٿوريون مليون آهن.

حضور جن وڌيڪ فرمايو، ”ساڌو اهو آهي جنهن پنج
وڪار- ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موھ ۽ اهنڪار تي وجيءَ پاتي
آهي، پنهنجي من کي وس ۾ ڪيو آهي ۽ جو سهس دل ڪنول،
ترڪٽي، پارٻرهم کي پار ڪري ست لوڪ پهتو آهي.“
جهڙي طرح پاڻيءَ جي ٻوند سمنڊ ۾ سمائجڻ کانپوءِ ٻوند نه
رهي مگر سمنڊ جو ئي روپ اختيار ڪري ٿي، اهڙي طرح
مالڪ روپي سمنڊ ۾ گورو‌ءَ جي آتما ملي پنهنجي هستي
گنوائي ڇڏي ٿي ۽ پرماتما سان ملي پرماتما ٿي ٿي پوي
ٿي. ظاهري طور گورو ساڌارڻ ماڻهو ڏسڻ ۾ اچي ٿو پر اندر
هنجي حيثيت ۽ رتبي جو اندازو ئي نٿو لڳائي سگهجي.
جيڪي اندر وڃن ٿا اهي ئي اهو ڄاڻي سگهن ٿا. مولانا روم
صاحب فرمائين ٿا ته اهي پرماتما جا پيارا پٽ آهن ۽ پرماتما
کين اهڙي شڪتي بخشي آهي جو قضا جو تير واپس موڙي
سگهن ٿا. گورو ارجن ديو جن فرمائين ٿا ته سنتن جي شڪتي
اپار آهي. هو جيڪي چاهين سو ڪري سگهن ٿا. ڀلا اهڙا
سنت جي ڌرڌام تائين وڃن ٿا بلڪ وڌيڪ، درست ائين
چئبو ته جيڪي ڌرڌام کان اچن ٿا ان جي لوهين ڪهڙي
مهما ڪري سگهندا؟

نوجوان پادريءَ پڇيو ته حضور! جنهنکي انگريزيءَ ۾
سينٽ Saint چئجي ٿو تنهنکي ئي لوهين سنت ٿا سڏيو؟
حضور جن فرمايو ته پهرين لوهين ٻڌايو ته لوهين ”سينٽ“
ڪنهنکي سڏيندا آهيو؟

پادريءَ وراڻيو ته اسين اُن کي سينٽ چوندا آهيون جنهن
ساڌنا ڪري الوڪڪ شڪتيون حاصل ڪيون هجن يا جنهنکي

ڀائي! انهن ننڍين ننڍين ڳالهين کي ڇڏي انهيءَ سچي نام کي پڪڙيو جو تنهنجي اندر آهي ۽ پنهنجي نج گهر پهچو. انهيءَ لاءِ توهانکي پوري گوروءَ جي کوج ڪرڻ کپي.

پر مشڪلات اها آهي ته دنيا ۾ انيڪ پرڪارن جا گورو آهن. يوگي، ويدانتي، سنياسي، اداسي، ويراڳي، نرملا، نهنگ، نقشبندي، راس آن فاس، بهائي وغيره. اهڙي حالت ۾ سچي گوروءَ کي ڪيئن سڃاڻجي؟ انهيءَ جو جواب آهي ته پرماتما خود سچي گوروءَ جي کوج ڪندڙ جي سهائتا ڪري ٿو. جگياسوءَ کي جڳائي ته هو پنهنجو اشٽ سچکنڊ يا امرلوڪ رکي، جو برهمه مها پرلئه کان پري آهي ۽ انهيءَ ڌام تائين ويندڙ مهاتما جي ڳولا ڪري. اهڙا پورن مهاتما تمام ٿورا ٿيندا آهن پر جگياسا سچي هوندي ته ضرور پرماتما ميلاپ ڪرائيندو. اهڙا ڪامل فقير هندن، مسلمانن ۽ ٻين قومن ۾ به ايندا آهن پر ٿيندا جزوي آهن ۽ سريشٽ ڀاڳن واري کي ملندا آهن.

اتي راءِ روشنلعل پڇيو ته گورو صاحب سادن جي ايتري مهما ڇو ڪئي آهي؟ هو ته ايتري قدر چون ٿا:

"چرن ساڌ کي ڌوءِ ڌوءِ پيوو،
ارپ ساڌ ڪئه اپنا جيوو،
ساڌ کي ڌور ڪرهه اشنان،
ساڌ اوپر جائيئي قربان."

حضور جن فرمايو ته اهو سچ آهي. پر توهين سادن کين کي ٿا سڏيو؟ گيڙو رنگا ڪپڙا پهريندڙ ۽ ڀڪيا پنندڙ ساڌو ڪوڙ آهن. اڳين آدمشماري موجب هندستان ۾ ٥٠ لک ساڌو آهن. پر سچا ساڌو جن ڪجهه روحاني ترقي ڪري ٽنهي منڊلن جي چڙهائي ڪئي آهي سي ڳاڻ ڳڻيا هوندا.

گورو نانڪ صاحب فرمائين ٿا:-

”تن من کوجي تو نام پائي.“

يعني الهيءَ نام کي پائڻ لاءِ پنهنجي تن ۽ من جي کوج ڪرڻي پوي ٿي. شمس تبريز جو مسلمانن ۾ وڏو ڪمائيءَ وارو فقير ٿيو آهي، الهيءَ نام جو ذڪر ڪندي فرمائي ٿو ته هر وقت منهنجي ڪنن ۾ هڪ مڌر آواز آڪاش منڊل مان پئجي رهيو آهي. ڪنهن ورلي وڏڀاڳيءَ کانسواءِ الهيءَ کي ڪير ٻڌي نٿو سگهي.

بيشڪ کو قسمت وارو الهيءَ نام کي ٻڌي ٿو پر اهو نام سڀني جي اندر موجود آهي، پوءِ هو ڇو رهجي ٿا واڪو. الهيءَ الاهي آواز کي اسين الهيءَ ڪري نٿا ٻڌي سگهون ڇو جو اسانجي اکين جي پوپيان مٿان ڪپاٽ لڳل آهن. جي خوش قسمتيءَ سان ڪو پورو سنت ستگورو ملي وڃي ته پوءِ اندر جا ڪن ۽ اکيون کلي سگهن ٿيون ۽ الهيءَ نام کي ڏسي ۽ ٻڌي سگهجي ٿو. جي سڀني مٿن ۽ مذهبن جا پوئلڳ الهيءَ نام جي کوج ڪن ته پوءِ سڀيئي مذهبي جهڳڙا ۽ واد وواد ختم ٿي سگهن ٿا.

هيترا مذهبي جهڳڙا ۽ متڀيد ڇو ٿا ٿين؟ صرف اگيان ۽ سوارٿ جي ڪارڻ. جڏهن ڪو سنت مهاتما اچي ٿو ته هو الهيءَ اصلي نام جو اپديش ڪري ٿو. هو ڪنهن به ڌرم يا مذهب کي ٺاهيا نٿو ڪري پر هنجي وڃڻ کانپوءِ اسين دنيا جا ماڻهو پاڻکي مختلف مٿن متارن ۾ ڦاسائي ٿا ڇڏيون. پيغمبر محمد صاحب هڪ هو، قرآن شريف هڪ آهي پر مسلمان ۾ اڄ ٻاهتر فرقا آهن. گورو نانڪ صاحب کا سک ڌرم جي استاپنا ڪال ڪئي پر اڄ سکن ۾ ٻاويهه فرقا آهن. سنتن جي سکيا ته نهايت سرل آهي. هو چون ٿا ته

پروفيسر پڇيو ته حضور! 'نام' توهين ڇا کي ٿا چئو؟

حضور جن ورائيو ته 'نام' جي اکري معني آهي نالو، يا پرماتما جو ڪو پوتر نالو. پر سنتن جو نام لکڻ، پڙهڻ يا ٻولڻ وارو يعني ورناتمڪ نام ناهي. انهن جو نام انگريزيءَ ۾، پارسيءَ ۾، سنسڪرت ۾ يا ٻي ڪنهن به ڀاشا ۾ نه لکي سگهجي ٿو نه زبان سان اُهو بيان ڪري سگهجي ٿو. اُهو ڪنهن به ٻوليءَ سان واسطو ڪو ناهي. اُهو لفظن ۾ اظهار ٿي نٿو سگهي، نڪي زبان اُهو ورڻن ڪري سگهي ٿي. جيڪڏهن پرماتما جو نام ڪنهن هڪ ديش جي ٻوليءَ ۾، يا ڪنهن هڪ قوم يا ذات جي ٻوليءَ ۾ هجي ها ته پوءِ اها ته جيڪر ٻين ديشن ۽ قومن سان وڏي بي انصافي ٿئي ها. پرماتما جو نام ته سڀني لاءِ هڪ ئي آهي ۽ سڀني لاءِ سمان آهي. اهو نه لکڻ ۾ اچي سگهي ٿو ۽ نڪي زبان سان اُهو بيان ڪري سگهجي ٿو.

اِن نام کي رشين منين "آڪاش واڻي"، ويدن، ناد ۽ اپنشدن اُنکي اُدگيت ڪري ورڻن ڪيو آهي. مسلمان فقيرن اُنکي ندائي آسماني يا سلطان الاذڪر ڪري ڪوٺيو آهي. گورو نانڪ صاحب الهيءَ کي شبد، حڪم، ڪيرتن ۽ ٻين لفظن سان سڏيو آهي. بائيبل ۾ الهيءَ نام جو word يا Logos ڪري ذڪر ڪيو ويو آهي.

انهيءَ نام هيءَ سڀ رچنا بڻائي ۽ انهيءَ جي سهاري هي سڀ ڪجهه هلي رهيو آهي. گورو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا:-

"شبدي ڌرتي شبدي آڪاس،
شبدي شبد ڀيا پرڪاس."

هاڻي ڪو به لفظ ڪڏهن سرشٽيءَ کي بڻائي سگهي ٿو ڇا؟

پرماتما ڪونه مليو آهي. راوڻ نه رڳو وڏو ودوان هو بلڪ چئن ويدن جو ٽيڪاڪار پنڊت پڻ هو. هن جي ويدن تي ڪيل ٽيڪا سرو سريشٽ مڃي ويندي هئي. پر هن جو اخلاق ڪهڙو هو؟ توهان سڀني کي سڌ آهي ته ڀارت جي هر ڳوٺ ۽ شهر ۾ هر سال سندس پتلو ڇو جلايو ويندو آهي؟ پرماتما ڳرنٿن پوٿين ۾ ڪونهي. هو ته توهان جي اندر آهي. ڳرنٿن ۾ ته صرف هن جي مهما آهي. ڪيول ديهه ڌاري گورو ئي هن کي حاصل ڪرڻ جو مارگ ڏيکاري سگهي ٿو. ڪنهن ڪامل مرشد يا پورڻ گوروءَ جي کوج ڪريو ۽ هن کان اندر وڃڻ جو ڀيد وٺو. جڏهن توهين اکين جي پوئان ٽيسري ٽل ۾ پهچندا ته ڏسندا ته ستگورو توهان جي انتظار ۾ ويٺو آهي. ان کان پوءِ هو سدائين توهان سان انگ سنگ رهندو، ڪڏهن به توهان جو ساٿ ڪونه ڇڏيندو.

حضور مهاراج جن وڌيڪ فرمايو ته توهين ڀلي يورپ وڃو، اميريڪا، آفريڪا يا ڪنهن ٻئي ديش وڃو، ستگورو هر وقت ۽ هر هنڌ توهان سان انگ سنگ آهي. توهين پنهنجي ڪمري ۾ در بند ڪري ويهي رهو، ستگوروءَ کي ياد ڪريو، هو توهان جي سامهون اچي پرگهٽ ٿيندو. توهين ڪانئس ڪو به سوال پڇو، هو ان جو جواب ڏيندو. هو هر مصيبت ۾ توهان جي مدد ڪندو، هر ڪشٽ ۽ ڪٺنائيءَ مهل
جي رهنمائي ڪندو. جهنگلن ۾، پهاڙن ۾، سمنڊن ۾،
ن ۾ هو توهان جي رکيا ۽ حفاظت ڪندو. ڀڳتيءَ جو
سچو مارگ آهي، باقي ٻيو سڀ مايا جو پسارو آهي.
لاءِ ٿڌي دل سان سوچيو ته هن سنسار ۾ ڪهڙي
ي ڪرڻ يوڳيه آهي؟ اها صرف نام جي پونجي آهي
۾ توڙي پرلوڪ ۾ اسان جي سهائتا ڪري ٿي.

ڌيئي نڪري، استري، پٽن، ڌيئرن، ماءُ، پيءُ ۽ ٻين رشتيدارن دوستن ۽ سنسار جي جڙ ۽ چيتن پدارٿن ۾ ڇنڀڙي پيئي آهي. جڏهن اهو پيار سڀني طرفن کان هٽي ڪيول ستگوروءَ لاءِ ڪيندرت ٿئي ٿو ته پوءِ ان ۾ ڪيتري طاقت ۽ شڪتي اچي ٿي ۽ اهو ڪهڙا ڪرشما ڪري سگهي ٿو ان جو اندازو به لڳائي نٿو سگهجي.

پروفيسر پڇيو، "حضور گوروءَ لاءِ اهڙو پيار ڪيئن ٿو اُٻن ڪري سگهجي؟"

داتا جن وراڻيو، "مان خوش ٿيو آهيان جو اوهان هي سوال پڇيو آهي. سچو پيار ۽ ڀڳتي ڇا آهي؟ گورو ارجن ديو هن شبد ۾ ان جو جواب ڏين ٿا. "ستگورو وچن ڪماوڻا سچا ايهو ويچار." يعني ستگورو جيڪو به حڪم ڏين ٿا، اُنجو اٽل وشواس سان پالن ڪرڻ آهي ستگوروءَ سان سچو پيار ڪرڻ. ستگورو حڪم ڏئي ٿو ته شراب ڪباب کان ڪنارو ڪريو ۽ نيڪ پاڪ جيون گهاريو. ڪنهن جي به ڌن پدارٿ چوري نه ڪريو. ڪام ڪروڌ کي تياڳيو ۽ وشيه وڪارن مان من کي هٽائي اندر روحاني منڊلن جي چڙهائي ڪري مالڪ جي محل ۾ پهچو، اهو آهي انساني زندگيءَ جو صحيح مقصد. ستگوروءَ سان پيار ڪرڻ آهي گويا اُپاڻُ طهارُ سان پيار ڪرڻ. ستگوروءَ جي پيار کي مڪمل ڪريو. ستگورو پرماتما جي پيار ۾ پرپورڻ آهي ۽ جيڪڏهن اسين ستگوروءَ سان پيار ڪنداسين ته اسين پرماتما جي پيار سان پساٽمرادو پرپور ٿي وينداسين. پرماتما ۾ لين ٿيڻ جو اهو ئي مارڳ آهي. ستگوروءَ سان پريم ڪرڻ آهي پريو پراپتيءَ جو ڀيريون ڏاڪو.

اڄ تائين ڪنهن کي به گرنٿ پوٿيون پڙهڻ سان يا تيرٿ [illegible] سان يا گنگا آدي ندين جي اشنان ڪرڻ سان

۽ راجا ٻيڇي جو گورو هو پر زندگي ڀر ٻوڇيءَ جو ڪم ڪندو رهيو ۽ ماڻهن جون جتيون مرمت ڪندي پنهنجي روزي ڪيلدو رهيو. سنت نامديو ڪپڙو ڇري پنهنجو گذر ڪندو رهيو. گورو نانڪ جن کيتي ڪئي. منهنجا ستگورو بابا جئمل سنگهه جن فوج ۾ ڪم ڪندا هئا ۽ ريٽائر ڪري معمولي پينشن تي گذر ڪري سنگت جي شيوا ڪندا رهيا. مالڪ جو پيارو ڀڳت هميشه حق حلال جي ڪمائيءَ جي روٽي کائيندو آهي جو غلط طريقن سان ڪمايل روٽي من کي ملين تي ڪري ۽ اڀياس ۾ وڏي رڪاوٽ ٿي وجهي.

”اهو انسان ڪهڙو نه خوش نصيب آهي جنهن کي ڀاڳ ڪنهن اهڙي سنت سان ملائي ٿو! هو اسانجي سار سنڀال لهي ٿو ۽ اسانجي زندگيءَ جي واڳ ڏور سنڀالي ٿو. ٻوءِ هنڪان وڌيڪ ٻيو ڪير اسانجو عزيز، پيارو، مترو ۽ سهائڪ ٿي سگهي ٿو؟ انڪري ئي گورو ارجن ديو پوڄا ۽ پيار جو ڀرپور استان گوروءَ کي ڏنو آهي. پر گورو پنهنجي پوڄا نٿو ڪرائي ۽ نڪي هن کي اسانجي پيار جي ضرورت آهي. سندس پيار پورن رهمت مالڪ سان لڳل آهي ۽ هو اهائي سکيا ڏئي ٿو ته توهين به مالڪ سان پيار ڪريو. ٻوءِ پهرين گوروءَ سان پيار ڪرڻ ڇو ضروري آهي؟ صرف انهيءَ لاءِ ته اسانجو پيار سڀني طرفن کان هٽي پرماتما جي طرف لڳي وڃي.

جڏهن ڪنهن ٽانڪيءَ جو پاڻي جو ڪيترن ئي سوراخن ۽ نلن رستي وهي وڃڻ وهندو هجي، ان جا پيا سڀ نل ۽ سوراخ بند ڪري جڏهن صرف هڪ ئي نل کان اهو پاڻي وهائجي ٿو ته ان ۾ ڪيڏو نه زور ٿو ٿئي. اهڙي ساڳيءَ رهمت اسانجي آتما جي ڌارا اکين، ڪنن، نڪ ۽ ٻين دوارن

ڪوبہ چوندو آهي تہ مان گورو آهيان. هو نہ چوندو آهي تہ اوهين مونکي پنهنجو پاءُ، مترُ، استاد، ڀٽر يا شيوڪ ڪري سمجهو پر منهنجو چوڻ مڃيو ۽ پنهنجي اندر هلو. جڏهن اندر وينداتہ خود ئي ڏسندا تہ گوروءَ جو اصلي روپ ڇا آهي ۽ هو ڪيڏي حيثيت جو صاحب آهي. پوءِ جيڪي لوهالڪي وٽي ليئڻ ڪيس سڏيو. اڄ تائين ڪنهن بہ سنت اها دعويٰ ڪانہ ڪئي آهي تہ هو گورو آهي. سنت سدائين پاڻکي شيوڪ ۽ داس چوندا آهن. گورو نانڪ ۽ ڪبير صاحب هميشہ پاڻکي داس چوايو.

گورو ڪنهنجي بہ ڪوڏي قبول نٿو ڪري، جي وٺي تہ هو گورو ڪين آهي هو منگتو آهي. گورو داتا بڻجي بخشش ڪرڻ اچي ٿو ۽ نہ منگتو بڻجي، هٿ ڦهلائڻ ٿو اچي. پورو گورو پگهر جو پورهيو ڪري پنهنجو جيون نرواهہ ڪندو آهي. هو محنت مزوري ڪري، وڻج واپار يا کيتي ٻاري ڪندو. پر ٻين جي دان جو سهارو ڪين وٺندو ۽ نہ ڪي ٻين تي بوجهہ بڻجي رهندو. اوهين سنتن جي جيون جو اتهاس پڙهي ڏسو. ڪبير صاحب جي ششن ۾ راجائون ۽ مهاراجائون اچ هئا، ان هوندي بہ زندگي ڀر هڪ غريب ڪوريءَ جو ڪم ڪندو رهيو. سندس گهر ۾ صرف بہ مڃون هيون جي سندس گهر ۾ جيڪي سادو مهاتمائون ايندا هئا انهن کي ڏيندو هئو ۽ پاڻ ۽ سندس پريوار پٽ تي سمهندا هئا. سندس گهر ۾ ڪاڏي جي هميشہ کوٽ رهندي هئي ۽ اهو بہ سادن کي ڏيئي ڇڏيندو هو ۽ پاڻ مٽ ڀر ڀڳڙن تي گذارو ڪندا هئا. ڪبير صاحب جي جيون جي اها تصوير ڪبير صاحب جي پنهنجي مائي لوئيءَ جي هڪ گيت مان ملي ٿي.

"رويداس وڏي ڪمائيءَ وارو سنت هو. هو راڻي ميران

پورو ڪري ٿو، چاهي هن جو شيوڪ پنهنجو فرض نڀائي يا نه، ان ڳالهه جو هو ذرو به خيال نٿو ڪري. اها پڪ تڏهن اچي ٿي جڏهن شيوڪ پنهنجي اندر وڃي ستگوروءَ جي ڪارڻ کي ڏسي ٿو. مون اهڙيون ڪيتريون ستسنگياڻيون ڏٺيون آهن جن موت جي ڏينهن پنهنجي ٻارن جو موهه ڇڏي ڏنو ۽ انهيءَ کي ٻچ ڏيڻ کان به انڪار ڪيو. جيڪڏهن ڪنهنجي سس سندس ٻار کڻي کيس گود ۾ ڏنو ته به هن وٺڻ کان انڪار ڪندي چيو ته مان پاڻ هينئر ستگورن جي گود ۾ آهيان ۽ منهنجو هينئر سنسار ۾ ڪو به موهه ڪونه رهيو آهي.

ڪلو لنگل ۾ سوهنسنگهه نالي هڪ ستسنگي هو. وڏيءَ عمر ۾ هن کي ٻار ڄاوا هئا ۽ هن جو ٻارن ۾ اهڙو نه موهه هوندو هو جو سندس يار دوست کيس چيڙائيندا هئا ته موت وقت سندس گردن هن جي اولاد جي ٻانهن ۾ هوندو ۽ پير جمدوتن جي هٿن ۾. پر جڏهن هن جو سنسار مان ڪوچ ڪرڻ جو وقت آيو ته ڪجهه ڏينهن اڳ، ٿي هن کي اندر ۾ اهڙو ته رس ۽ آنند اچڻ لڳو جو ٻارن کي ڊيڄارڻ لاءِ هن هڪ لٺ کڻي پاسي ۾ رکي ۽ کين ڊيڄارڻ جي خيال کان چوڻ لڳو ته جيڪو به منهنجي ويجهو ايندو انکي ماري ڇڏيندس! نام سڀ سنساري لڳاپن کان نرموهه ٿو بڻائي ۽ هردي جون مڙئي غلاظتون ڪڍي ٿو ڇڏي. شش جي موت وقت ستگورو هن جو سڀني طرفن کان ڌيان هٽائي اندر ۾ لڳائي ٿو.

پروفيسر پڇيو ته حضور گوروءَ جو ملڻ به ڏاڍو مشڪل ڪين آهي؟

مهاراج جن وراڻيو ته ها، اهو سچ آهي. گورو ڪڏهن

جنهنجي پاڻ ٻڌڻ لاءِ اسين ڪيڏا نه پاپ ڪمايون ٿا، اهو به اسان کي دکو ٿو ڏئي. جيڪڏهن موت جي سمي ڪير اسانجي مدد ٿو ڪري ۽ ڌرمراءِ جي دربار ۾ اسان سان گڏ ٿو هلي ته اهو صرف گورو ئي آهي. موت کانپوءِ ٻيو ڪو به اسانجي سهائتا نٿو ڪري سگهي. جيڪڏهن سريشٽ ڀاڳن ڪري جيو کي ستگورو ملي وڃي ۽ هو ڪالنٿس نام دان وٺي پريم پيار سان ڪمائي ڪندو ته پوءِ پڪ آهي ته موت جي سمي ستگورو اچي پرگهٽ ٿيندو ۽ کيس پاڻ سان وٺي ويندو. ٻيءَ حالت ۾ ان گهڙيءَ جمدوت اچي وٺيو وڃن. جيڪڏهن موت جي اهڙي ڪشٽ وقت، گورو سهائتا نٿو ڪري ته، اهڙي گورو ڌارڻ ڪرڻ مان فائدو ئي ڪهڙو؟ تڪليف ۽ پيڙا جي هن نازڪ گهڙيءَ ۾ سهائتا ۽ دلداريءَ لاءِ ئي گوروءَ جي شرڻ وٺڻي پوندي آهي. جيڪڏهن گوروءَ کان اها مدد نٿي ملي ته اهڙي گوروءَ کي پرڀان ئي پرنام. تنهنڪري ڪامل مرشد کي ڳولڻ ۾ ڏاڍي ساوڌاني ورتڻ گهرجي. موت جي سمي پراڻن نڪرڻ مهل ڏاڍي پيڙا محسوس ٿيندي آهي. پر ستسنگيءَ کي موت جي وقت جڏهن ڪامل مرشد درشن ڏئي ٿو ته هن جي خوشيءَ جي حد ئي نٿي رهي، اهڙي خوشي محسوس ٿو ڪري جو پنهنجي شاديءَ جي به نه.

الي باڌري پروفيسر چيو ته سمجهو ته شيوڪ اندر ۾ ترقي ڪين ڪئي آهي ته پوءِ به ستگورو هن وٽ موت جي سمي ايندو؟

حضور جن فرمايو، ”ضرور“ ڇو جو گوروءَ جي معنيٰ ئي آهي ديا مهر. شش کي نام ڏيڻ وقت ستگورو اها ذميواري پاڻ تي هموار ڪري ٿو. هو پنهنجو واعدو ضرور

پڇندا تہ ٻون گوروءَ جو ذڪر پهرين ڪيو، پرماتما جو پوءِ سو ڇو؟ اهو سوال سياويڪ آهي. سيني سنتن مهاتمائن، پيرن پيغمبرن جن پرمارٿ جي کوج ڪئي ۽ جيڪي اندر ويا آهن انهن جو ڪٿن آهي تہ پرماتما اسانجي اندر آهي پر گوروءَ جي ڪرپا بنا ڪن کي ڪير بہ ڏسي نٿو سگهي. هو توهان سيني کي سد آهي تہ هنجي اندر موجود هوندي بہ اسانجي ڪهڙي دردشا آهي. جڏهن گوروءَ سان ميلاپ ٿيو ۽ هن جڳتي ڏني تہ پوءِ ئي اسانکي پرماتما جو ساکياٽ درشن ٿيو. لهنڪري مهاتما ڪنهنجي ڇٽبي؟ سنگت بہ ڪيٽرن ئي ڇيو تہ بيشڪ، گوروءَ جي.

ان سچيہ جو ورلن ڪبير صاحب جن پنهنجي ئي ٻولڪ سان ڏنو آهي:

”گورو گوبند دوئو کڙي ڪاڪي لاگئون پاءِ،
بلهاري گورو آپڪي جن گوبند ديو دکاءِ.“

حقيقت ۾ هن سڏاٽ کي ڪنهن وڏي لڪ جي ضرورت ڪانهي ڇو جو مالڪ جي اندر هئڻ جي باوجود اسان سرئن ۽ نرڪن ۾ ڏکا پئي کاڌا ۽ بار بار ڪيڙن ماڪوڙن، پسن ۽ پکين جي جونين ۾ پئي آياسين. ڪڏهن اسان گاهہ يا وڻ ٿي جنم ورتو تہ ڪڏهن ڪيڙي ماڪوڙي، لهانڪ يا سهي جي جون ورتي. ڪنهن بہ اسانجي مدد لاءِ هٿ ڪين ڏکيڙاو. پر جڏهن اسانکي ستگورو مليو تہ هن اسانکي دوزخ جي آگ کان بچائي ورتو ۽ مالڪ جي محل ۾ وٺي ويو.

موت جي وقت اسانکي ڪير ٿو ساٿ ڏئي؟ ان گهڙيءَ اسانکي پنهنجا رشتيدار، مترَ، ماءُ پيءُ، پانڊ پيئرون، ٻاڙاسري ۽ پروهت بہ ڇڏي ٿا ڏين بلڪ هي اسانجو سر بہ

## ٣. هڪ ستسنگ

حضور مهاراج جن پنجين پاتشاهي سري گورو ارجن ديو جن
جا هيٺيون شبد ڪڍي انهن جي وياکيا ڪرڻ شروع ڪئي.

"گورو پرميسر پوڄيءِ مَن تن لائي پيار،
ستگورو داتا جيءَ ڪا سڀ سي ديءِ آڌار.
ستگورو وچن ڪماوڻي سچا ايهه ويچار،
بن سادو سنگت رتيا مايا موهه سڀ ڇار.
ميري ساجن هر هر نام سمال،
سادو سنگت من وسي پورن هووي گهال.
گورو سمرٿ اپار گورو وڏ ڀاڳي درسن هوءِ،
گورو اگوچر نرملا گورو جيوڊ اوَر نه ڪوءِ.
گورو ڪرتا گورو ڪرڻهار گورمک سچي سوءِ،
گور تي باهر ڪڇ نهين گور ڪيتا لوڙيس هوءِ.
گورو تيرٿ گورو پارجات گورو منسا پورن هار،
گورو داتا هر نام ديءِ اڌري سڀ سنسار.
گورو سمرٿ نرنڪار گورو اوچا اگم اپار،
گور ڪي مهما اگم هي ڪيا ڪٿي ڪٿنهار.
جيتڙي ڦل من باڇيئهه تيتڙي ستگور پاس،
پورب لکي پاوڻي ساچ نام دي راس.
ستگورو سرڻي آئيان باهڙ نهين بناس،
هر نانڪ ڪدي نه وسرءِ ايهه جيءُ پنڊ تيرا ساس."

حضور مهاراج جن فرمايو ته ڪيول ٻه چيزون اسان جي
پوڄڻ يوگيه آهن - هڪ گورو ۽ ٻيو پرماتما. شايد توهين سوال

ڪپڙ جو ڪاٺل ٻچڙو ڪولهي.

هوش ۾ اچڻ ڪانپوءِ جڏهن ڀائي شاديءَ ڪي سڄي گهٽنا جي ڄاڻ پيئي ته هو اچي زار زار روئڻ ۾ ڇٽڪيو ۽ چيائين، ”منهنجا مالڪ! مون جهڙي پاپيءَ جي ڪرمن جو ٻوجهه توهان ڇو پنهنجي سر تي کنيو؟ مون جهڙو گندگيءَ جو ڪيڙو اهڙي دَيا مهر جو پاتر بلڪل ڪونه آهي،“ پوءِ مون کي چيائين ته منهنجي پياري مالڪ کي توهان ڇو ٻڌايو؟ توهان کي ائين ڪرڻ ڪين گهربو هو. گلاب جهڙي ڪومل منهنجي ستگوروءَ کي ٿورو به آسيس رسي انهن کان ته مان ٻُسجي وڃان اهو لک ڀيرا بهتر آهي.

مون چيو، ”ڀائي شادي مون کين ڪونه ٻڌايو.“ هن وري چيو ته مونکي مرڻ ڏيو ها ڇاڪاڻ ته منهنجي داتار کي ته ڪا تڪليف ڪانه پهچي ها.

الي حضور جن حڪم ڪيو ته ان ڳالهه جي وڌيڪ اپٽار نه ڪيو.

ڀائي شادي جنم کان مسلمان هو. پر پنهنجي رشتيدارن ۽ ذات ڀائرن جي غصي ۽ طعنن جي ڪابه پرواهه نه ڪري هن دليريءَ سان هڪ هندوءَ کي پنهنجو مرشد ڌارڻ ڪيو جو سندس رشتيدارن جي نظرن ۾ ڪفر جو ڪم هو. ڀائي شاديءَ شادي ڪين ڪئي ۽ پنهنجي سڄي زندگي مرشد جي چاڪريءَ ۾ وتيت ڪئي.

اسين چانهه پي رهيا هئاسين ۽ ڳالهيون به پئي ڪيوسين ته هڪ ماڻهوءَ اچي ٻڌايو ته حضور مهاراج جن ڇهين بجي شام جو ستسنگ ڪندا. ان وقت پوڻا چار ٿيا هئا ۽ انڪري اسين پڻ اٿين ستسنگ گهر ڏانهن هلڻ لڳاسين. پادرين جي ٽوليءَ به مڇي ڦاسائڻ جو ارادو ترڪ ڪري ستسنگ ٻڌڻ جو فيصلو ڪيو.

مان پنهنجي آقا کي پيٽ ڪريان؟ نه مان هن کي نانگ جو زهر پيئڻ کين ڏيندس. مان هن سان سهمت بلڪل ڪو نه هوس پر هن مونکي اهڙي ڏک ڀرئي امولي ۾ مدت ۾ ليزاري ڪٽي جو مان هنجي مرضيءَ خلاف ڪجهه ڪين ڪري سگهيس. ايتري ۾ پاڻي شادي بيهوش ٿي ڪري پيو ۽ شايد مري ويو.

جڏهن اسين ڪافي پري رهجي وياسين ته حضور جن اچانڪ پنيان نهاريو ۽ اسانکي گهبرايل ڏسي پنهنجو گهوڙو وراڻي اٿي آيا جتي اسين پاڻيءَ شاديءَ جي شرير کي گهيري بيٺا هئاسين.

حضور جن کي هيءَ ساري گهٽنا جو ورتانت ٻڌي ڏاڍو ڏک ٿيو ۽ اسانکي حڪم ڏنائون ته پاڻي شاديءَ کي گهوڙي تي چاڙهي سرسي اسپتال ۾ کڻي هلو. پر اهو ممڪن ڪو نه هو ڇو جو اسان ٻن ڄڻن جي جهلڻ جي باوجود پاڻي شاديءَ جو شرير گهوڙي تي ٽڪي نٿي سگهيو. الڪري پٽ ۾ هڪ چادر وڇائي ڪيس ان تي ليٽايوسين. حضور جن فرمايو ته ڏسو ڪٿي نم جو وڻ آهي؟ چوندا آهن ته نم جا پن نانگ جي زهر لاهڻ لاءِ ڏاڍا ڪارگر ٿيندا آهن. پر ڪٿي به وڻ جو نالو نشان ڪو نه هو. پريان هڪ ننڍي ٻوٽي کي ڏسي حضور جن هڪ ماڻهوءَ کي موڪليو ته ان مان هڪ ٽاري ڇني کڻي اچ. ٽاري وٺي اها گهاءَ تي ڦيرائيندي حضور جن فرمايو ته ٻڌو اٿم ته هن ريت ٽاري ڦيرائڻ سان زهر لهي ويندو آهي. پر اسان سڀني چاتو ٿي ته زهر لٿو ڪين ٿي! الڪل ڏهن منٽن ڪانپوءِ پاڻي شادي هوش ۾ آيو پر مان ته جيڪر انهن چوان ته هن ۾ وري جان آئي ڇو جو هو قريب مري چڪو هو. هنجو سارو جسم نهن کان چوٽيءَ تائين ڪارو ٿي ويو هو. عام ماڻهو چوندا آهن ته

ڏيکاري ته مون ڳالهه جو سلسلو جاري رکندي چيو ته سنت ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي قسمن جا چمتڪار به ڏيکاريندا آهن پر بلڪل خاص موقعن تي ۽ ڪن خاص ڪارڻن ڪري. ساڳئي وقت پوري ساوڌاني رکي ويندي آهي جيئن اها ڳالهه واشگاف نه ٿئي. مان توهانکي اهڙي هڪ پنهنجي اکين ڏٺي وارادات ٻڌايان ٿو.

هڪ دفعي حضور مهاراج جن پنهنجي سڪندرپور وارن ٻنين کان سرسي اچي رهيا هئا جتان کين بياس وڃڻ لاءِ ريل ۾ چڙهڻو هو. پاڻ گهوڙي تي سوار هئا ۽ ميان شادي (حضور جن جو مسلمان شيوڪ) مان ۽ ٻه ٻيا ستسنگي پيدل حضور جن جي پوئتان پئي هلياسين. ان اراضيءَ ۾ تمام زهريلا نانگ ٿيندا آهن ۽ انهن ڏينهن ۾ ڪي پڪا رستا ڪونه هئا، انڪري اسين پوکيل ٻنين مان هلي رهيا هئاسين. ڀائي شاديءَ اوچتو وڏي رڙ ڪئي ته مونکي ڪپر نانگ کائي ويو آهي. نانگ اتي ئي ويٺو هو ۽ اسان ان کي ماري وڌو. چوندا آهن ته ڪپر ڪاريهر نانگ وانگر مونڊار ٿيندو آهي، اُنجو زهر هڪدم چڙهي ويندو آهي. ان علائقي جي ماڻهن جي هڪ عام ڪهاوت آهي ته ڪپر پنهنجي ڪکيل کي چوندو آهي، ”جنهن پاسي مان ويٺو آهيان انهيءَ پاسي نه ڪرج، ٻئي پاسي ڪرج.“

ڀائي شاديءَ جو رنگ هڪدم بدلجي ويو. هو هلي به نٿي سگهيو. حضور جن اسان کان ڏورو اڳڀرو هئا ۽ جيئن مان هنن کي اها وارادات ٻڌائڻ لاءِ پئي ويس ته ڀائي شاديءَ درد ڀري آواز ۾ التجا ڪئي ته مهرباني ڪري حضور جن کي نه ٻڌائج.

”ڇو ڪين؟ مونکي ته کين ٻڌائڻ ئي کپي.“

مون چيو، ”تنهن کانسواءِ ان ۾ هرج ئي ڪهڙو آهي؟“

ڀائي شاديءَ چيو ته ڇا صرف اهوئي نذرانو آهي جو

روهتڪ روڊ ۾ جهونا ڪائيندي گذاري رهيو هو ته هڪ معزز ماڻهوءَ ڪيس ڪلهي تي ٿپڪي هڻي، اچي جاڳايو. هو چولهه ڪاميٽيءَ جو ٽيون ميمبر هو.

هن پڇيس، "تون ٿي سريشر ڪپور آهين؟"

"جي ها،" سريشر وراڻيو.

هن پڇيو، "ڇا تنهنجو پتا ڪپور تلا ۾ سيشن جج آهي؟"

سريشر چيو، "جي ها."

تنهن تي هن ٻڌايو ته تنهنجو پتا ۽ مان ٻئي هم ڪلاسي هئاسين. مونکي ڪين يادگيري ڏيارج ۽ چئجاءِ ته حالانڪ ٢٠ سال گذري ويا آهن جو اسين پاڻ ۾ گڏيا به ڪونه آهيون پر منهنجي دل ۾ هنن لاءِ اڄ به اهوئي سنمان ۽ سنيهه آهي جهڙو موليڪي سعدن لاءِ ڪاليج جي ڏينهن ۾ هو. گڏهن مان ضرور اچي ساڻن گڏبس. تون منهنجو نالو جاڻڻ چاهيندين. هي منهنجو ائڊريس ڪارڊ آهي، (ان تي نالو لکيل هو راءِ بهادر ........ ڊوگرا، ڊپٽي انسپيڪٽر جنرل آف پوليس) تون چولهه ۾ ڀرتي ٿين لمبر آيو آهين. مان هيڊ ٿي وڃي تو تنهنجي مقرريءَ جو آرڊر ڪيا يا ن. اسين توکي روهتڪ ۾ رکون ٿا. سڀو ائين ٿيندو جو جلدي روهتڪ وڃي نوڪريءَ تي چڙهه. ڇو ته ڪڏهن ڪڏهن ڪي ڪلاڪ اڳوات نوڪريءَ تي چڙهڻ ڪري به وڏو فرق پئجي ويندو آهي. (سچ پچ اهڙي هلي ائين ٿيو) سنگورن اهو سڀ انتظام ڪيئن ڪيو؟ جاچ ڪرڻ سان سريشر کي پتو پيو ته هن پيري بورڊ ٽن مسلمانن کي ڪٽڻ بجاءِ صرف ٻن مسلمانن کي مقرر ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ۽ ائين جيڪا ٽين جڳهه اچي اها گورنر جي سفارشي هندوءَ کي ڏني وئي.

جڏهن پروفيسر ان ساري ورتالت ۾ گهري دلچسپي

سمجهيو. هن سمجهيو تہ امبالي وڃڻ سان وقت، شڪتيءَ ۽ پيسي جو اجايو زيان ٿيندو ۽ پر مون کيس مقرر ڏينهن تي اوڏانهن اماڻيو.

اٽڪل ١٢٥ کن اميدوار هئا جنکي ٢٥ - ٢٥ جي ٽولين ۾ چوڻ سمتيءَ اندر گهرايو. منهنجو پٽ پهرين ٽوليءَ ۾ ويو ۽ قدرت سان پهرين قطار ۾ پهرين نمبر وٽي ويٺو. چونڊ سمتيءَ جي پريزيڊنٽ مسٽر هئملٽن هاربلج هن جي درخواست پڙهي کيس چيو تہ تون ڪاليج ۾ ٽيندس نيم جو ڪئپٽن ۽ هاسٽل ۾ پريفيڪٽ (Prefect) رهيو آهين. پر اهي ٻئي ڳالهيون نوڪري هن نوڪريءَ ۾ ڪهڙي ڪم ايندئيون؟ اهو سوال اهڙي نفرت ڀريل نموني ۽ چڙ ۾ اچي ويو. هنکي سمجهہ ۾ نٿي آيو تہ اهڙي طعني ڀريل سوال جو ڪهڙو جواب ڏئي؟ هو رکو ۽ ناداليءَ ڀريو جواب اچا ڏيڻ تي هو تہ چونڊ ڪاميٽيءَ جي هڪ ٻئي ميمبر چيو تہ ان مان تہ پاڻ ظاهر آهي تہ ودياٿي جيون ۾ بہ هنکي ڪم ڪرڻ جو ڏانءُ هو ۽ اڳوان اڳڀرڻ جي ٿو گيتا.

اهڙي ۾ منهنجي ڇوڪري بہ هوش سنڀاليو ۽ جواب ڏنائين تہ جناب، ان مان ظاهر آهي تہ مان سنگهرش ڪري جاٺان ۽ آساليءَ سان هار مڃڻ وارو ڪين آهيان. هڪ وڪيل ۾ انهن ٻنهي ڳڻن جو هجڻ نهايت لازمي آهي. ”پر نوڪري وڪالت جو تہ تمام ٿورو آزمودو آهي،“ پريزيڊنٽ چيو ۽ ان سان گڏ انٽرويو ختم ٿي. هو ٻاهر نڪتو ۽ گهر وڃڻ لاءِ پهرين گاڏيءَ کي پڪڙڻ لاءِ اسٽيشن ڏانهن ويو ٿي تہ هنجي دوست جنهن وٽ رات جو ٽڪيو هو، کيس زوريءَ وهايو ۽ چيو تہ نتيجو ٻڌي پوءِ وڃج. هو اهي ڏکيون گهڙيون

تا چا؟

پروفيسر چيو ته توهين جيترو به پڙهائي سگهو، پڙهايو. مون چيو ته ڏاڍو چڱو. مان توهان کي هڪ ٻي ڳالهه ٻڌايان ٿو. منهنجو پٽ جيڪو جالندر ۾ وڪالت ڪندو هو، تنهن پنجاب سرڪار جي پوليس پراسيڪيوٽر (سرڪاري وڪيل) جي نوڪريءَ لاءِ درخواست ڏني. اهڙيون ڪل پنج جايون خالي هيون جن مان ٽي مسلمانن جي ڏنيون هيون ۽ هڪ ڪنهن سک اميدوار کي يعني هندو وڪيل لاءِ. باقي صرف هڪ جڳهه ٿي هئي ۽ ان هڪڙي جاءِ لاءِ ڇهه چاليهه اميدوار هئا. انهن مان هڪ لاءِ ته پرانت جي گورنر جي سفارش هئي ۽ ٻئي هڪ کي وري هاءِ ڪورٽ جي چيف جسٽس جي پوري پٺڀرائي هئي. انڪري منهنجي پٽ کي اهو وسواس ٿي ويو ته سندس چونڊجڻ جي ته ڪا آشا ئي ڪانهي. خاص ڪري انهيءَ ڪارڻ ته، جو هو ٻن سالن جو نئون وڪيل هو. تنهنڪري هن چونڊ ڪاميٽيءَ جي اڳيان پيش ٿيڻ جو خيال ئي لاهي ڇڏيو. ليمر انوسار اسين آرتوار جو ڏيري آياسين ۽ اندر ڏينهن چونڊ هئي.

جڏهن اسين حضور جن کان موڪلائڻ وياسين ته سردار پڪيت سنگهه وڪيل، جنهن سان گڏ منهنجو پٽ جالندر ۾ وڪالت ڪندو هو، تنهن مهاراج جن سان چونڊ جو ذڪر ڪيو. منهنجو پٽ حضور جن جي ساڄي پاسي بلڪل ويجهو بيٺو هو. حضور جن پنهنجو ساڄو هٿ هن جي ڪلهي تي رکيو ۽ فرمايو، ”ٻچا! انسان جي تقدير کي هلائڻ واري شڪتي انسان کان ڪا اوچي طاقت آهي. وڃي تقدير کي آزماءِ.“ ٻاهر نڪرڻ سان ئي مون کيس واڌايون ڏنيون ۽ چيو ته ٻچا تون چونڊجي ويو آهين. ٻه ٻار ته ليٽ بار ٿي ٿيندا آهن سو هن حضور جن جو اشارو ڪين

انهيءَ عمر ۾ ڪير ٿو انهن ڳالهين جي پرواهه ڪري! ٻئي ڏينهن نام دان هوءَ منهنجي امرتا ڏاڙي جي ڪنهن سنسڪي رشتيدار وٽ هئي. ناشتي ڪانپوءِ هو مونکي چوڻ لڳو ته توهان ڇو نٿو نام وٺين؟ اهڙو سولهري وجهه هتان ڇو ٿو وڃائين؟

مون من ۾ سوچيو ته ڇو نه اهو تماشو ڏسجي! انهيءَ پاو سان ئي مان نام وٺڻ لاءِ ويو هوس ۽ مالڪ جي موج بي انت آهي. مان نادان ۽ ناستڪ هوس ۽ پيو چاه هوس! پر ستگورن صرف منهنجي آتما ڏي نهاريو ۽ انکي تارڻ جي ڪوشش ڪئي. نام منهنجي زندگي بدلي ڇڏي ۽ سندن آخرين سپرش نه ڪا به ڪسر ڪانه ڇڏي. جي مان پنهنجي ٻين ساٿين وانگر شروع ۾ ئي پنهنجي اندر شبد ڌن ٻڌان ها ته پوءِ مان انهيءَ اليو ڪي هڪ رواجي ۽ سياڻپ ڳالهه ڪري سمجهان ها ۽ گوروءَ جي مهانتا جو مونکي ڪڏهن به احساس نه ٿئي ها. سندن ديا دڙشٽيءَ سان جيڪي ڪجهه ٿيو تنهن مونکي چڱي طرح ذهين نشين ڪرايو ته منهنجي سمک اهڙا مهان هستي آهي جيڪا ڏسڻ ۾ هڪ رواجي انسان وانگر لڳي ٿي پر در اصل هڪ الوڪڪ شڪتي آهي جا جيو آتما کي سنساري ڪيچڙ مان ڪڍي انهن عرشي منزلن تي پهچائي سگهي ٿي جتي مڌر اناهد شبد هر وقت پيو گونججي.

اهو پهريون چمتڪار هو جنهن جو مون اليو ڪيو. ڇا، اهو اڄ ڪالهين پيرن پيغمبرن ۽ سنتن مهاتمائن جي ڪيل چمتڪارن کان ڪنهن حالت ۾ گهٽ هو ڇا؟ ان ڪانپوءِ اهڙو هڪ ڏينهن به ڪين گذريو آهي جڏهن مون اهڙي الوڪڪ ديا مهر نه ڏٺي هجي.

مان ڪجهه ڏينهن شانت رهيس ۽ پوءِ پروفيسر کان پڇيم ته انهيءَ وشيه جي باري ۾ اجا به ڪجهه وڌيڪ ٻڌڻ چاهيو

ڇهڻ سان ڄڻ ته شبد ڌُن جو پڙاڏو کُلي پيو. ڍول جي
گهڪڻ وانگر صاف ۽ کُلو آواز اچڻ لڳو. چئني طرف چُڪ
ٿيڻ لڳي ۽ آتما شرير منجهان سميٽجڻ لڳي. سڌ ئي ڪانهي
ته مان اُتي ڪيترو وقت ويٺو هوس. مون لاءِ اهو عرصو
ڄڻ ته ڪي منٽ هو. پوءِ مان پاڻمرادو اچي ڪل ۾ ڇُٽڪيس
۽ اکيون کولي ڇڏيم. حضور مهاراج جن پڻ کلي ڏنو ۽ مون
کان پڇيائون ته تو ڌُن ٻڌي؟ ”حضور ها، توهان جي دَيا
مهر سان،“ مون جواب ڏنو. حضور جن فرمايو، ”ڏاڍو سٺو،
تنهنجا ڪارج راس ٿيا. ان کانپوءِ ڪيترن مهينن تائين حضور
مهاراج جن مون سان اندر انگ سنگ هئا ۽ ڏينهن رات اٺئي
گهڙي جي مڌر ڌُن گونجندي رهندي هئي.

مان سمجهان ٿو ته جيڪي ڪجهه ٿيو اهو اڳئي طئه ٿيو
پيو هو پر حضور مهاراج جن جي موج مطابق هڪ خاص
مقصد جي پورتي ڪرڻ لاءِ ئي ائين ڪيو ويو. مان وڏن
سالن جو اهڙو نوجوان ۽ تنهن ڪانسواءِ ناستڪ ويچارن جو ۽
جنهن جو دماغ وديشي استادن دوارا ڌرم کان پوري طرح
باغي ٿي چڪو هو، اُن لاءِ اهڙي چوٽ ضروري هئي.
مان ڏيري ۾ نام وٺڻ يا پرماتما جي کوج ڪرڻ لاءِ ڪونه آيو
هوس. ناٽال جي موڪل هئي ۽ مان پنهنجي ڪاليج جي
سائين سان بياس نديءَ تي بيڙيءَ جي سير ۽ پڪنڪ (Picnic)
لاءِ آيو هوس. سير ۽ تفريح کانپوءِ اسان شام جو حضور جن
جو ستسنگ انهيءَ خيال سان ٻڌو ته ڏسون ته چون ڇا ٿا.
ستسنگ وقت منهنجو من ٻاهر ڀٽڪندو رهيو ۽ مونکي صرف
اهي ٻه ٽي ڳالهيون ياد رهيون ته منش ديه، هڪ انمول
موقعو آهي جنهن ۾ پرماتما جي پراپتي ٿي سگهي ٿي ۽ اُن پرماتما
کي ٻاهر ڳولڻ بجاءِ پنهنجي شرير اندر ئي کوج ڪرڻ کپي. پر

جنهن وسيلي اسين الڳ الڳ مذهبن جو ڀيد سمجهي سگهون ۽ اهڙي ريت حضور جن ان الوڪڪ مارگ جون ٻيون به ڪيتريون هدايتون ڏنيون. اهو سڀ ڪجهه سمجهائي پڇاڻي حضور جن اسانکي ٻن ٽن اڳڪار ستسنگين جي حوالي ڪري پاڻ هليا ويا. هنن ستسنگين کي اسانکي نام ياد ڪرائڻ جو ڪم سونپيو ويو. انهن نامن جو جاپ ڪرڻ، اساڄي ابياس جو ٻهريون انگ آهي. مان پنهنجي پورين استادن کان ڏکين ڳالهين کي ياد ڪرڻ جو سولو طريقو سکيو هوس. سو پنجن نامن جو ٻهريون ٻهريون اکر گڏي هڪ نئون لفظ ٺاهيم ۽ انهيءَ ڪري اهي نام ۽ هدايتون پوري طرح ياد ڪرڻ ۾ ڏهن منٽن کان به گهٽ وقت لڳو، جتي ٻين ساٿين کي پورو ڪلاڪ لڳي ويو.

ٻين اهو سارو وقت بلڪل ايڪاگرتا سان پورن نامن جي ياد ڪرڻ ۾ واليت ڪيو. مان ٻيچيني سان ان گهڙيءَ جو انتظار ڪري رهيو هوس ته هو ڪيڏي مهل ٿا اهو ڪارج پورو ڪن. ان کانسواءِ مان اڄائي ايمان ۽ غرور جو شڪار ٿي پيس. پنهنجي اڪابري ۽ حافظي جو گهمنڊ منهنجي من تي ڇانئجي ويو. نتيجو اهو نڪتو جو ڪلاڪ ڪالهوءَ جڏهن حضور مهاراج جن پڌاريا ۽ اسانکي پنهنجي آتما کي شبد ڌن سان جوڙڻ جي ڪريا سيکاريائون ته ٻين سڀني پنهنجي اندر ان الاهي مڌر ڌن کي ٻڌو پر موکي ته ڪجهه به هٿ نه ڪين پيو.

جڏهن حضور مهاراج جن کي اهو ٻڌايو ويو ته هنن موکي سڏي پنهنجي سامهون موکي ڌيان ۾ وهاريو ۽ پوءِ پنهنجي ساڄي هٿ جي آڱر منهنجي مستڪ جي وچ تي رکي پڇيائون ته هتي توکي ڪجهه به ٻڌڻ ۾ نٿو اچي؟ سندن آڱر جي

جو ٻيڙو وچي رهيو. ڪجهه پُراڻن ستسنگين هن جي طرفان حضور جن جي چرڻن ۾ ونتي ڪئي ۽ کين حضور جن جي اڳيان پيش ڪيو ويو.

حضور جن مشڪي کيس چيو، ”ٻچا هاٿي ڪهڙو حال آهي؟“

ٻائي وزيري پنهنجا ٻئي ڪن ٻڪڙي چيو، ”دين بندو! مان سبق سکيس. هاٿي مونکي معافي ڏيو.“

حضور جن چيس ته چڱو وڃ، وري اهڙي غلطي نه ڪجِ.

وارتا کي سماپت ڪندي مون چيو ته ٻائي وزيري کي وري روحاني دولت واپس ملي پر پوءِ هو هميشه خاموش ۽ شانت رهيو ۽ هنکي هيئن چوندا ئي آهن، ”وزيرو- مؤني.“

پروفيسر چيو، ”توهان هڪ نهايت دلچسپ ڳالهه ٻڌائي جنهن لاءِ مان توهانجو تهدل شڪر گذار آهيان.“

مضمون جو سلسلو جاري رکندي مون چيو ته مان توهانکي هاڻي ٻڌائيندس ته هڪ مهاتما پنهنجي پٽ، جنهن ڪرامت ڏيکاري، ان سان ڪهڙو ورتاءُ ڪيو. بابا اٽل، ڇهين گورو هرگوبند صاحب جو سپتر هو. جڏهن هو قريب ڏهن سالن جو هو تڏهن هنجو هڪڙو دوست موهن گذاري ويو. اٽل موهن جي گهر ويو ۽ ڏٺائين ته هنجي ماءُ ۽ ٻيا رشتيدار هنجي مرڻ ڪارڻ زار زار روئي رهيا هئا. موهن جي ماءُ اٽل کي پنهنجي ٻاکر ۾ جهلي چيو ته تنهنجو دوست موهن ته گذاري ويو آهي. تنهن تي اٽل چيو ته گذاري نه ڪونه ويو آهي، صرف مڪر ٿو ڪري، ڇاڪاڻ ته منهنجو ڪلهوڪو راند جو وارو وٽس رهيل آهي. سو مان هنجي انهيءَ دوکي ۾ نه ايندس. ائين چئي وٺي موهن کي ٻانهن کان ڇڪيائين ته موهن اُٿي ويٺو ۽ کيس ٻاهر راند لاءِ وٺي ويو. انهيءَ

كيس اُٿي بيھڻ لاءِ چيائون ۽ ڪجھ زوردار آواز سان فرمايو ته مان تنھنجي بابت ھي ڪھڙيون عجيب و غريب ڳالھيون ٻڌي رھيو آھيان؟

ڀائي وزيري ورائيو، ”حضور ڇا توھين ساري رچنا جا اُپائڻھار ڪين آھيو؟ ڇا توھين سڀني جي جيوتن جي جوت ڪين آھيو؟“

حضور جن فرمايو ته اھي روحاني راز کولڻ نه کپن. توکي انڪري نقصان سھڻو پوندو.

ڀائيءَ چيو ته حضور مان ته صرف سچ کي ظاھر ڪري رھيو آھيان.

حضور جن ڪانئس پڇيو ته توکي اھو ٻڌائڻ لاءِ ڪنھن چيو آھي؟

ڀائي وزيري جواب ڏنو، ”حضور! توھان!“

حضور مھاراج جن فرمايو، ”چڱو مان اھا اجازت موٽائي ٿو وٺان.“ انھن چوڻ جي دير ھئي، ڀائي وزيرو خالي رھجي ويو ۽ ھن لاءِ اندر جا دروازا بند ٿي ويا. مالڪ پنھنجي رحمت ۽ بخشش موٽائي ورتي. ڀڳتيءَ ۽ پريم جو سروت سڪي ٺوٺ ٿي ويو. پڇن ۾ وھڻ ھن لاءِ مشڪل بڻجي پيو. نه ھن ۾ اھو احساس رھيو ۽ نه اھا لڳن. روحاني دولت جي وڃڻ ڪري جو صدمو پريمي ستسنگيءَ کي رسي ٿو اھو دنيوي دولت جي وڃڻ کان ڪئين دفعا زيادہ آھي. ڀائي اھو برداشت ڪري ڪين سگھيو ۽ لڳو ڏينھن رات روج راڙو ڪرڻ. حضور جن ھن سان ملڻ کان به انڪار ڪري ڇڏيو. اندر جي درشن بند ھئڻ سان ھنکي ٻاھرئين درشن کان به محروم رکيو ويو. اھا روئداد پورو مھنو ھلي. ڀائي وزيري جي اُڃ ۽ بک غائب ٿي ويئي ۽ سڪي ھڏن

واري سٽسنگيءَ سان گڏجاڻي سگهندا ؟

مون چيو تہ ڪمائيءَ وارا گهڻيئي آهن پر اهڙا ٿورا پرامي پاڻکي لڪائي رکندا آهن. مان ڏاڍي پر رهندڙ ابياسين جي باري ۾ سوچي ٿي رهيو هوس تہ جڏهن ڪمري ۾ اسين ويٺا هئاسين، انهيءَ جي ٻاهران پاڻي وزيرو اچي لنگهيو. مون هنکي اندر سڏيو ۽ پروفيسر اٿي هنکي ڪيڪاريو ۽ پنهنجي پرسان ويهڻ لاءِ چيو پر پاڻي لاچارو هو. سو هيٺ پٽ تي ويهي رهيو. ڪجھہ منٽن لاءِ ٻنهي هڪ ٻئي ڏانهن پئي نهاريو ڇاڪاڻ تہ پاڻي وزيرو نہ انگريزي ڄاڻندو ٿي ڪونہ هو.

ڪجھہ وقت ڪالپوءِ پاڻي اسان کان اجازت وٺي هليو ويو. مون پروفيسر کي ٻڌايو تہ هي نيدي هولدي کان ڏاڍي پر رهندو آهي ۽ نهايت غريب ۽ گهٽ ذاتيءَ جو آهي. نام ملڻ ڪالپوءِ هن خوب ڪمائي ڪئي ۽ اندر ايتري ترقي حاصل ڪئي جو هنکي هر هڪ پراڻيءَ ۽ پدارٿ جي اندر گورو نظر اچڻ لڳو. ڪڏهن وڻ کي ڀاڪر پائي چوندو هو، "گورو" "منهنجا پيارا ستگورو" يا ڪڏهن ڪتي کي ڪڇ ۾ کڻي چوندو هو، "منهنجو گورو هن ۾ بہ آهي." ڪيترا ڀيرا ڪلاڪن تائين ڍڳي جي مالش ڪندي پيو چوندو هو، "منهنجا ستگورو ڪيئن هن داس سان خوش آهيو!" ڪڏهن وري جڏهن هنڌان حضور مهاراج جن لنگهندا هئا اتان مٽي کڻي مٿي ۽ منهن کي لڳائيندو هو ۽ چوندو هو تہ من جي ميل لاهڻ جو اهو ئي اڪسير ساڌن آهي. هڪ ڏينهن هو حضور مهاراج جن جي چرنن ۾ جهڪي چوڻ لڳو، "منهنجو گورو پرماتما آهي، سڀ جو آڌار آهي." حضور جن تہ هنجي انهن سڀني ڪارگذارين جي باري ۾ ٻڌو هو ۽

ٿيندو هو. قدر قدر لئي بدنصيبي هن جو پيڇو ڪندي هئي،
جون هڪ ڏينهن ڪيس ٻه سؤ روپيا ڏنا ته ڪونڌيو وڏو ڏاڍو
شروع ڪري. گهر ٿي ڪين پهتو ته ڪو ڳنڍيءَ ڪپ اچي سؤ
سؤ وارا نوٽ ڪڍي ويس. وري اچي ڏينهن سندس
چاچي ڪيس هڪ سبڙ جي مشين وٺي ڏني، جيئن سندس
زال سلائي ڪري ڪجهه ڪمائي سگهي. هوءَ تمام سٺي
سلائي ڄاڻندي هئي. پر جيئن ئي ڪيس سلائيءَ جي مشين وٺي
ڏني ويئي ته بيمار ٿي پيئي ۽ دوائن وغيره جي ٻلن ڪري
چڪائڻ لاءِ سندس مڙس کي مجبورن مشين وڪڻڻي پيئي.

اهو منهنجو رشتيدار سنو اُپاسي هو ۽ الله ڪافي روحاني
لڙتي ڪئي هئائين. غريب هوندي ۽ زال ۽ مائٽن جا طعنا
سهندي به هميشه پنهنجي حال ۾ خوش رهندو هو. هڪ
رات جو جڏهن هو اچن ۾ ويٺو هو ته هنکي الله ڪنهن
شڪتيءَ مُهرن جي ٿيلهي آڇي، جا ڪمزوريءَ ۽ اڻڄاڻائي
ڪارڻ هن قبول ڪئي. هنکي اها سمجهه ڪا هئي ته الله
جيڪي ملي سو وٺڻ کپي يا نه. نتيجو اهو ٿيو ته هو وڏو
امير بڻجي پيو پر اهيءَ سڀ لاءِ کيس ڀڳتيءَ ۽ پريم جي
قيمت چڪائڻي پيئي. اهيءَ ڪالپوءِ هن ڏيري جي ڪڏهن
شڪل ڪونه ڏٺي. مونکي جڏهن ڳڌبو آهي ته چوندو آهي
ستگورن جي درشن لاءِ ڪڏهن ايندس، پر هو ديوي ڏاڍن
۾ اهڙو قائل آهي جو اچا ٽائين نه ڏيري اچي ڪونه سگهيو
آهي. مايا ۽ رام ٻئي جي ڀڳتي گڏ و گڏ نٿي ٿي سگهي.
پرماتما چوڻتو ته جي مونکي پائڻ چاهين ٿو ته پوءِ اپن سڀني
جو پيار ڇڏڻو پوندءِ. جيئن عام ڪهاوت آهي ته هڪ مياڻ
۾ ٻه تلوارون نه سمائجي سگهنديون آهن.

آن لئي پروفيسر پڇيو ته هتي ڏيري ۾ ڪنهن ڪمائيءَ

ڏيکارڻ سبب صليب تي چاڙهيو ويو؟

مون جواب ڏنو ته مان اهو نه چئي نٿو سگهان پر سنت انهن رڌين سڌين جي نمائش کي ڪڏهن به همٿائيندا ڪونهن. ابياسي جيترو آتمڪ منڊلن ۾ وڌيڪ چڙهائي ڪندو وڃيٿو اوترو ئي وڌيڪ هو مالڪ جي موج ۾ راضي رهيٿو. هو انهن محسوس ڪريٿو ته هن سرشتيءَ جو چرخو بلڪل صحيح ۽ ٺيڪ سان اهڙي سچا سنچالڪ جي نگرانيءَ ۾ هلي رهيو آهي جو ڪڏهن به غلطي ڪري نٿو سگهي. پوءِ هو هن جي ڪم ۾ فضول ڇو دخل ڏئي؟ مالڪ جيڪي ڪريٿو سو ڀلائيءَ سان ڀرپور آهي.

پروفيسر چيو ته انهن الوڪڪ سڌين ۽ طاقتن کي حاصل ڪرڻ ته هڪ عجيب ۽ انوکي ڳالهه چئبي!

مون جواب ڏنو ته انسان ۾ ڪيتريون لڪل شڪتيون آهن. جڏهن ابياسي ڪنهن پورڻ ستگوروءَ جي رهنمائي ۽ رهبريءَ ۾ انهن کي جاڳرت ڪري ٿو ته هو قدرت جي سڀني شڪتين کي قابوءَ ۾ رکي سگهيٿو. حقيقت ته اها آهي ته انسان، پورو انسان بڻجي ٿي تڏهن ٿو جڏهن هو اهي طاقتون حاصل ڪري ٿو. اهو هن جو قانوني ۽ موروثي حق آهي ۽ انهن طاقتن حاصل ڪرڻ بغير انسان سچي معنيٰ ۾ پاڻ کي انسان چوائڻ جو حقدار ناهي. بيءَ حالت ۾ هن کي صرف هڪ پسون ئي سڏبو، البت وڪاس ڪيل ٻڌيءَ وارو پسون.

تنهن تي پروفيسر پڇيو ته جيڪڏهن ڪو ماڻهو پنهنجي ڌن دولت وڌائڻ لاءِ انهن طاقتن جو استعمال ڪري ته ان ۾ ڪو حرج آهي ڇا؟

مون چيو ته مان توهان کي پنهنجي هڪ عزيز جو ذاتي انڀو ٻڌايان ٿو. هو تمام سڌير هو ۽ سندس گذر ڏاڍيو ڏکيو

مون ورائيو، ”سنت پنهنجي شش کي هميشه اها سکيا ڏيندا آهن ته انهن شڪتين کي استعمال نه ڪرڻ گهرجي ڇاڪاڻ ته ائين ڪرڻ خطرناڪ آهي. ڪڏهن ڪال خود اڀياسيءَ جي اڳيان اچي ڪيس ڇولدو آهي ته انهن سڌين ۽ شڪتين جو فائدو وٺ. اها صرف هنجي چالاڪي هوندي آهي جنهن دوران هو ساڌڪ کي مايا جي جار ۾ ڦاسائيندو آهي ۽ روحاني ترقيءَ ۾ رڪاوٽ وجهندو آهي. آتمڪ اڀياسي کي روحاني چڙهائيءَ جي دوران ۾ اهي شڪتيون تمام جلد ملڻ شروع ٿينديون آهن. پر انهن جو اپيوگ ڪرڻ سلامتيءَ پرئو ڪونهي. ڪڏهن ته انجي سزا ڏاڍي سخت ملندي آهي. ائين ڪرڻ سان نه رڳو ساڌڪ جي روحاني چڙهائي بند ٿي ويندي آهي پر ڪڏهن ته هو تمام گندين واسنائن جو شڪار بڻجي پوندو آهي ۽ پوءِ هنجون سڀ شڪتيون ڪافور ٿي وينديون آهن.

پروفيسر پڇيو ته سنتن کي انهن ڪرامتن جي ڏيکارڻ سان ڪو به ضرور رسي نٿو سگهي پوءِ هو ائين ڪرڻ ۾ ڇو سنڪوچ ڪندا آهن؟

مون جواب ڏنو ته هنکي انهن ڪرامتن ڏيکارڻ جي ضرورت به ڪهڙي آهي؟ انهنکي ته ڪوءِ پنهنجو دنيوي سوارٿ سڌ ڪرڻو ڪونهي. هنکي پنهنجي مان وڏائي ۽ ناموس جي ڪا به اڪ ڪانهي. انهنکي تڪي پنهنجي مشهوري گهرجي ۽ لڪي نالو. ڪرامت ڏيکارڻ جي پرورتي هميشه پاڻ سان مصيبتون ڪٺي ايندي آهي. اتهاس اسانکي ٻڌائيٿو ملتان جي شمس تبريز جي جيئرئي کل لاٿي وئي جو هن پنهنجي روٽي پچائڻ لاءِ سورج کي هيٺ لاٿو.

پروفيسر پڇيو ته ائين آهي ڇا ته عيسيٰ کي به ڪرامتن

ن دوارن پرماتما جي موج ۾ دخل ڏيڻ بدران هنجي
راضي رهڻ کي وڌيڪ بهتر ڀورڻ ۽ سياڻپ ڀري
ويندو آهي. سڌت ڪيڏي شڪتيءَ جا صاحب آهن،
ڪيڏي اپار طاقت آهي انجو اومان به لڳائي نٿو
. هو پرماتما جا پيارا سپوت آهن جنکي هر سڀ
ن ڏنيون آهن ۽ هو جيڪي چاهين سو ڪري سگهن
ڪرامتن کي هو ٻاراڻا راندڪا سمجهندا آهن ۽ انهنکي
بهتر ڏيندا آهن جهڙو ٻاراڻيءَ جي ٻُڊبُڊن کي.
وفيسر پڇيو، "پر چمتڪار ته وڏي روحاني شڪتيءَ
هار آهن!"
ن جواب ڏنو، "انهيءَ ۾ شڪ ناهي ته عام ماڻهو
ڪارن کي آدر، ڀڀ ۽ تعجب سان ڏسندا آهن. پر
صل، انهن ۾ ڪا اصلي روحانيت نه هوندي آهي.
ڪار مسن جا ڪل آهن. جڏهن مان پوري طرح ايڪاگر
نه ساڌڪ کي ڪيئن قسمن جون الوڪڪ سڌيون پراپت
يون.
بيمار کي ٺيڪ ڪرڻ، انڌي کي اکيون ڏيڻ، بيڪاريءَ
امير بڻائڻ، هلندڙ ٽرين کي بيهارڻ، مينهن وسائڻ، پاڻيءَ
هلڻ، هوا ۾ اڏامڻ، ڀوت پريت ڪيڏڻ، هڪ روپيءَ
هزارن کي کارائڻ، ڪنهن به استان تي اچا انوسار پهچڻ
ون ڪيترئون ڪرامتون اهڙو ساڌڪ ڏيکاري سگهي ٿو.
ندر وچڻ سان جيڪي شڪتيون حاصل ٿين ٿيون انهنکي
ر ڪرڻ بدران، انهنجي دنيا ۾ نمائش ڪرڻ، آهي انهن
ناجائز استعمال ڪرڻ."
پروفيسر پڇيو ته جڏهن اهڙيون شڪتيون پراپت ٿين ته
انهنکي ڏيکارڻ ۾ ڪهڙو هرج آهي؟

جي چرچا ڪندي هئي وقت ڪندا هئاسين. پوءِ مون ڏانهن نهاري فرمايائون ته بهتر ٿيندو جي تون هن انهيءَ وشيه تي هتي سان ڳالهايو. پر ڇاڪاڻ ته مان هن وشيه تي ڳالهائڻ ۾ اسمرٿ هوس، انڪري منهنجي پريشانيءَ کي ڏسي حضور جن پنهنجي مهربان دِرشٽي سڌو منهنجي اکين ڏي وڌي. ڇا اها ساڌارڻ درشٽي هئي؟ نه!! اها صرف درشٽي ڪين هئي، اها هئي پرڪاش جي جهلڪ، جا منهنجي اکين ذريعي منهنجي دماغ ۾ هلي ويئي. اهڙي درشٽي ڇا نه ٿي ڪري سگهي؟ انهيءَ جي سهاري گونگو به ڇٽن ويدن جو پاٺ ڪري سگهيتو. اهائي ديا درشٽي هئي جنهن ذريعي ڪلاڪوٺ جي اڻپڙهيل مسلمان عورت، مائي حسيني، ڇيما جي پنڊت رام رتن کي ويدن جو هن سلوڪ، "هرڻيه گربه سموورتت اگري" جو ارٿ سمجهائي سگهي. انهيءَ ڪري منهنجي پريشاني دور ٿي ويئي؛ حضور مهاراج جن جيڪي مولڪان چاهيو سو مون موجوده ستگورن جي اجازت سان هيٺ درج ڪيو آهي، ڇاڪاڻ ته وديشي جگياسو ڪرامتن جي وشيه کي ڪافي مهتو ڏيندا آهن.

پروفيسر مولڪان پڇيو، "حضور مهاراج جن ڪڏهن ڪا ڪرامت ڏيکاري آهي؟ ڪرائيسٽ ته پنهنجي زندگيءَ ۾ گهڻيئي چمتڪار ڏيکاريا."

مون اتر ڏنو، "سنت لوڪن جي تماشي واسطي ڪرامتون ڪونه ڏيکاريندا آهن ليڪن ڪڏهن قدرتي طور هنن کان اهڙا ڪرشما ٿي ويندا آهن. پر هو انهن کي ڇپائي رکڻ لاءِ هدايت ڪندا آهن."

پروفيسر پڇيو ته اٿين ڇو؟ مون جواب ڏنو ته سنت انهن ڪرامتن کي ڪو به مهتو ڪونه ڏيندا آهن. سنت مت ۾

# ٤. چمتڪار

ٻهرين مون پنهنجي پرچيءَ نوجوان پادري پروفيسر کي ڏني جنهن مونکي پنهنجي ٻين ساٿين سان واقفيت ڪرائي. مون کين ٻڌايو ته لاهور جي جنهن ڪاليج ۾ هو ڪم ڪندا آهن، ان مان ئي مون بي. اي پاس ڪئي هئي. اتفاق سان هو منهنجي هڪ پراڻي پروفيسر جو پٽ نڪتو. پيار مان منهنجي ٻانهن کي ٻڪڙي پڇيائين ته توهان مشن ڪاليج ۾ ڪهڙي سال ۾ پڙهندا هئا؟ مون جواب ڏنو ته ١٩٠٨ کان ١٩١٠ تائين. هن وراڻيو ته ان وقت ته مان اڃان ننڍو ٻار هوس.

اهڙيءَ طرح اسانکي قدرتي هڪ ٻئي جي ويجهو آندو ۽ مدجهند جي پوڄن ڪالهوءَ جيئن مون هن کان رخصت گهري ته هن مونکي پنهنجي ڪمري تائين هلڻ لاءِ چيو. مون خوشيءَ سان اهو قبول ڪيو ۽ ڳالهه ٻولهه مان معلوم ٿيو ته جيتوڻيڪ سندس عمر ٽيهن سالن کان به گهٽ هئي پر سندس سوالن مان ظاهر هو ته هو هڪ تيز فهم ودوان ۽ روحانيت جو سچو ڪانکي هو. عيسائي مت ڏانهن سندس وڌيڪ لاڙو هئڻ سواءِ هو پر تنهن هوندي به هن اربندو گهوش، رامڪرشن پرمهنس ۽ سوامي وويڪانند جا پستڪ به پڙهيا هئا ۽ ويدانت ۽ ٿياسافيءَ جي به ڪيس چڱي خاصي ڄاڻ هئي.

ٻهرين کٿ درشن جي چرچا ٿي. پوءِ ڪرامتن جو ذڪر آيو. حضور جن کان رخصت وٺندي مهل هن ڪرامتن بابت سوال پڇيو هو. جنهن جي جواب ۾ ستگورن فرمايو ته انهيءَ

پوءِ مونکي چيائون ته هنن کي گيسٽ هائوس ۾ وٺي وڃي ڀوڄن ڪرايو.

پاڻ رڻ ۾ راءِ روشن لعل کي چيائون ته اسانجو ڏيرو شهر کان پري آهي انهيءَ ڪري شايد توهانکي ڪي لذيذ شيون کائڻ لاءِ نه ملنديون ۽ ڪرپا ڪري اسانجو سادو سودو ڀوڄن سويڪار ڪندا.

تنهن تي هنن سڀني ستگورن جا شڪرانا ادا ڪندي چيو ته اڄ توهان پنهنجي سندر وياکياڻ سان اهڙو روحاني ڀوڄن ڪارايو آهي جو ڪنهن ٻئي ڀوڄن جي تمنا ئي نه رهي آهي.

ٻه ڪٽي پائيندا ته ٻه ڪين ان روحانيت جي صرف جهلڪ ئي
ڏسڻ ۾ ئي ايندي. انهن چڪرن ۾ هنڪي اهي ديوتائون
ملندا جي شرير جي ديکڀال ڪندا آهن. انهن پنڊ جي ڇهن
چڪرن کان مٿي انڊ جا ڇهه چڪر آهن، جن کان مٿي برهمنڊ
جا ڇهه چڪر آهن. رچنا جي چوٽيءَ تي سنت لوڪ آهي
جو امر ۽ ابناسي، پرلئه ۽ مها پرلئه کان مٿي ستپرش جو
نج ڌام آهي. انهيءَ ڌام مان آتما رچنا جي شروع ٿيڻ مان
لٿي آهي ۽ سندس اصلي رغبت انهيءَ منزل ڏانهن ئي
رهيٿي. آتما جي اينڪ آڳيا چڪر يعني ڇهين چڪر ۾ آهي.
انهيءَ ڪري مٿيون روحاني سفر اتان ئي شروع ٿيڻ کپي.
شرير جي هيٺين چڪرن ۾ ڌيان ڄمائڻ آهي پنهنجو سفر لنبو
ڪرڻ ۽ وقت کي برباد ڪرڻ.

يوگي جڏهن شرير جي چڪرن کي ڪافي عرصي ڪالپوءِ
طئه ڪري ترڪيا پد ۾ پهچن ٿا ته ٿڪجي چُور ٿيو پون ۽
اتي جي مالڪ کي ئي پرماتما سمجهي ٿا وهن. سنت مت
۾ روحاني سفر اتان ئي شروع ٿئي ٿو. هي نهايت سرل ۽
آسان ابياس جو طريقو آهي جو ساڌڪ کي اوچي ۾ اوچي
منزل تائين پهچائي ٿو. اسانکي پنهنجو مقصد اهو آخري
منزل رکڻ کپي جا ڪڏهن ۾ فنا نٿي ٿئي. پنڊ، انڊ ۽
برهمنڊ جا سڀ چڪر ناسونت آهن، جي پرلئه مها پرلئه
۾ فنا ٿيو وڃن. صرف سنت لوڪ ئي انهن جي اثر کان
مٿي آهي.

اسي ڀيڄي رلي آئي ۽ ڇهانين ته ٻه لڳڻ وارا آهن ۽
ٻوڄن کي ڪافي دير ٿي وئي آهي. حضور جن پنهنجي
واسڪوٽ مان واچ ڪڍي وقت ڏٺو ۽ فرمايائون ته دير
ٿي وئي آهي مون لوهاڻو ڪافي وقت ورتو آهي.

ٻماري ٿيڻ جو امڪان آهي.

نوجوان پادريءَ پڇيو ته ماڻهو چوندا آهن ته يوگي هزارين سال جيئرو رهي سگهي ٿو.

دادا جن اُن ڳالهه تي روشني وجهندي چيو ته نه صرف ايترو پر هنڪي ڪيترين ڪرامتن ڏيکاري سگهيتو. هو ڪيترين ئي ٻولين ۾ ڳالهائي سگهي ٿو، هو جتي به وڃڻ چاهي ترت ويهي سگهيتو ۽ مرضيءَ مطابق ڪايا وستو ڪتان نه تمام ننڍو ٿي سگهي ٿو. هو تمام ڀاري يا تمام هلڪو، تمام ڊگهو يا آهن پر انهن کي حاصل ڪرڻ اسانجو مول مقصد ڪونهي ۽ انهن ڪي حاصل ڪرڻ جو مارگ انبو ۽ ڪٺن آهي.

پادريءَ پڇيو، "حضور توهين ته اهڙيون شڪتيون حاصل ڪري سگهيا ٿي پوءِ توهان اهي ڇڏي ڏي هي لڪون مارگ ڇو اپنايو؟"

حضور جن وراڻيو، "جيتري قدر پرماتما جي پراپتيءَ جو سوال آهي، يوگ اسانکي ان مارگ ۾ گهڻو مٿي نڻو ٿو وٺي سگهي. يوگين جي سڀ کان اوچي ۽ آخرين منزل ٽريا پد آهي جا سنت مت ۾ ٻهرين منزل آهي.

پادريءَ پڇيو، "اسانکي اهو وشواس ڪيئن ٿئي ته يوگين جي آخري منزل توهانجي ٻهرين منزل آهي؟"

ستگورن فرمايو، "سڀ يوگ شاستر ان ڳالهه جي تائيد ڪن ٿا. يوگي سڀ کان هيٺئين چڪر، مول آڌار (گدا چڪر) تي ڌيان ڄمائيندا آهن ۽ ان کي سڌ ڪرڻ ۾ سندن زندگيءَ جو ڪافي عرصو لڳي ويندو آهي. گدا چڪر کان مٿي ٻيا به پنج چڪر آهن. جي انهن سڀني تي وجهه

رهڻ. انهيءَ جو مطلب اهو ڪونهي تہ پنهنجي حالت بهتر
بڻائڻ لاءِ ڪوشش ئي نہ ڪرڻي آهي. اسنتوش ۽ لالچ
جي ڀاونا کي ڇڏڻو آهي. در اصل، ڏٺو وڃي تہ انسان جون
ضرورتون ڪي گهڻيون ڪونهن نہ تہ راجا بہ سوچي ٿو تہ
مونکي اڃا بہ ڪي وڌيڪ گهرجي.

٣- تپ يعني آئر سهڻ- سردي گرمي، بک پياس،
آس چاو، راڳ دويش، اميري غريبي، تندرستي بيماري،
نفعو نقصان- انهن سڀني کي صبر ۽ سنتوش سان سويڪار
ڪرڻو آهي. ائين ڪرڻ سان سادڪ جي اڇا شڪتي پربل
ٿئي ٿي ۽ ڪشٽ ۽ ڪليش ۾ هو گهٻرائجي نٿو.

٤- سُواڌياءِ يعني گرنٿن پوٿين جو ابياس- انهيءَ ۾
سنتن مهاتمائن جو ستسنگ بہ اچي وڃي ٿو.

٥- ايشور پرانڌان- پرماتما ۾ اٽوٽ وشواس رکڻ ۽ پاڻ کي
هن جي موج تي ڇڏي ڏيڻ. سدائين پاڻ کي هن جو داس سمجهي
ڦل جي اڇا نہ رکڻ. سلسلي کي جاري رکندي حضور جن فرمايو
تہ يڪتي يا شبد يوگ جي امر لاڀ جي ڳالهہ تہ نياري آهي
پر صرف جيڪو سادڪ انهن يمن ۽ نيمن جو سچائيءَ سان ابياس
ڪندو تہ هو شڪتين سان ڀرپور "ست پرش" بڻجي پوندو.
مثال طور جيڪو ڪنهن بہ حالت ۾ سچ کي نٿو ڇڏي يعني
سچ جي اندر ايترو لين رهي ٿو جو سپني ۾ بہ هن جي زبان
مان ڪوڙو وچن نٿو نڪري انهيءَ کي "واڪ سڌي" ملي
ٿي يعني جيڪو وچن هن جي مکاربند مان نڪرندو سو ضرور
پورو ٿيندو.

نوجوان بئريسٽر جيو تہ اها تہ توهان سٺي ڳالهہ ٻڌائي ۽

مان به چاهيندس ته انکي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪيان. مهرباني ڪري ٻڌايو ته انهيءَ واٽ سڌيءَ کي پراپت ڪرڻ لاءِ گهڻو وقت کپي؟

سنگورن وراڻيو، "اها نهايت اوچي اوستا آهي جنهن ۾ سچ ني زندگيءَ جو مول آڌار آهي بلڪ جان ۽ پران بڻجي پوي ٿو. اها سڌي تڏهن حاصل ٿئي ٿي، جڏهن سچ شرير جي انگ انگ ۾ بلڪ روم روم ۾ سمائجي وڃي ٿو.

نوجوان بئريسٽر چيو، "اها ته ڪٺن ڳالهه آهي. هڪڙو وڪيل انهيءَ ڪم ۾ ڪيئن ڪامياب ٿيندو؟ سون جهڙي ماڻهوءَ کي ته ڪو پيو ساڌن ڪرڻو پوندو. پلا جي اهنسا کي اپنائجي ته ڪهڙو فائدو پوندو؟"

حضور جن اُتر ڏنو، "شينهن ۽ چيتا ۽ توهانکي نقصان ڪونه پهچائيندا ۽ ناڻگ بلائون توهان جا دوست بڻجي پوندا."

بئريسٽر چيو ته اها تمام سني ڳالهه آهي پر ....

حضور جن فرمايو ته "انهيءَ ساڌنا ۾ پڻ به هڪ خوبي آهي. جيڪڏهن انهن مان ڪنهن به هڪ يم کي مڪمل طور سڌ ڪبو ته ٻيا ڳڻ پاڻمرادو اچي ويندا.

نوجوان پادري پروفيسر جيڪو حضور جن جا وچن لکندو پئي ويو، سنگورن کي عرض ڪيو ته آسڻ جي باري ۾ ڪجهه روشني وجهو.

حضور جن فرمايو ته "آسڻ" لفظ جي معنيٰ آهي "ٻيهڪ" يا وهڻ جو طريقو. هڪ ئي آسڻ ۾ ڪافي دير تائين وهڻ سان ابياس ۾ وڏي هٿي اچي ٿي. آسڻ لسي ڪيترا ئي ڪتاب آهن. ڪن ۾ لکيل آهي ته آسڻ ٨٤ آهن پر ڪي

معنيٰ آهي ور ڪرڻ يا جيتڻ. گهڻو ڪري سيني مَتن ۾ انهن جو ذڪر ڪيل آهي. پنج يم آهن:-

١- اهنسا
٢- ستيه
٣- استيه، چوري نه ڪرڻ
٤- برهمچريه
٥- اپريگره، تياڳ

انهن نيمن جو سيني سادڪن کي پالن ڪرڻ جڳائي. چاڪاڻ ته روحاني راهه جا اهي بنيادي ڏاڪا آهن، جن بنا مڪتي ملڻ ناممڪن آهي.

آتمڪ اُنتيءَ لاءِ اوچو اخلاق نهايت ضروري آهي. انتيءَ باري ۾ مان لئو سمجهان ته ٻه رايا ٿي سگهن ٿا. سيني ڌرمن جي هدايت آهي ته جيڪو جيو هتيا ڪري ٿو يا ڪنهن جي شرير، من يا ڀاوناڻن کي ڏکوئي ٿو، سو ڪنور دل، لرد ئي اَنيائي ۽ ظالم آهي ۽ انجو سياهه ۽ عادتون پسن جهڙيون ٿين ٿيون. شڪاري جانور جيئوٽيڪ هيبتناڪ، جهنگلي ۽ شوخ سياهه جا ٿيندا آهن ۽ ٿيندا گهڻو ڪري ڪائر آهن. ۽ جيڪي جانور ماس نه کائيندا آهن يعني ٻڪرا وغيره سي ڀاڻ وتڻ ڪ همت ڀريا ۽ ٻي ڊپا ٿيندا آهن. زبان سان هنسا جهڙوڪ ننداء چغلي، پرائي بچار يا مالڪ هنسا جهڙوڪ ريس، حسد، وير ڀاءُ اهي ڪي جسماني هنسا کان گهڻ خراب ڪوند آهن.

اهڙي طرح جيڪو ڪوڙ ڳالهائيندو تنهنجو من ميلو ٿئي ٿو ۽ ٻوڪ ايياس جي ساڌنا لائق لئو رهي. هن ۾ بزدلي، بي حيائي ۽ فرض ادائيءَ ۾ ڪوتاهي ۽ ويچار شڪتيءَ جي ڪمي رهيٿي.

ڪهڙو مٿي ڀيڄاڻي تو ۽ اسين پراڻايام جو ساڌن ڪونہ اپنائيندا آهيون.

"اشٽانگ يوگ آهي ڇا؟" نوجوان برهمچاري پڇيو.

"پاتنجلي يوگ کي ئي اشٽانگ يوگ چوندا آهن. اشٽ معنيٰ اٺ ۽ انگ معنيٰ عضوا يا حصا،" حضور جن فرمايو.

انهن لاءِ برهمچاري چيو تہ ڪرپا ڪري انهيءَ جي وياکيا وڌيڪ تفصيل سان سمجهايو.

ستگورن فرمايو، "اشٽانگ يوگ جا هي هيٺيان اٺ انگ آهن:

١- يم - اهي سڀ برين عادتون جيڪي ڇڏڻ گهرجن.

٢- نيم سٺيون عادتون جيڪي اپنائڻ کپن.

٣- آسڻ - اڀياس وقت ويهڻ جو نمونو.

٤- پراڻايام.

٥- پرتيهار - اندرين جي ٻاهرئين ڪرياڻن کي اندرمک ڪرڻ.

٦- ڌارڻا - ايڪاگرتا.

٧- ڌيان.

٨- سماڌي.

پهريان پنج انگ تہ ٻاهرمکي ساڌن آهن ۽ پويان ٽي اندرمکي ساڌنا جا انگ آهن. اها وياکيا ڪافي آهي يا اڃا وڌيڪ کولي سمجهايان؟" حضور جن پڇيو.

نوجوان پادريءَ وراڻيو، "هن وقت مان يوگ شاستر جو اڀياس ڪري رهيو آهيان. انهيءَ ڪري ان وشيہ لاءِ جي وڌيڪ پرڪاش وجهندا تہ بهتر."

حضور جن فرمايو تہ يم پنجن قسمن جا آهن. يم لفظ جي

مهاتمائن جي نيڪ وتن تا، جنکي هتي ڪڏهن ڏٺو ئي ڪونهي؟ اهو ڊاڪٽر جيهنکي گذري ورهيه ٿيا هن وقت اوهان جو علاج ڪري سگهندو؟ هنجا لکيل ڪتاب اوهانجي مدد ڪري سگهن ٿا؟ اوهانکي ته قدم قدم تي موجوده ڊاڪٽر جي صلاح مصلحت ۽ ديکڀال جي ضرورت پوي ٿي. ڪڏهن نه اوهانکي ڪيس آدي رات جو گهرائڻو ٿو پوي جو خبر ناهي ته صبوح تائين اوهانجو ڪهڙو حال ٿئي. ڇا هڪ ڇوڪري ڪنهن گذاري ويل ماڻهوءَ سان جنهن جي تصوير هن ڪنهن جهوني پستڪ ۾ ڏٺي آهي، شادي ڪري سگهيٿي؟ ڪو نبوت ٿي ويل وڪيل اوهانکي ڪنهن مسئلي تي قانوني صلاح ڏيئي سگهيٿو؟ ٻه هزار ورهيه اڳ دئالو پتا پنهنجي پتر کي جيون جي آڌار لاءِ موڪلڻ ٺيڪ سمجهو، ڇا هو ڪيس هيئنر اتو موڪلي سگهي؟ ڇا هيئنر هن وٽ پيار ۽ ديا مهر ڪانهي يا دنيا جي حالت بدلجي وئي آهي؟ رام جو هزارين سال اڳ هن دنيا ۾ آيو هو سو هن وقت يا اڳتي مدد ڪري سگهيٿو؟ نه، منهنجا مترو نه. ائين ڪونهي. پرماتما جي پيار جو ساگر سڪي ڪين ويو آهي. اهو نه سدائين آب ۽ تاب سان اڇلون ڏيئي پيو وهي. هنجا پيارا پتر (سنت) سديو هن دنيا ۾ موجود آهن ۽ دنيا انهن کان ڪڏهن به خالي نه رهندي. اهوئي پرماتما جو وڌان آهي.

پادرين جي ان پارٽيءَ مان هڪ نوجوان جنهن لاءِ مونکي پوءِ پتو پيو ته مشن ڪاليج جو پروفيسر هو، چيو ته اوهان جيڪي ڪجهه چئي رهيا آهيو سو نه بلڪل ٺيڪ ۽ وزندار پيو لڳي. اوهانجو مارگ به اشٽانگ يوگ وانگر آهي ڇا؟

حضور جن فرمايو ته نه، اسانجو مارگ ان کان وڌيڪ سرل آهي ۽ اهو سادڪ کي اشٽانگ يوگ جي پيٽ ۾

يعني زنده ڪرائيسٽ جي ضرورت آهي جنهن سان اسين ڳالهائي سگهون، پيار ڪري سگهون ۽ پنهنجي روحاني مسئلن لاءِ صلاح وٺي سگهون. هوئي اسانکي سيکاريندو ته شرابر جي نون دوارن مان خيال ڪڍي شو ليترو ۾ ٻڌي شبد کي پڪڙجي. اسانکي ته اها خبر ڪانهي ته اکين دوارن، ڪنن دوارن، نڪ دوارن يا ڪنهن ٻئي دوار ذريعي چڙهائي ڪرڻي آهي. اهي ڏس ۾ صرف زنده مهاتما اسانجي سهائتا ڪري سگهيٿو. اهو شبد هميشه ڪنهن ديهه ڌاري ستگوروءَ جي روپ ۾ دنيا ۾ موجود رهيو آهي ۽ جنکي پرماتما سان ملڻ جي سچي پياس آهي ان جي سهائتا ۽ رهبري ڪري ٿو."

"اهائي هڪ عام غلطي آهي جا اسين ڪريون ٿا. جنهن مهاتما کي گذري ٿي هزارين سال ٿي چڪا آهن سو اسانکي سکيا يا دکشا نٿو ڏيئي سگهي. ساڌارڻ ماڻهو اهڙا لڳدل ٿيندا آهن جو هو ڪڏهن به سچائيءَ کي سويڪار ڪونه ڪندا آهن جيستائين هنکي سندن ئي گرنٿن ٻڌائين دوارن سمجهايو نه وڃي. پرماتما پنهنجي "پياري پٽر" کي انسانن جي ڇٽڻ لاءِ رڳو ٻه هزار سال اڳي ڪونه موڪليو بلڪ هر زماني ۾ پنهنجي اهڙن پيارن کي موڪليندو رهيٿو. ڪنهن مهاتما چيو آهي، "سنت اِهو لي جڳت مين جل مرنا سنسار."

الدرين روحاني مارگ اهڙو پيچيدو ۽ اڻانگو آهي جو قدم قدم تي گوروءَ جي سهائتا جي ضرورت پوي ٿي. مولانا روم صاحب جو ڪلام آهي ته جيڪو مرشد بنا اندر وڃي ٿو تنهنکي شيطان جون شڪتيون گمراهه ڪري گهوري اونداهي کوهه ۾ اڇلائين ٿيون. جڏهن زنده مهاتما جي شش کي ڪال سندن گوروءَ جو روپ ڌاري دوکو ڏئي ته پوءِ انهن جو ڪهڙو حال ٿيندو جيڪي ماضيءَ جي

جو هنن اُن ڏوارن جي محل - منش شرير جي اندر پرويش ڪرڻ جو رستو ڄاڻندو هجي ۽ جيڪو اسانکي پرماتما سان ملائي سگهي. بس، ٿوري ۾ اهي آهن سنت مت جون سکيائون.

تنهن تي بزرگ پادريءَ چيو، "بائيبل ۾ لکيل آهي ته خدا جي بادشاهت تنهنجي اندر آهي ۽ تون زنده خدا جو مندر آهين."

حضور جن فرمايو ته اها روحانيت هر ڌرم جي تهه ۾ هوندي آهي پر ڌرمن جي سنستاپڪن جي وڃڻ کانپوءِ ماڻهو ان اصليت کي وساري ٿا وهن ۽ پرماتما کي مورتين، مندرن، تيرٿن، پٿرن، سماڌين يا پوٿين ۾ ڳولڻ جي ڪوشش ٿا ڪن.

پادريءَ چيو ته توهانجا شيوڪ چون ٿا ته توهين مستڪ ۾ ڪيرڻ بڌڻ سيڪار پيدا آهيو.

حضور جن وراڻيو، "سنت مهاتمائون پنهنجي شيوڪن کي انحد شبد ٻڌڻ سيڪار پيدا آهن. هي اهوئي شبد آهي جنهن جي باري ۾ بائيبل ۾ لکيل آهي ته آد ۾ اهوئي شبد جو پرماتما سان هو، بلڪ پرماتما هو ۽ جنهن سڀ رچنا پيدا ڪئي."

پادريءَ چيو ته اهوئي شبد (Word) ڪرائيسٽ (Christ) آهي.

حضور جن هن کي درست ڪندي فرمايو، "آهي نه، پر هو. ڪرائيسٽ برابر ديهه ڌاري شبد هو. هو پنهنجي وقت جو مهاتما هو ۽ جن سندس شرن ورتي تنکي پرم پتا وٽ وٺي ويو. پر هن وقت هو اسانکي پرماتما سان ملڻ جو ساڌن ڪيئن ٿو سيکاري سگهي؟ اهڙيءَ لاءِ اسانکي موجوده مهاتما

جي شريرِ ۾ گونجي رهيو آهي، پنهنجي آتما کي ان سان جوڙيو. سيني ديشن جي سنتن پنهنجي گرنٿن ۾ انجو ورنن ڪيو آهي.

ان وقت حضور مهاراج جن جو نوڪر اندر آيو ۽ چيائين ته حضور ڪجهه ”جول پين“ آيا آهن ۽ اندر اچڻ جي اجازت ٿا گهرن.

حضور مهاراج جن هنجو مطلب سمجهي ويا ۽ کيس چيائون ته ڀلي انهن يورپينس کي اندر وٺي اچ ۽ انهن لاءِ ڪجهه ڪرسيون ناهي رک. نوڪر ڪن يورپينس کي پاڻ سان وٺي آيو جي بياس نديءَ جي سيمري ڏسڻ ۽ مڇي مارڻ لاءِ آيا هئا. انهن مان ٻه ڄڻا ڪرسچن ڪاليج لاهور ۾ پروفيسر هئا. حضور مهاراج جن انتي ٻنهي هنجو آدر ڀاءُ ڪيو ۽ کين ڪرسين تي وهاري ڪالهن چانهه لاءِ پڇيو. ان پارٽيءَ جي سرڪردي، جو هڪ بزرگ سڄڻ هو، چيو ته صبح جو ناشتو بياس استيشن تي ڪري آيا آهيون. اسان لوڪان جي مت جي باري ۾ ڏاڍي تعريف ٻڌي آهي انهيءَ ڪري انهيءَ بابت ڪجهه ڄاڻڻ چاهيون ٿا.

حضور جن فرمايو ته سنت مت جي سکيائن بابت مان توهانکي ٿورن لفظن ۾ سمجهائيندس. اسين هيئنر ان باري ۾ ئي ڳالهائي رهيا هئاسين. سنتن جو اهو اپديش آهي ته پرماتما اسان سيني جو دِيالو پرم پتا آهي ۽ انهيءَ سان ميلاپ ڪرڻ سان منش جي دکن ۽ ڪليش جو انت ٿئو ٿئي. پرماتما ڪٿي به ٻاهر ڪونه ملندو. اساڻو هي منش شرير ئي اهو مندر آهي جنهن ۾ هو نواس ڪري ٿو. هو صرف منش ديه ۾ ئي ملي سگهي ٿو، ٻيءَ ڪنهن به جُوڻ کي اهو شرف حاصل ڪونهي. اسانکي اهڙي گوروءَ يا رهبر جي ضرورت آهي

اسٿان آهي. اهي گهڻي مدت نواس ڪرڻ ڪانپوءِ انهن مان ڪن جيڪي ڪجهه ڪمائي وارا هئا، پرڪاش جا تيز ڪرڻا مٿان ايندا ڏٺا. ان پرڪاش جو سهارو وٺي اڳيرو ويا ۽ ترڪٽيءَ ۾ وڃي پهتا. اُتي پهچي انهن يوگيشورن جو اڳتي وڌڻ روڪجي ويو ۽ ترڪٽيءَ کان مٿي ڪين وڃي سگهيا ۽ اهي ڪنول (برهم ديش) کي ئي پرميشور، سنسار جي رچنا ڪرڻ واري، پالنا ڪرڻ واري ۽ سنسار کي ناس ڪرڻ واري جو ڌام چوڻ شروع ڪري ڇڏيو.

اوجوان پريسٽر چوڻ لڳو ته حضور مونکي ته ڪجهه نه سمجهه ۾ نٿو اچي. مونکي ته "يوگ" لفظ جي معنيٰ به نٿي اچي.

حضور جن فرمايو ته مان توهانکي سڀ سمجهائيندس پر گورو ڌارڻ ڪرڻ خلاف توهانجو اهو بيان خود ئي توهانجي ترڪ جو سڀ کان وڏو جواب آهي.

پريسٽر چيو ته حضور مان پنهنجا اکر واپس ٿو وٺان.

حضور جن فرمايو ته يوگ يا جوگ لفظ اصل سنسڪرت جي شبد "يج" مان نڪتو آهي، جنهنجو ارٿ آهي ملائڻ يا جوڙڻ. تنهن ڪري يوگ جو ارٿ ٿيو آتما کي پرماتما سان ملائڻ جو سادن.

راءِ روشن لعل چيو ته رليجن (Religion) اکر جي به معنيٰ ساڳي آهي. اهو اکر لئٽن ٻوليءَ مان نڪتو آهي. ري (Re) معنيٰ واپس ۽ ليگرس (Lagaris) معنيٰ جوڙڻ. آتما کي پنهنجي مالڪ سان ملائڻ ئي رليجن (ڌرم) جو مقصد آهي يا هئڻ گهرجي.

"من ۽ ان جا ايڪ قسمن جا ڦرڻا پرماتما کي پراپت ڪرڻ جي مارگ ۾ وڏي رڪاوٽ آهن"، حضور جن فرمايو.

يوڳ جو مقصد آهي انهن رڪاوٽن کي دور ڪرڻ. پاتنجلي رشي پنهنجي پستڪ گرنٿ يوڳ سوتر ۾ يوڳ جي پريباشا ڏيندي چيو آهي ته يوڳ اهو سادن آهي جنهن سان چت جي ورتين کي روڪي سگهجي ۽ من جي سڀني ڪرياٽن کي وس ۾ ڪري سگهجي.

بئرسٽر پڇيو، "چت جون ورتيون ڇا کي ٿو چئجي؟"

"چت جي ورتين جو انگريزيءَ ۾ الواد ڪرڻ ڪٺن آهي. چت انتهڪرڻ (اندر جي آرسي، من) جو اهو حصو آهي جنهن تي پدارٿن جو عڪس پوي ٿو. نانا پرڪارن جا آڪار ۽ روپ جيڪي اندر پون چت اڳيان آڻين ٿيون ۽ انهيءَ ڪري چت جون جيڪي اوستائون بدلجنديون رهن ٿيون يا بار بار لڳندڙ وشيه وڪارن جون لهرون جيڪي چت جي سطح کي اشانت ڪن ٿيون، انهن کي چئجي ٿو ورتيون. من جي سطح تي انهن دائما اٿندڙ طوفاني لهرن کي روڪڻ يوڳ جو ڪم آهي."

بئرسٽر چيو، "سائين توهان ڪهڙي نه سندر ۽ سرل ڍنگ سان هر مضمون کي کولي سمجهايو آهي."

ستگورن فرمايو ته اها خوشيءَ جي ڳالهه آهي جو توهانکي منهنجي سمجهاڻي سرل لڳي ٿي ڇو ته يوڳ ۽ ٻيا پرمارٿي راز زبان دواران سمجهائڻ ڏکيا آهن.

ٽنهن تي راءِ روشن لعل چيو، "توهانجي سادنا ۽ پاتنجلي يوڳ ۾ ڪهڙو فرق آهي؟"

حضور جن وراڻيو، "اساڃو طريقو سرت شبد يوڳ جو آهي، جنهنکي اپنشد "انهد شبد" ۽ ويد "اُد گيت" چوندا. مسلمان فقير انهيءَ کي "سلطان ال اذڪر" سڏين ٿا. اهو سهج يوڳ آهي جنهنجو ابياس سڀئي ننڍا ۽ وڏا

بلڪل لازمي آهي ته ڪجهه ان ڪان به وڌيڪ گهرجي. جيڪڏهن ڪو ماڻهو سارو ڏينهن ٿالهيون ۽ پليٽون مليندو رهي ۽ کاڌي جي ميز تي سجائي رکندو وڃي پر انهن ۾ کائڻ لاءِ ڪجهه به نه وجهي، ته ڇا ائين ڪرڻ سان هن جي بک لهندي؟ زندگيءَ کي نيڪ پاڪ بڻائڻ آهي اندر کي صاف ڪرڻ. اهڙي طرح من ٻاهر نرمل ٿيندو ۽ روحاني چڙهائيءَ جي لائق بڻجي ٿو پر من جي صفائي هڪ ذريعو آهي پر زندگيءَ جو مقصد نه.

من کي پوتر ڇو ٿو ڪجي؟ صرف انهيءَ لاءِ ته اپوتر چيز پرماتما جي دربار ۾ پهچي نٿي سگهي. من کي نرمل ڪرڻ کانپوءِ ئي آتمڪ چڙهائيءَ لاءِ ڪوشش ڪرڻ کپي جنهن جي سوجهي ڪنهن ساڌو مهاتما وٽان ملندي نه ته آواگون جو چڪر ختم نه ٿيندو. پوتر زندگي گهارڻ ۽ نيڪ ڪرم ڪرڻ جو ڦل اهو ملندو جو منش ٻئي جنم ۾ رئيس راجا، مهاراجا، يا قوم يا ملڪ جو سرڪردو بڻجندو يا ديوتا يا فرشتو بڻجي ڪنهن سرڳ ۾ ويندو پر هوندو ساڳيو ئي چوراسيءَ جي چڪر ۾.

نوجوان بئريسٽر پڇيو ته ديوتائون ۽ فرشتا به ڦيندا آهن ڇا؟

حضور جن فرمايو ته جيڪي آتمائون منش چولي ۾ يگيه تپسيا يا دان پڃ ڪن ٿيون يا پيا پر اپڪار جا ڪرم ڪن ٿيون يا سرڳ جي پراپتيءَ لاءِ وشنو، شو يا اندر جي پوڄا ڪن ٿيون، انهن کي پنهنجي شڀ ڪرمن جو ڦل ماڻڻ لاءِ طرح طرح جي سرڳن ۾ موڪليو ويندو آهي، اهي ئي ديوي ديوتائون ٿين ٿا. هن ماس منڊل وانگر اتي به اندرين جا ڀوڳ آهن. اتي هنن جو شرير سوکيم آهي ۽ پنهنجي ڪرمن انوسار

الي لمبي عرصي تائين رهندا آهن. مقرر معياد تائين ڀوڳ ڀوڳڻ بعد انهن آتمائن کي وري مات لوڪ ۾ واپس موڪليو ويندو آهي. سڀ سرڳ ۽ نرڪ چوراسيءَ جي دائري ۾ آهن.

راءِ روشن لعل پڇيو، "حضور! توهانجي آتمڪ اڀياس جو طريقو ساڳيو پاتنجلي رشيءَ جي پراڻايام جهڙو نه ڪين آهي؟"

حضور جن فرمايو ته انهن ڪونهي. پاتنجلي يوگ جو مکيه ساڌن پراڻايام آهي. اهو اڄ ڪله جي زماني سان نٿو ٺهڪي ڇو جو پراچين زماني بنسبت اسان ۾ اتري شڪتي ۽ ڌيرج ڪونهي. ڪو ورلو برهمچاري يعني سداچار جي نيمن جو پالن ڪندڙ ۽ نيڪ پاڪ جيون گهاري ٿو. ماڻهن جو جهڪاءُ اڪثر ڪري ڀوڳ ولاس ڏانهن آهي. اڄ ڪله جي زرد ۽ بيمار چهرن وارا نوجوان پراڻايام جي ڪٺن ساڌنا يا هٺ يوگ جون ڪِريائون جهڙوڪ ڌوتي، نيتي ۽ بستي ڪيئن ڪري سگهندا؟ پر ان هوندي به اهو يوگ اسانکي سهنس دل ڪنول کان مٿي پهچائي نه سگهندو.

پراچين ڪال ۾ جوڳين کي پنڊ جي ڇهن چڪرن کي پار ڪرڻ ۾ ورهين جا ورهيه لڳي ويندا هئا ۽ اهڙو به ڏاڍي مشڪلات سان ڪري سگهندا هئا. انهيءَ آخرين مقام اشٽ دل ڪنول آهي پر سنت مت جي ته شروعات ئي اُتان ٿي ٿئي. آتما کي هيٺين چڪرن مان مٿي ڪڍڻ لاءِ يوگي، پراڻن جو سهارو وٺندا هئا پر چداڪاش (شرير ۾ ڀرون آڪاش جو نيٽرن جي پويان تيسري تل ۾ آهي) ۾ پهچڻ سان پراڻ چدآڪاش ۾ سمائجي ويندا هئا ۽ اڳتي يوگي ان کان مٿي چڙهائي ڪري نه سگهندا هئا. اهي پوءِ ائين سمجهڻ لڳا ته اهو استان ئي روحانيت جو سڀ کان اوچو

بلڪل لازمي آهي ته ڪجهه ان کان به وڌيڪ گهر جي
جيڪڏهن ڪو ماڻهو سارو ڏينهن ٿالهيون ۽ پليٽون مليندو
رهي ۽ ڪاڌي جي ميز تي سجائي رکندو وڃي پر انهن
کائڻ لاءِ ڪجهه به نه وجهي، ته ڇا انهن ڪرڻ سان هن جي
بک لهندي؟ زندگيءَ کي نيڪ پاڪ بڻائڻ آهي ان کي
صاف ڪرڻ. اهڙي طرح من برابر نرمل ٿيندو ۽ روحاني
چڙهائيءَ جي لائق بڻجي ٿو پر من جي صفائي هڪ ذريعو
آهي پر زندگيءَ جو مقصد نه.

من کي پوتر ڇو ڪجي؟ صرف انهيءَ لاءِ ته اپوتر ج
پرماتما جي دربار ۾ پهچي نٿي سگهي. من کي نرمل ڪري
ڪالپوءِ به آتمڪ چڙهائيءَ لاءِ ڪوشش ڪرڻ کپي جنهن جي
سوجهي ڪنهن ساڌو مهاتما وٽان ملندي نه ته آواگون جو
چڪر ختم نه ٿيندو. پوتر زندگي گهارڻ ۽ نيڪ ڪرم ڪرڻ
جو ڦل اهو ملندو جو منش ٻئي جنم ۾ رئيس راجا، مهاراجا
يا قوم يا ملڪ جو سرڪردو بڻجندو يا ديوتا يا فرشتو بڻجي
ڪنهن سرڳ ۾ ويندو پر هوندو ساڳيو ئي چوراسيءَ جي
چڪر ۾.

نوجوان بئريسٽر پڇيو ته ديوتائون ۽ فرشتا به ٿيندا
آهن ڇا؟

حضور جن فرمايو ته جيڪي آتمائون منش چوليءَ ۾ ڪيئي
تپسيا يا دان پن ڪن ٿيون يا ٻيا پر اپڪار جا ڪرم ڪن
ٿيون يا سرڳ جي پراپتيءَ لاءِ وشنو، شو يا اندر جي پوڄا ڪن
ٿيون، انهن کي پنهنجي شڀ ڪرمن جو ڦل ماڻڻ لاءِ طرح طرح
جي سرڳن ۾ موڪليو ويندو آهي. انهي تي ديوي ديوتائون
ليکن ٿا. هن ماڻ معبل والڪر آئي به اندرن جا پرڳ آهن.
انهن جو شرير سوکيم آهي ۽ پنهنجي پنهنجي ڪرمن انوسار

تہ منش کي پورڻ زندگي گھارڻ کپي، جيترو ٿي سگھي پنھنجي دوستن عزيزن جو ڀلو ڪري ۽ ڪنھن بہ پراڻيءَ کي دک يا نقصان نہ پھچائي. ايمانداريءَ سان پنھنجي روزي ڪمائي ۽ پتا شڪتي انسان ذات جي سيوا ڪري. اھا ئي سرو سريشٽ پوڄا ۽ ڀڳتي آھي ۽ مان سمجھان ٿو تہ اھو ئي ڪافي آھي.

حضور مھاراج جن فرمايو تہ ساڌڪ لاءِ روحاني سفر جون چار منزلون آھن.

پھرين منزل آھي ڪرم ڪانڊ يا شريعت.

ليڪ ڪرم ڪرڻ جيئن سنسار جي سيني ڌارمڪ پستڪن ۾ لکيل آھي.

ٻي منزل آھي اُپاسنا يا طريقت.

ڪنھن ڪامل مرشد جي ھدايت ۽ رھنمائيءَ ۾ روحانيت جي راھہ تي ھلڻ. من ۽ اندرين کي قابو ڪرڻ ۽ پاڻ کي ڌيان ۽ ڀڳتيءَ ۾ لڳائي رکڻ.

ٽين منزل آھي ڀڳتي يا معرفت.

مالڪ جي پيار ۾ اھڙو لين ٿيڻ جو ھن کانسواءِ ٻي ڪنھن بہ ڳالھہ جو فڪر ئي نہ رھي ۽ چت مان سنسار ۽ سنسار جي پدارٿن جو خيال ئي نڪري وڃي، پنج وڪار ختم ٿي وڃن. من ۽ اندريون وس ۾ اچي وڃن. سنسار جي سکن ۽ اندرين جي ڀوڳن جي ترشنا ختم ٿي وڃي.

چوٿين منزل آھي گيان يا حقيقت.

ستيہ يا حقيقت کي ڄاڻڻ ۽ پرماتما سان ملي ھڪ ٿي وڃڻ.

پرماتما جي پراپتيءَ لاءِ پورو ۽ ليڪ جيون واپس ڪرڻ

ته مولانا روم ٻئي هنڌ چيو آهي ته :-

جيڪڏهين تون خدا سان ملڻ چاهين تو ته وڃي خدا جي کنهن پياري جي صحبت ڪر. جيڪڏهن ڪعبي جي زيارت ڪرڻ وڃين تو ته پاڻ سان رهنما کڻ جو پاڻ اتي ويو هجي، پوءِ هو ڪٿي هندو هجي، ترڪ هجي يا عرب. هنجي روپ رنگ کي نه ڏس. صرف هن ۾ جيڪا رستي ڏيکارڻ جي لياقت آهي، اها ڌيان ۾ رک. پرماتما ۽ پرمارٿي ڳالهين جو گيان کنهن پوري مرشد جي سهايتا کانسواءِ حاصل نه ٿي سگهندو. جيڪو الله جي اوچن آلمڪ منڊلن ۾ داخل ٿيڻ چاهيٿو، جيڪو مالڪ جي درگاه ۾ پهچڻ چاهيٿو، اهو ضرور کنهن رهبر ۽ رهنما جي ضرورت محسوس ڪريٿو. پر جيڪو اهو الله روپي سفر طئي ڪرڻ ني نٿو چاهي، انجي مرضي جيڪي وڻيس سو چوي.

راءِ روشن لعل چيو، ”اِئين سچ آهي پر ڪيترا پاکنڊي پرماتما جي نالي ۾ ماڻهن کي ٺڳيندا آهن.“

حضور جن وراڻيو، ”ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي. خود سنتن هميشه جگياسن کي اهڙن دوکيبازن کان بچڻ لاءِ خبردار ڪيو آهي. مولانا روم جو ڪلام آهي: ”عام طور شيطان نقلي سادن جي ويس ۾ رهندو آهي. انڪري پنهنجو هٿ ان رهبر کي نه ڏي جنهنکي تو پرکيو ناهي. جهڙي طرح نردوش ابوجهه پکين کي جاريءَ ۾ ڦاسائڻ لاءِ شڪاري پکين جي ٻولي ٻوليندو آهي اهڙي طرح ٺڳ ۽ دوکيباز سادو ابوجهه ماڻهن کي ڦاسائڻ لاءِ سنتن جي طريقن جو نقل ڪندا آهن ۽ سنت ٻاڻيءَ مان چورايل گفتا ٻوليندا آهن. انڪري چڱي طرح سوچي سمجهي گورو ڪرڻ کپي.“

ڊاڪٽر هرنامداس چيو ته حضور! منهنجو وشواس آهي

ڪڍڻ حاصل ٿي سگھندو؟"

لعهن تي راءِ روشن لعل چيو، "سائين! اڄڪلهه گورو ڀڳتي ته اسانجي ڀارت جي سماج کي ڏاڍي هاڃي پهچائي آهي ڇاڪاڻ ته اڄڪلهه جي اوت ۾ ڪيترا ڍونگي گورو سڌن سادن ماڻهن کي ٺڳيندا ٿا وتن."

حضور جن فرمايو، "اهو ٺيڪ آهي." پر ٻيو ڪو رستو به ڪونهي. سڀني سنتن جو اُپديش آهي ته گوروءَ بنا پرڀو پراپتي ناممڪن آهي. گورو صاحب فرمائين ٿا:-

"ڪهه نانڪ پربهه ايهه جنائي،
بن گور مڪت نه پائي ڪوئي."

ڪبير صاحب فرمائين ٿا:-

"گور بن مالا ڦيرتي، گور بن ديتي دان،
گور بن دان حرام هئه، جاءِ پوڇو ويد پران."

مولانا روم فرمائين ٿا:-

"يار بايد راهه را تنها مرو،
از سر خود اندرين صحرا مشو."

يعني خبردار! هن مارگ ۾ مرشد بغير قدم نه رکو. رستي ۾ گهڻيئي خوف خطرا آهن، جن کان صرف ڪامل مرشد ئي توکي بچائي سگهندو. جيڪڏهين تون عقلمند آهين ته اڪيلو سفر نه ڪر. پاڻ سان رهبر ضرور ڪڻ.

راءِ روشن لعل پراڻي زماني جي ڪانسٽن وانگر، فارسيءَ جو وڏو ودوان هو. هنڪي حضور جن جيڪي مولانا روم جي مثنويءَ مان حوالا ڏنا سي ڏاڍا پسند آيا.

حضور مهاراج جن ڳالهه جو سلسلو جاري رکندي فرمايو

ڪئي آهي، ڪرائسٽ سمجهس آهن ته "اي انسان! پرماتما جي بادشاهت توهان جي اندر آهي ۽ پرماتما جي کوج اتي ئي ڪرڻ کپي." مڪتي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪٿي به ٻاهر وڃڻ جي ضرورت ناهي. منش شرير هن وشال رچنا جو هڪ ننڍو نمونو آهي ۽ جنهن جو رچيندڙ خود ان ۾ ويٺو آهي. ڪنهن اهڙي سنت سڄڻ جي کوج ڪريو جنهن کي ان خزاني تائين پهچڻ جي گپت مارگ جي ڄاڻ هجي ۽ توهان کي به مالڪ جي محل تائين وٺي وڃي سگهي. هن کي گورو چئو، استاد يا رهبر چئو، يا ڪنهن ٻئي نالي سان توهين ڪيس سڏيو.

ان نوجوان وري وچ ۾ ئي چيو ته توهين گورو ڀڳتي جو ئي پرچار ڪري رهيا آهيو. سمجهو ماڻهوءَ کي گورو ڌارڻ ڪرڻ جي ضرورت ئي ڪهڙي؟

حضور جن مشڪي فرمايو، "ڀلا توهين ودوان آهيو پر ڇا توهين سڀ ڪجهه پاڻيهي سکيا آهيو؟ ٻڌايو توهين يورپ ڇو ويا؟ حقيقت ۾ منش ڄمڻ کانوٺي پاڻيهي ڪجهه به نٿو سکي سگهي، ڪو نه ڪو هن کي هلڻ، ڳالهائڻ، کائڻ، پهرڻ ۽ راند ڪرڻ ٻالپڻ کان ئي سيکاريندو. ماتا پتا، ڀاءُ ڀيڻ، يار دوست، اهي سڀ اسڪول يا ڪاليج ۾ وڃڻ کان اڳ ٻالڪ جا سيکاريندڙ آهن. اسڪول ۾ توهان کي پنجابي، هندي، اردو، فارسي، انگريزي، گڻت، اتهاس، جاگرافي- اهي سڀ سکڻ لاءِ استاد جي ضرورت پيئي. ڪاليج ۾ ارٿ شاستر، فلاسافي، وگيان، ڪيمسٽري، وڪالت، ڊاڪٽري، انجنيري وغيره سکيا. زندگيءَ ۾ اڳتي وڌيا ته توهان جي دوستن ۽ آفيسرن رهنمائي ڪئي. هاڻي جڏهن دنيا جي علم يا هنر سکڻ واسطي استاد جي ضرورت پوي ٿي ته پوءِ آتما ۽ پرماتما جو گيان، جو انهن سڀني کان پيچيدو آهي، اهو بنا گوروءَ

”ها آهن ۽ انهن جي اصليت اهڙي آهي جهڙو هينئر توهانجو ۽ منهنجو هتي موجود هجڻ.“ حضور مهاراج جن فرمايو.

لڇمن ٽي روشن لعل بئريسٽر چيو، ”منهنجو متر اهي سوال پڇڻ ۾ ڊڄي سگهيٽو. مهرباني ڪري سنت مت جي اصولن ۽ پريو پراپتيءَ جي مارگ تي پرڪاش وجهو.“

حضور مهاراج جن فرمايو، ”سنت مت نهايت سرل آهي. سنتن جي اها سکيا آهي ته جيڪي به دک ۽ ڪليش اسين ڀوڳيون ٿا سي صرف انهيءَ ڪري جو اسين پرماتما کان وڇڙيل آهيون ۽ انهيءَ ڪري انهن کان ڇٽڻ جو اهو ئي طريقو آهي ته آتما واپس وڃي پرماتما ۾ سمائجي. هي سنسار اسانجو اصلي گهر ڪونهي. آتما ته پرم آنند ۽ چيتنتا جي ان ساگر جي هڪ بوند آهي جنهنکان وڇڙي هنکي ڪروڙين سال گذري ويا آهن. هيءَ هن دنيا ۾ هڪ پرديسڻ آهي. آتما جهڙي ڀي چيتن وستو آهي ڪاله ۽ هوءَ پرماتما جي نور جي هڪ پرڪاشمي ڪِرڻ آهي جا هتي اچي گندگيءَ ۾ ڦاسي پيئي آهي. انين سمجهو ته منائي ۽ ٻئر (جڙ ۽ چيتن) هڪ ٻئي سان ۾ ڳريا ويا آهن. اها ذاتي اسمانتا ئي آتما جي دکن ۽ مصيبتن جو مول ڪارڻ آهي.

جيستائين آتما واپس پنهنجي گهر ۽ پنهنجي مالڪ سان ميلاپ نه ڪندي تيستائين سندس دکن ۽ ڪليشن جو انهاس ختم نه ٿيندو. سنت مهاتمائون هوڪو ڏئي چون ٿا ته ان مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ توهانکي پنهنجي شرير کان ٻاهر وڃڻ جي ضرورت ناهي. هيءَ انساني ديهه ئي زنده پرماتما جو مندر آهي. هن نون دوارن واري مندر ۾ ئي پرماتما جو نواس آهي. ٻاهر اڄ تائين نه ڪنهنکي مليو آهي ۽ نه ملندو. سڀ سنت مهاتمائون، پير پيغمبر جن به پرمارٿ جي کوج

آسان آهي پر هڪ امير آدميءَ جو پرماتما جي ديش ۾ پهچڻ مشڪل. اهو سنسار جي پدارٿن جو موهه ئي آهي جو اسانکي بار بار هن ماس منڊل ۾ ڇڪي ٿو آڻي ۽ جنم مرڻ جي چڪر ۾ ڦاسائي ٿو رکي. سنسار ۾ رهو پر سنسار جا غلام نه ٿيو. پنهنجا سڀ ڪم ڪار ڪريو پر نرموهي ٿي ڪريو. "دست ڪار دل يار" هن سان هاج ڪريو پر دل دلدار ۾ جوڙي رکو. من کي نياري رهڻ جي عادت وجهو. اهو ڪو نهايت مشڪل ڪم ڪونهي. سارو ڏينهن دنيوي ڪمن ڪارين جي سر انجامي ڪريو پر امرت ويلي ٻه ڪلاڪ "پنهنجو ڪم" ڪريو."

نوجوان بئريسٽر ڪجهه ڪلندي ۽ ڪجهه گنڀير ٿي پڇيو، "اسين جيڪي ڪجهه ڪريون ٿا اهو اسانجو "پنهنجو ڪم" ڪونهي؟"

حضور جن اتر ڏنو، "نه، رات ڏينهن، چوويهه ئي ڪلاڪ جيڪي ڪجهه توهين ڪريو ٿا اهو توهانجو پنهنجو ڪم ڪونهي. ذرا ڪن ڀر ان ڳالهه تي غور ڪريو. توهانجو سڀ کان گهڻو وقت نه پنهنجي عيال اولاد لاءِ ڪمائڻ ۾ ٿو وڃي. ڪجهه وقت مٽن مائٽن ۽ يارن دوستن جي شيوا ڪرڻ ۾ گذري ٿو وڃي. هر روز ڪجهه وقت توهين پنهنجي شرير جي ديکڀال ڪرڻ ۾ وليت ڪريو ٿا پر اهو شرير ۾ توهانکي هڪ ڏينهن ڇڏي ويندو. 'توهين' هي شرير ڪين آهيو. هن مٽيءَ جي پتلي کي هڪ ڏينهن ڇڏڻو ئي پوندو ۽ هنکي يا ته آگ جي سپرد ڪرڻو پوندو يا مٽيءَ ۾ دفنائڻو پوندو. توهان جو پنهنجو ڪم آهي، پنهنجي آتما کي نرڪ ۽ چوراسيءَ کان بچائي واپس پرماتما جي ڌام ۾ پهچائڻ."

"سچ پچ نرڪ ۽ سرڳ آهن ڇا؟" بئرلسٽر پڇيو.

نون ڌرم، سمپردايه يا سماج ڪڙي ڪونه ڪندا آهن ۽ لڪي اهي پاڻکي ڪنهن به ڌرم، گرنٿ يا مت سان جڪڙي رکندا آهن. انهنجو اُپديش سڌو ۽ سرل ٿيندو آهي ۽ پنهنجي شش کي اهائي هدايت ڪندا آهن ته جنهن به ڌرم ۽ سماج ۾ توهانجو جنم ٿيو آهي ان ۾ ئي رهو. پرماتما ڌرم يا مذهب بدلائڻ سان ڪين ملندو آهي.

سنتن ڪڏهن به ڪنهن ڌرم جو پايو ڪين وڌو. انهن جي چولي ڇڏڻ کانپوءِ سندن ئي پوئلڳن پاڻکي ڌار ڌار فرقن ۾ ورهائي، انهنکي نون ڌرمن جي شڪل ڏني ٿا. سنت ڪڏهن به ريت رواج يا ڪرم ڪانڊ جي هدايت ڪين ڪندا آهن ۽ نڪو ڪا خاص پوشاڪ پهرڻ يا رهڻيءَ جو آديش ڏيندا آهن.

هو دنيا کي تياڳڻ يا گهر ٻار کي ڇڏڻ جو اُپديش ڪين ڪندا آهن. دنيا ۾ رهندي ۽ پنهنجا فرض نباهيندي، پرماتما جي بخشيل نعمتن مان سک پلي وٺو پر نرمل بڻي ۽ ويڪ سان. پنهنجي من کي هن سنسار جي فنا ۽ ناسونت پدارٿن جي موهه ۾ اڙو نه ڦاسائي رکو جو انهنجي جدائي توهان لاءِ دک ۽ چنتا جو باعث بڻجي پوي. انهن پدارٿن جي اصليت ۽ مهتو کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪريو. اهي سڀ توهانجي ورتائڻ لاءِ آهن. توهين انهن جا غلام نه بڻجو. پنهنجي گذران لاءِ پيسو ڪمايو پر انکي گهڻي اهميت نه ڏيو. سوچي ڏسو ته دنيا مان ڪوچ ڪرڻ وقت يا پرلوڪ ۾ ڌن دولت ڪهڙي مدد ڪندي؟

”ڪرائيسٽ ڪهڙن نه صاف سندر لفظن ۾ ٻڌايو آهي ته پرماتما جي پراپتيءَ ۾ ڌن دولت ڪيڏي نه رڪاوٽ آهي! هن فرمايو آهي ته سڻيءَ جي ناڪي مان اُٺ جو لنگهڻ وڌيڪ

مجبور ٿي هنڪي هڪ ڪوڙهيءَ جي جهوپڙيءَ ۾ رات ڪاٽڻي پيئي ۽ ٻئي ڏينهن هنکي شفا بخشيائون. سقراط وانگر گورو نانڪ کي به "گمراهيو" (گمراه ڪندڙ) سڏ پيندا هئا.

"سڀني سڌارڪن جي قسمت ۾ انهن ئي هوندو آهي. آريه سماج جي سنستاپڪ سوامي دياننديءَ کي به زهر ڏنو ويو." راءِ روشن لعل چيو.

نوجوان بئريسٽر پڇيو، "راڌا سوامي" لفظ جو مطلب ڇا آهي؟"

حضور جن فرمايو ته مان ان مضمون تي پوءِ ٿو اچان. پهرين مان توهانکي سنت مت جي خاص سڌانتن بابت ٻڌائيندس. پر ڇو ته مان توهانجو ئي سوال پهرين ڪيان ٿو. جيئن پرماتما جا پيا به انيڪ نالا آهن، اهڙي طرح راڌا سوامي پڻ ان پرماتما جو هڪ نالو آهي. راڌا معنيٰ آتما ۽ سوامي معنيٰ ڪل مالڪ. گهڻو ڪري سنتن مهاتمائن پرماتما کي سوامي ڪري پڪاريو آهي. گورو نانڪ صاحب فرمائين ٿا، "اوچ اپار بي انت سوامي، ڪوڻ جاڻي گڻ تيري" ڪبير صاحب پڻ انکي "سوامي" ڪري سڏيو آهي. راڌا لفظ جوڙڻ ڪري اها سڀ غلط فهمي پيدا ٿي آهي.

باوا هرنامسنگهه پڇيو، "توهانجي ۽ گورو نانڪ جي مت ۾ ڪهڙو فرق آهي."

حضور جن اتر ڏنو، "ڪجهه به نه. نانڪ، ڪبير، دادو، پلٽو، تلسيداس، جگجيون، شمس تبريز، مولانا روم، خواجه حافظ، منصور، بابا فريد، مجاديد الف ثاني ۽ ٻين سنتن، پوءِ ڪٿي هو ڪهڙي به ديش، قوم يا مذهب جا هئا سڀني ان هڪ ئي ستيه جو پرچار ڪيو آهي. سڌانت، طريقا،

لاءِ اتي آرام ڪرسيءَ ۾ ويٺا. آها! هنجي اها مڌر مرڪ
ڪهڙي نه پياري ۽ ڪشش واري هئي! انجو ورڻن ني اٿو
تي سگهي. سندن اٿڻ وهڻ، ڳالهائڻ، مطلب ته هر ادا
۾ عجيب جادو ۽ اپار شانتي سمايل هئي.

شروعاتي ڳالهه ٻولهه ڪانپوره راءِ روشنلعل پنهنجي من
جي ڳالهه ظاهر ڪندي پڇيو، ”حضور! توهانجي مت جون
ڪهڙيون سکيائون آهن؟“

حضور مهاراج جن ڪجهه فرمائين تنهنکان اڳ ئي نوجوان
بئريسٽر بدرا وچ ۾ ٿي چيو ته اسان ٻڌو آهي ته توهين
پرماتما کي ڪوله مڃيندا آهيو ۽ ان جي بدران گوروءَ جي
پوڄا ڪندا آهيو.

حضور جن فرمايو، ”توهان جي مهرباني! جو توهان هي
سوال پڇي منهنجو ڪم آسان ڪيو آهي ۽ سنت مت جي
ٻن مول سڌانتن جي تائيد ڪئي آهي. اسين نه رڳو پرماتما ۾
پورن وشواس ٿا رکون بلڪ اهو ٿا مڃون ته سچي شانتي ۽
مڪتي ليستائين نه ٿي ملي جيستائين آتما اُن پرماتما ۾ لين
نٿي ٿئي، جو پرم آنند جو ساگر آهي، جو سرو پرڪاش،
گيان ۽ آنند جو ڀنڊار آهي. پرماتما ئي سنت مت جي آد ۽
انت آهي....“

انهيءَ تي نوجوان بئريسٽر چيو، ”تعجب جي ڳالهه ڇئبي
جو ماڻهن هن مت لاءِ ڪهڙا نه عجيب افواهه ڦهلائي رکيا
آهن!“

”ٻين جو نه پاڻ وڏيڪ برو حال ٿيو،“ مهاراج جن فرمايو.
”دنيا ڪرائيسٽ، ڪبير، منصور ۽ ٻين سان ڪهڙو
سلوڪ ڪيو؟ هڪ سياري جي رات جو گورو نانڪ کي
ڪسور شهر ۾ ڪنهن به پنهنجي گهر ۾ اچڻ ڪونه ڏنو ۽

# وارتالاپ جو آرنڀ

تاريخ مهني يا سال جو مونکي ڏيان ڪونهي ڇو جو ان جي ضرورت ڪونه سمجهي ويئي پر ايترو ضرور ياد اٿم ته اهو سياري جي وئڪيشن جو وقت هو، جو لاهور جو ڊسٽرڪٽ ۽ سيشن جج راءِ بهادر منالعل هميشه وانگر پنهنجي موڪل جو وقت حضور جن جي چرنن ۾ گذارڻ لاءِ ڪن دوستن سان گڏجي ڏيري ۾ آيو هو. انهن آيل دوستن ۾ هڪ هو راءِ روشن لعل بئريسٽر، لاهور هاءِ ڪورٽ جو مشهور وڪيل جو ڪنهن وقت پنجاب آريه سماج جي پريزيڊنٽ سڀا جو سڀاپتي پڻ رهي چڪو هو ۽ ٻيو هو لاهور وارو مشهور ڊاڪٽر باوا هرنامسنگهه، ميلريا جو اسپيشلسٽ، ٽيون نوجوان بئريسٽر مسٽر ڊنگرا (يا بندرا)، ڊاڪٽر ......... علي هڪ مسلمان ڊاڪٽر ۽ ٻيا ٻه معزز ماڻهو هئا جن جا نالا ياد ڪين اٿم. انهن سڀني کي چانهه وغيره پياري، حضور مهاراج جن جي اينڪ ۾ وهاري، هنن جي اچڻ جي حضور جن کي سوچنا ڏني وئي.

ڪجهه منٽن کانپوءِ حضور جن وٽن آيا. ان وقت سندن شان ۽ جلال ڪنهن شهنشاهه کان گهٽ ڪين ٿي لڳو. مهرباڻي مسڪراهٽ سان اسانجو آدر ڀاءُ ڪري اسان سان گڏ هيٺ فرش تي وهي رهيا. اسان سڀني ڪين وينتي ڪئي ته ڪرپا ڪري آرام ڪرسيءَ تي وهو پر هو اسان سان گڏ زمين تي ئي وينا رهيا. ايتري ۾ بئريسٽر روشن لعل پنهنجي عدالتي چتراڻيءَ کان ڪم ورتو. داتا جن کي عرض ڪيائين ته حضور! جيڪڏهن توهين اسان کان ٿورو مٿيرو وهندا ته توهانکي چڱي طرح ڏسي ۽ ٻڌي سگهنداسين. ان تي حضور جن ڪلي ڏنو ۽ سڀني جي دل رکڻ

اسانجي رهبري ۽ رهنمائي ڪندو رهندو.

اهڙو ڪامل ڪشتيبان هي جسماني چولو ڇڏڻ کانپوءِ به پنهنجي سکن شيوڪن جي سار سنڀال لهندو رهيتو. اهڙا ايڪ مثال حضور جن جي ڪيترن ئي ششن جي ذاتي اپوڙ ۾ آيا آهن. اهڙا هئا حضور بابا ساون سنگهه جن، جي "بياس جا سنت" ٿالي سان پرسڌ هئا ۽ جن پريا ۴۵ سال جيون جي رهنمائي ڪئي ۽ لکيل پڪيل جيو آتمائن جي ڪٿون بہ ذاسه پاسه جي پيد پاو کانسواءِ مدد ۽ سنڀال ڪئي. هنن ۲ اپريل ۱۹۴۸ تي ۹۰ سالن جي ڄمار ۾ هن خاڪي چولي جو لياڳ ڪيو.

دريائي لعل

جڳياسوءَ مٿان زوريءَ مڙهڻ جي ڪوشش ڪانہ ڪئي ۽ نڪو ڪنهن کي اَڌو وشواس رکي انهن سکيائن کي سوڪار ڪرڻ لاءِ چيو. بلڪ هو انهيءَ ڳالهہ تي زور ڏيندا هئا تہ نام جي ڪمائيءَ دواران پنهنجو انڀو حاصل ڪري پوءِ ئي سنت مت جي سڌانتن کي مڃو. پر گڏو گڏ ڪجهہ مول سڌانتن کي عارضي طور ڀروسن سوڪار ڪرڻو ئي پوندو، جهڙي طرح جاميٽريءَ ۾ ڪجهہ انومانن کي مڃي اڳتي وڌڻو پوندو آهي.

حضور جن جي لقط نگاهہ وشال ۽ وياپڪ هئي جنهن ۾ مذهبي تعصب کي ڪو بہ استان ڪونہ هو. هو پنهنجي ستسنگن ۾ عام طور مسلمانن ۽ صوفي فقيرن جي ٻاڻيءَ ۽ وچنن جا حوالا ڏيندا هئا ۽ خاص ڪري قرآن جي هن آيت تي گهڻو زور ڏيندا هئا:-

"موتو قبل الموتو" يعني مرڻ کان اڳي مرو.

جڏهن منش ڪمائي ڪري روز روز مرڻ سکي ٿو يعني پنهنجي اچا انوسار شرير مان چيتنتا کي هٽائي مستڪ ۾ شو ليتر وٽ ايڪاگر ڪري سگهي ٿو تہ پوءِ جڏهن تہ هو موت، تي فتح پائي ٿو ۽ هن لاءِ آخرت جي عذابن جو تہ ڪو سوال ئي ڪونهي.

حضور مهاراج جن فرمائيندا هئا تہ مانک جنم دُرلڀ رتن آهي جو بار بار نٿو ملي. اسين صرف منش چولي ۾ ئي چوراسيءَ جي چڪر مان آزاد ٿيڻ جو پريتن ڪري سگهون ٿا يعني من ۽ مايا جي جار مان ڇوٽڪارو حاصل ڪري پنهنجي نج ڌام ڀڃي سگهون ٿا جتان آد ۾ اڪتا هيون. اهو مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ اسانکي ڪنهن ڪامل مرشد يا پورڻ ستگوروءَ جي آگيا ۾ رهي اڀياس ڪرڻو پوو. اهو سدت ستگورو نہ رڳو اسانکي ساٿ ٿا سيڪار پندو اسان سان آخرين منزل تائين هر وقت انگ سنگ رهي

هوندي پڻ الوڪي نمرتا ۽ ديمتا جا پيدار هئا. آتم گيان ۽ پربو پراپتي جي نرمل مارگ ۾ هدن ايڪ جيون جي سهائتا ڪئي ۽ ڪين اندر ۾ اوراني درشن جو سهارو ڏيئي ڪرتارٿ ڪيو. اهڙا پريمي شش جن ڪي سندن روحاني رسائيءَ جو قدر هو سي جڏهن سندن چرنن ۾ جهڪڻ چاهيندا هئا ته هو ڪين منع ڪندا هئا. مشڪندڙ چهري سان ٻئي هٿ جوڙي سڀني کي نمسڪار ڪندا هئا ۽ هميشھ فرمائيندا هئا ته مان داسن جو داس آهيان ۽ اهو منهنجو فرض آهي ته مان جيون جي سهائتا ۽ سيوا ڪريان.

## حضور مهاراج جن جي سکيائن جو سار

هننجو اُپديش هو ته انسان جي ديهه هري مندر آهي الهيءَ ۾ ئي پرماتما جي پوڄا ڪرڻ جڳائي. جيڪڏهن ڪو انسان روحاني تجربو يا کوج ڪرڻ چاهي ۽ پنهنجو پاڻ سڃاڻڻ چاهي ته الهيءَ لاءِ سڀ کان عمدي پريوگ شالا (Laboratory) ۾ هڪڙي پنهنجي اندر ئي ملندي. سڀني سنت مهاتمائن جي سکيا آهي ته "خدا جي بادشاهت" يا پرماتما جو ڌام منش جي اندر آهي ۽ هو الهيءَ جو اپيو تڏهن ڪري سگهندو جڏهن نمرتا ۽ ڌيرج سان شبد يا نام جي ڪمائي ڪندو. هي اُهوئي شبد آهي جنهن جي باري ۾ ڪرائيسٽ فرمايو آهي ته "اُهو پرماتما وٽ هو ۽ اُهو پرماتما هو ۽ اڄ به اُهو پرماتما آهي" اهو شبد هن ڪلجڳ ۾ به پوري گوروءَ جي ڪرپا سان پراپت ٿي سگهيٿو. اهو شبد نه صرف ساري رچنا جو سهارو آهي بلڪ اساڄي اندر ۾ هر وقت گونجي رهيو آهي. الهيءَ شبد ذريعي اساڄي گناهن ۾ ديل آتما آزاد ٿي آڪاش منڊل ا.ڪري آخر وڃي پرماتما ۾ لين ٿئي ٿي.

اڄ جن ڪڏهن به الهن سڌانتن کي ڪنهن به

جڳياسوءَ مٿان زوريءَ مڙهڻ جي ڪوشش ڪانه ڪئي ۽ نڪو ڪنهنکي الله وشواس رکي انهن سکيائن کي سويڪار ڪرڻ لاءِ چيو. بلڪ هو انهيءَ ڳالهه تي زور ڏيندا هئا ته نام جي ڪمائيءَ دوارا پنهنجو اليو حاصل ڪري پوءِ ئي سنت مت جي سدائتن کي مڃو. پر گڏو گڏ ڪجهه مول سدائتن کي عارضي طور پهرين سويڪار ڪرڻو ئي پوندو، جهڙي طرح جاميٽريءَ ۾ ڪجهه اصولن کي مڃي اڳتي وڌڻو پوندو آهي.

حضور جن جي نقط نگاهه وشال ۽ وياپڪ هئي جنهن ۾ مذهبي تعصب کي ڪو به استان ڪونه هو. هو پنهنجي ستسنگن ۾ عام طور مسلمانن ۽ صوفي فقيرن جي باڻيءَ ۽ وچنن جا حوالا ڏيندا هئا ۽ خاص ڪري قرآن جي هن آيت تي گهڻو زور ڏيندا هئا:-

"موتو قبل الموتو" يعني مرڻ کان اڳي مرو.

جڏهن منش ڪمائي ڪري روز روز مرڻ سکي ٿو يعني پنهنجي اچا انوسار شرير مان چيتنتا کي هٽائي مستڪ ۾ شو نيترو وٽ ايڪاگر ڪري سگهي ٿو ته پوءِ جڏهن هو موت، تي فتح پائي ٿو ۽ هن لاءِ آخرت جي عذابن جو ته ڪو سوال ئي ڪونهي.

حضور مهاراج جن فرمائيندا هئا ته مانک جنم درلڀ رتن آهي جو بار بار نٿو ملي. اسين صرف منش چولي ۾ ئي چوراسيءَ جي چڪر مان آزاد ٿيڻ جو پرتن ڪري سگهون ٿا يعني من ۽ مايا جي جار مان ڇوٽڪارو حاصل ڪري پنهنجي نج ڌام پهچي سگهون ٿا جتان آد ۾ نڪتا آهيون. اهو مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ اسانکي ڪنهن ڪامل مرشد يا پورڻ ستگوروءَ جي آڳيا ۾ رهي ابياس ڪرڻو پوندو. اهو سنت ستگورو نه رڳو اسانکي ساڌنا سيکاريندو بلڪ اسان سان آخرين منزل تائين هر وقت انگ سنگ رهي

هولدي ٻڌ الوکي لمرتا ۽ ڏيهتا جا پيدا ر هئا . آتم گيان ۽ پريو پرابتي جي لرمل مارگ ۾ هن ايڪ جيون جي سهائتا ڪئي ۽ کين اندر ۾ نوراني درشن جو سهارو ڏئي ڪرتارٿ ڪيو . اهڙا پريمي شش جن کي سندن روحاني رسائيءَ جو قدر هو سي جڏهن سندن چرڻن ۾ جهڪڻ چاهيندا هئا ته هو کين منع ڪندا هئا . مشڪندڙ چهري سان ٻئي هٿ جوڙي سڀني کي لمسڪار ڪندا هئا ۽ هميشهه فرمائيندا هئا ته مان داسن جو داس آهيان ۽ اهو منهنجو فرض آهي ته مان جيون جي سهائتا ۽ شيوا ڪريان .

## حضور مهاراج جن جي سکيائن جو سار

هنجو اُپديش هو ته انسان جي ديهه هري مندر آهي الهيءَ ۾ ئي پرماتما جي پوڄا ڪرڻ جڳائي . جيڪڏهن ڪو انسان روحاني تجربو يا کوج ڪرڻ چاهي ۽ پنهنجو پاڻ سڃاڻڻ چاهي ته الهيءَ لاءِ سڀ کان عمدي پريوگ شالا (Laboratory) ۾ هنکي پنهنجي اندر ئي ملندي . سڀني سنت مهاتمائن جي سکيا آهي ته "خدا جي بادشاهت" يا پرماتما جو نام منش جي اندر آهي ۽ هو الهيءَ جو اپرو تڏهن ڪري سگهندو جڏهن نمرتا ۽ ڌيرج سان شبد يا نام جي ڪمائي ڪندو . هي اُهوئي شبد آهي جنهن جي باري ۾ ڪرائيسٽ فرمايو آهي ته "اُهو پرماتما وٽ هو ۽ اُهو پرماتما هو ۽ اڄ ۾ اُهو پرماتما آهي" اهو شبد هن ڪلجڳ ۾ به پوري گوروءَ جي ڪرپا سان پراپت ٿي سگهيٿو . اهو شبد نه صرف ساري رچنا جو سهارو آهي بلڪ اساڃي اندر ۾ هر وقت گونجي رهيو آهي . الهيءَ شبد ذريعي اساڃي گناهن ۾ ڏبيل آتما آزاد ٿي آڪاش منڊل ڏانهن پرواز ڪري آخر وڃي پرماتما ۾ لين ٿئي ٿي .

حضور مهاراج جن ڪڏهن به انهن سڌانتن کي ڪنهن به

۽ ايوي وچن ۾ لاءِ ڀارت جي سڀني پرانتن مان جگياسو اچي ڪٺا ٿيندا هئا. سنگت هزارن ۾ هوندي ۽ پورن شانتي هوندي هئي.

جيتوڻيڪ هزارين ماڻهو حضور جن جا شش هئا ۽ سندن هر حڪم جي ڀاوري پريم ۽ آدرسان ڪندا هئا ان هوندي به پاڻ هميشه نهٺائي ۽ نمرتا جا پيدا هوندا هئا ۽ ڪوبه جگياسو ساڻن مهل ڪمهل ملي سگهيو ٿي. ايتري قدر جو سيڪريٽري ۽ ٻين جي منع ڪرڻ لئي به پنهنجي لنچ ۽ آرام جي وقت به ماڻهن کي اندر اچڻ جي اجازت ڏيندا هئا. اڪثر ڪري فرمائيندا هئا ته هيءَ ديهه ٻين جي شيوا ۾ لڳي وڃي ته انکان بهتر ٻيو ڇا ٿو ٿي سگهي؟ ڪڏهن ڪڏهن ڏيهي آواز ۾ فرمائيندا هئا ته سنتن جي جاگير آهي ٿي ڏک ۽ ڏاڪڙا. هو هن دنيا ۾ آرام جي زندگي بسر ڪرڻ ڪين ايندا آهن پر ايندا آهن ٻين جي شيوا ڪرڻ ۽ انهن جا دک درد پاڻ تي هموار ڪرڻ. اهو ٻڌي سڀ چپ ٿي ويندا هئا. هو ڪنهن به قسم جي ڪنهن کان به پيٺا ڪين وٺندا هئا. سندن عقيدو پڻ گورو نانڪ صاحب جن جهڙو هوندو هو ته:

”گهال کاءِ ڪڇ هٿون دي نانڪ راهه پڇاڻي سوءِ.“

ارٿات جيڪو پنهنجي روزي پاڻ ڪمائي ٿو ۽ ان ڪمائيءَ مان ڪڇ دان ڪري ٿو، انکي ٿي پرماتما جو مارگ هٿ اچي ٿو.

سندن شيوڪن، جنهن ۾ قريب قريب سڀني قسمن جا ماڻهو هئا، کي به اها هدايت هئي ته حق حلال جي ڪمائيءَ تي گذارو ڪريو ۽ ڪنهن کان به ڪا پيٺا نه وٺو.

جيتوڻيڪ حضور جن الوڪڪ شڪتين سان ڀرپور هئا سندن سڀني جاتين ۽ پرانتن ۽ ٻاهرين ملڪن جا هزارين شش هئا ان

گورو نانڪ صاحب فرمائين ٿا اهڙي طرح سرت شبد جو
اڀياس ڪري هن ڀوساگر مان تري پار پئو.
هن ڏوهي جي تورن تي لفظن ۾ سندن سنساري ۽
پرمارٿي رهڻيءَ جو سار اچي ٿو وڃي.

هنن جو اپديش اهڙو نه سرل ۽ ڳوڙهه وشين جي وياکيا
اهڙي نه سولي ۽ موهيندڙ هوندي هئي جو هڪ اڻ
پڙهيل روواجي ڳوناڻو به ڪين چڱيءَ ريت سمجهي سگهندو
هو. انهيءَ هوندي به اهي اپديش اهڙي ڳوڙهي گيان سان
ڀريل هوندا هئا جو چڱا چڱا ودوان ۽ فلاسافر پڻ پڙهي دلگ
رهجي ويندا هئا.

حضور مهاراج جن پنهنجي اُپديش ۾ ڪڏهن به اويتا يا
اصليت جي دعوي نه ڪئي ۽ بارڪ اظر سان ڏنو وڃي ته
هن سنسار ۾ ڪا نئين وستو آهي به ڪانه. صرف نئين بوتل
۾ پراڻي روحاني دوا ڏني حضور جن انهيءَ ئي اپديش کي
دهرايو جيڪو ڪبير ۽ نانڪ، دادوءَ ۽ بلتوءَ، حافظ ۽
مولانا روم، پنهنجي زماني ۾ جيون کي ڏنو.
فرمائيندا هئا ته سنتن جي پيڙهي ڪڏهن ختم نٿي ٿئي
۽ هنن جو قوم، مذهب ۽ ذات پات سان ڪو به سنبنڌ نٿو
رهي. سنتن جو اُپديش سرولوڪ آهي. گورو نانڪ صاحب
جن فرمائين ٿا:-

”کتري براهمڻ سوُد وئس،
اُپديس چئه ورنا ڪئه ساجها.“

حضور مهاراج جن جا شيوڪ انڪل به لک هئا جن ۾
سيٺيون ڌنوان جا ماڻهو، جهڙوڪ چترواپاري، هوشيار پروفيسر
وڪيل ۽ ڪي راجا مهاراجا به هئا. مهيني جي آخري آرتوار
تي جيڪو ستسنگ ٿيندو هو انهيءَ ۾ ستگورن جا پريمي پريا

هن ڪڏهن هڪ پئسو به سنسنگي يا ٻي ستسنگيءَ کان پنهنجي ذاتي خرچ لاءِ نه ورتو ۽ هميشه حق حلال جي ڪمائيءَ مان گذارو ڪرڻ جي هدايت ڪندا هئا. حصار ضلعي ۾ سرسي پرسان سڪندرپور ڳوٺ ۾ ڪين ڪافي وڏي زمين (Farm) هئي جا هن حياتيءَ ۾ ئي پنهنجي پٽن کي ورهائي ڏني.

سندن مختصر جيون ڪي مان پنهنجي دوست پروفيسر ڄڳموهنلعل جي هن ليک سان سماپت ڪيان ٿو.

" بياس جي نديءَ ۽ معمولي اسٽيشن کان اڳ پڳ ٽي ميل پري، سنساري جهنجهٽن کان دور ايڪانت ۾ پورن مهاتما رهندو هو، جنهنکي عام طور " بياس جو سنت " ڪري سڏيندا هئا.

هو سنياسي يا ٻيسوي ڪونه هئا. هن ڪڏهن به گيڙوءَ رنگا وستر ڪين پهريا ۽ نڪي هن جا شش اهي وستر پائين ٿا سواءِ انهن جي، جي اڳ ئي ڪنهن سنياسين جي سمپرداءِ سان واسطو رکندڙ آهن. هو پنهنجي ستگوروءَ، بابا جئمل سنگهه جن وانگر صاف سفيد وستر پهريندا هئا. پوءِ به هو پنهنجي جيون اهڙا نه نرموهي ٿي وتيت ڪندا هئا، جو جيڪي اوچا آدرش گورو نانڪ صاحب جن پنهنجي هينين پاڻيءَ ۾ فرمايا آهن، انهجو حضور مهاراج جن زندهه مثال هئا.

" جئسي جل مهه ڪمل نرالم مرغائي ليساڻي،
سُرت سبد ڀئه ساگر ترئي نانڪ نام وکاڻي. "

جهڙي طرح ڪمل پاڻيءَ ۾ رهندي به پئسي نٿو ۽ مرغابي پاڻيءَ ۾ ئي رهيتي پر جڏهن به اڏامي ٿي ته خشڪ پرن سان،

حضور مهاراج ڄڻ سوامي جي مهاراج ڄڻ جي سار لهڻ جو پنجابي اُلٿو ڪيو ۽ گورمت سڌانت نالي پستڪ ٻن ڀاڱن ۾ خود لکيو ۽ اُهي ٻئي هينئر انگريزيءَ (Philosophy of the Masters) ۾ ٻين ٻولين ۾ ڇاپا ڇپجي چڪا آهن.

ڊاڪٽر جانسن ايم-اي، ايم-ڊي، پي-ڊي، هڪڙو آمريڪن سرجن ڏيري ۾ ڪافي سال لڳاتار رهيو (١٩٣٢ کان ١٩٣٩) ۽ هن ٻه مشهور پستڪ لکيا، ”وِد اُ گريٽ ماسٽر اِن انڊيا“ (With a great Master in India) ۽ ”د پاٿ آف دي ماسٽرس“ (The Path of the Masters) جي هينئر وديشي جگياسن لاءِ ڄڻ ته روشن منار جي مثل آهن ۽ انهن جا وڏهڙائيءَ ۾ ڪيترائي سنسڪرڻ ڇپجي چڪا آهن. ڪرنل سي-ڊبليو سئنڊرس، جو ١٩٣٦ع ۾ هندستان جي وائسراءِ جو ملٽري سيڪريٽري هو ۽ پوءِ ايمرجنسي ڪميشن جو چيئرمين به ٿي رهيو، انهيءَ هڪ نهايت سندر ۽ وچار ڀريو پستڪ ”دي انر وائس“ (The Inner Voice) لکيو آهي جو ٻه ايڪ ڀاشائن ۾ ڪيترائي دفعا ڇپجي چڪو آهي. انگريزيءَ ۾ ٻيا به ڪيترا ڪارائتا پستڪ شايع ٿي چڪا آهن جهڙوڪ ”لائيٽ آن سنت مت“، ”سائنس آف دي سول“، ”اسپريچوئل جيمس“، ”مسٽسزم آر دي اسپريچوئل پاٿ“ ٻه ڀاڱا، ”دي مسٽڪ بائيبل“ ”سنت مت انڊ دي بائيبل“ ”سار بچن“، ”ٽيلس آر دي مسٽڪ ايسٽ“، ”ڊسڪورسز آن سنت مت“، ”ڊوائين لائيٽ“، ”ڪنسيٽ فار لائيٽ“، ”رنگنگ رنڊيس“ وغيره.

حضور مهاراج ڄڻ جي خانگي زندگي نهايت سادي هئي.

ظاهر ڪرڻ کان گهبرائيندا هئا. پر حضور مهاراج جن انهن جي دلين ۾ اهڙي نه همت ۽ مردانگي ڀري جو اڄ هو هن پرم ستيه کي ٻي ڌڙڪ سويڪار ڪرڻ لڳا آهن ۽ پاڻ کي سنت مت جا پوئلڳ چوائڻ ۾ فخر ٿا ونن. اڄ هن مت جا سخت ورودي به مڃين ٿا ته ستسنگي ماس مڇلي شراب کان پرهيز ڪن ٿا ۽ نيڪ پاڪ زندگي رکي مالڪ جو ٻچن بندگي ڪن ٿا.

ڪو وقت هو جڏهن پنجاب ۾ ڪنهن راڌا سوامي مت جو نالو ني ڪونه ٻڌو هو ۽ هاڻي اهو وقت آيو آهي جڏهن ڀارت جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ سون بلڪ هزارن جي تعداد ۾ ستسنگي ڦهليل آهن. ڪنهن به ڳوٺ يا قصبي ۾ وڃبو ته اوهانکي ڪو نه ڪو ستسنگي ضرور گڏبو. پامبي ۾ هن وقت هزارن ۾ ستسنگي آهن ۽ ڪجهه سال اڳ اُتي ستسنگ گهر ٺهرايو ويو جو شهر جي خاص سنن هالن ۾ هڪڙو آهي. دهليءَ ۾ هفتيوار ستسنگ ١٣ هنڌن تي ٿيندو آهي ڇاڪاڻ ته شهر جو ڦهلاءُ ڪيترن ميلن ۾ آهي.

حضور جن سنت مت جو سنديش نه صرف ڀارت جي ڪنڊ ڪڙڇ تائين پهچايو بلڪ وديشي ملڪن ۾ به ۽ اڄ انگلنڊ، اميريڪا، ڪئناڊا، افريڪا، سئٽزرلئنڊ ۽ دنيا جي ٻين ڪيترن ديشن ۾ راڌا سوامي ستسنگ جا سنا مرڪز بڻجي ويا آهن. هر سال سياري ۾ انهن ملڪن مان ستسنگي ڏيري ايندا آهن ۽ ستگورن جي چرنن ۾ ويهي سنت مت جي سکيائن کي ٻڌندا آهن ۽ انجي گهرائن جو چنتن ڪندا آهن. در اصل، ڏيرو هينئر دنيا جو هڪ پرسڌ روحاني مرڪز بڻجي چڪو آهي.

ستسنگ سمنڊ جي ڪناري، ڪلڪتي ميدان ۾ ڪرڻو پيو.

حضور جن اُتر پرديش جي بلند شهر، خرجا، پساوا، ميرٺ، سهارنپور ۽ ٻين ڪيترن وڏن شهرن ۾ پڌارڻ ويا. سانگلي رياست جي مهاراجا جي وينتي ڪرڻ تي حضور جن سانگليءَ پڌارڻ ويا. رستي ۾ حضور جن ممبئيءَ ۾ ستسنگ ڪيا. هي شهر مايا ۽ ڀوتڪ واد جو مرڪز آهي. هن دوري ۾ حضور جن پوني ۾ جنرل راجواڙي ۽ سندس پتني راڻي لڪشمي ٻائي راجواڙي جي بنگلي ۾ پڻ ستسنگ ڪيا. مونمدي سرمور پنڪ جوشي، ڪي سي ايس آ، مشهور وڪيل ۽ اُن وقت گورنر جي ايگزيڪيوٽو ڪائونسل جي گرهه وڀاڳ جي ميمبر، جي عرض ڪرڻ تي امراوتيءَ ۾ پڻ ترسيا. انهن سڀني شهرن ۾ حضور جن جي ستسنگن ۾ ايترا ته ماڻهو ايندا هئا جو سڀ هال ۽ شاميانا ڪچا ڪچ ڀرجي ويندا هئا ۽ ڪيترن ئي ماڻهن کي ٻاهر ويهڻو پوندو هو. سانگليءَ جو مهاراجا ستسنگ لاءِ پنهنجو محلات خالي ڪري، پاڻ ۽ سندس راڻي، راجڪمار ۽ راجڪمارين سميت وڃي ٽنبن ۾ رهيا. جتي ڪٿي حضور جن جا ستسنگ بلڪل شانتي ۽ ڌيان سان ٻڌا ويندا هئا.

حضور جن جي هن دوري سڄي هندستان جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ سنت مت جو ڦهلاءُ ڪيو ۽ هزارن جي تعداد ۾ ماڻهو سنت مت ڏانهن ڇڪجي آيا. مختلف ڌرمن ۽ ذاتين جا ماڻهو، مختلف وچار ڌارائون رکندڙ پرش، هندو، مسلمان، يهودي، عيسائي، پارسي، جين، بنگالي، مدراسي، گجراتي، مرهٽا ۽ سنڌي سڀيئي سنت مت جي زبردست ڪشش محسوس ڪرڻ لڳا. حضور مهاراج جن جو ڏيري ۾ ڪارج شروع ڪرڻ کان اڳ اهڙو به وقت هو جو راڌا سوامي ستسنگي پاڻ کي

۽ انهن مان ڪيترا نه اها ڳالهه کليءَ طرح مڃيندا هئا ته بياس جي سمت هن ماڻهن جون ماس شراب ورتاڻ ۽ ٻيون بريون عادتون ڇڏايون آهن. هيءَ اهائي ڌرتي آهي جتي اڄ کان قريب ٢٠٠ سال اڳ چوٽيهن رياستن جي راجپوت راجائن گورو گوبندسنگهه جي سکيا کي ٻڌڻ کان انڪار ڪيو هو ۽ هن جي خلاف وڃي دشمن سان مليا هئا.

پنجاب کان پوءِ حضور مهاراج جن هندستان جي ٻين پرانتن ۾ نام جو پرچار شروع ڪيو. شري ليجومل پاولاڻيءَ جي وينتي ڪرڻ تي حضور جن سن ١٩٣٠ع ۾ ڪراچي، حيدرآباد سکر ۽ سنڌ جي ٻين به ڪيترن شهرن ۾ ستسنگ ڪيا. ان وقت ديوان صاحب هڪڙوئي سنڌي ستسنگي هو ۽ پهريان ٻه ڏينهن ته سندس بنگلي جي باغ ۾ ئي ستسنگ ٿيو. اُهي ٻئي ڏينهن ستسنگ ۾ ماڻهو ايترا نه ٿورا آيا جو ديوان صاحب چيو ته اشتهار ڇپائي شهر ۾ ورهائجن جيئن ماڻهن کي حضور جن جي پڌارڻ جو پتو پوي. اهڙي قسم جي پرچار ۽ اشتهار بازيءَ کي حضور مهاراج جن پسند ئي ڪين ڪندا هئا. هنن فرمايو، ”ديوان صاحب ٿورو ترسو، توهانجو مفت ۾ ئي ڪافي پرچار ٿي ويندو، توهانکي اڪي اشتهارن ورهائڻ جي تڪليف وٺڻي پوندي ۽ اڪو ڪجهه خرچ ئي ڪرڻو پوندو.“

تنهن ڏينهن ڪنهن ڪراچيءَ جي جنتا کي خبردار ڪرڻ ۽ اشتهار ڇپائي ورهايا ته بياس واري سمت کان هوشيار هجو، جو هو سنتن جي باڻيءَ ۽ سکيا جو غلط ارٿ ٻڌائي ٿهن کي غلط راهه تي وٺي ٿو وڃي. نتيجو اهو نڪتو ۽ شام جو ستسنگ ۾ ايترا ته ماڻهو آيا جو ٻئي ڏينهن کان

ڊيرا اسماعيل خان، جهيلم، گجرانوالا، وزيرآباد، سيالڪوٽ، جمون، لائلپور، ملتان، مانٽگومري، سرگوڌا، اوڪاڙا، شيخوپورا، امبالا، دهلي، روهتڪ، روپڙ، حصار، هوشيارپور، ڪانگڙا، پالمپور، سملا، فيروزپور ۽ ٻين شهرن ۾ ستسنگ ڪيا. لاهور، امرتسر ۽ جلندر ۾ ته اڪثر هر مهيني ستسنگ ڪرڻ لاءِ ويندا هئا. ڪپورٿلا، ڦگواڙه، ڦلور، سلطانپور لوڌي، ٻياوان، بٽالا، ترنتارن، گرداسپور، دسوها، فاضلڪا، ڄڳاڌري، موگا ۽ ٻين سوين ننڍن وڏن ڳوٺن ۽ شهرن ۾ ستسنگ ڪندا رهيا.

پنجاب جي لڳ ڀڳ سڀني وڏن شهرن ۾ راولپنڊي، ملتان، لاهور، مانٽگومري (جي هينئر سڀ پاڪستان ۾ آهن) امرتسر، جلندر، لڌيانا وغيره ۾ وڏي لاڳت سان شاندار ستسنگ گهر ٺهي راس ٿيا. هاڻي نه پنجاب جي نه رڳو ڳوٺن ۽ شهرن ۾ ستسنگ گهر آهن بلڪ انهن ڏورانهن پهاڙي علائقن ۾ به، جتي حضور جن ستسنگ جا خاص مرڪز مقرر ڪيا هئا. ڀرور (پالمپور ڀرسان) ڪانوڪي ڀڙ (پاروان بنگلي ڀرسان) ڀوٽا (اونا وٽجهو) منڊي (پراڻي مشهور منڊي رياست) ۾ تمام ٺڪ ستسنگ گهر اڏيل آهن. پنجاب جي مشهور پهاڙ ڊلهاوسيءَ ۾ حضور مهاراج جن ني عاليشان بنگلا خريد ڪيا. انهن ستسنگ گهرن ۾ حضور جن هر سال گهٽ ۾ گهٽ هڪ هفتو ته ضرور ويندا هئا. جتي به حضور جن ويندا هئا ته اوسي پاسي جي بيشمار سنگت پنهنجي ستگورن جي مهما ڳائيندي اچي اُلي ڪني ٿيندي هئي. پهاڙي لوڪن لاءِ ته هر سال اهو چڻ ته هڪ وڏي ميلي جو موقعو ٿي پوندو هو. ايتري قدر جو غير ستسنگي به پنهنجو وير وروڌ ۽ دشمني وساري وهندا هئا

ٻن ٽن سالن ۾ ڏٺري جو اڪيلو ستسنگ گهر، جنهن ۾ ستسنگ ٿيندو هو، سو ڏينهون ڏينهن وڌندڙ سنگت لاءِ ڪافي نه رهيو. پوءِ وڏو ستسنگ گهر (بابا جئمل سنگهه هال) جنهن ۾ ڏهه هزار ماڻهن جي وهڻ جو پربند ٿي سگهيو، ٺهرايو ويو. پر انهيءَ ۾ به سنگت سمائجي نه سگهي. هينئر اُن ۾ مهاراج جن لاءِ دان ڏيندا آهن ۽ ڪڏهن ڪڏهن مينهن جهڙ ۾ ستسنگ ٿيندو آهي.

حضور مهاراج جن هڪ موقعي تي فرمايو ته ڪيڏو به وڏو ستسنگ هال ڪٿي ٺهرايو پر آئينده ستسنگ ته کليءَ ميدان ۾ ئي ڪرڻو پوندو. انهيءَ ڪاڻ ڏٺري ۾ يا ٻين هند جتي دؤري ۾ ستسنگ ٿيندا آهن، سي سڀ شاميانا لڳائي کليل ميدان ۾ ئي ڪيا ويندا آهن. ڪڏهن ڪڏهن ته اهي شاميانا سنگت لاءِ ٿورا ٿيندا آهن ۽ ڪجھ سنگت کي اُس ۾ ويهڻو پوندو آهي. حضور مهاراج جن جي دؤرن کي جي وستار سان ورڻن ڪجي ته ڪئين پستڪ لکجي وڃن. حضور جن جي ديا مهر جون وارتائون ۽ ڪرامتون، سندن اڻٿڪ ڪم ڪرڻ جي شڪتي، آڌي رات تائين جاڳي سچ جي متلاشين کي وقت ڏيڻ، دور دور پهاڙي علائقن تائين دؤرا ڪري اُتي جي غريب لوڪن کي چتائڻ، انهن سڀني جي بارتي ...ڪي ورتانت پڌرا آهن. گورونانڪ، ڪبير ۽ ٻين پراچين سنتن وانگر حضور جن سڄي ڀارت جو دورو ڪيو. پشاور کان وٺي بمبئيءَ تائين ۽ ڪراچيءَ کان وٺي ڪلڪتي تائين، انيڪ نگرن ۽ ڳوٺن ۾ پهچي اڇوت ۽ پتڪيل جيون کي سنت مت جو پيغام ڏيئي سندن سڪل دلين کي پرماتما جي ڀڳتيءَ سان سرسبز ڪيو.

هنن پشاور، راولپنڊي، ايبٽ آباد، ڪالاباغ، ڪوهاٽ،

جلندر جي هن وقت ويهن هزارن کان مٿي ستسنگي آهن. اُتي سردار ڀڳتسنگهه، ڪانسواءِ ٻيو ڪو ستسنگي ئي ڪونه هو. ڪٿا ڪيرتن ۽ ستسنگ، جي پراچين هندو ڌرم جا مکيه انگ هئا، تنکي ماڻهن نظرانداز ڪري ڇڏيو هو. ٻين سنتن وانگر حضور مهاراج جن کي به چئني طرفن کان ٿيندڙ مخالفت کي منهن ڏيڻو پيو.

هندو ڌرم جي سڀني فرقن ۽ سمپردائن هنجو سخت ورود ڪيو. راڌا سوامي مت جي خلاف ڪئين قسمن جا افواهه ڦهلايا ويا ۽ بدنام ڪرڻ ۾ ڪا به ڪسر ڪانه ڇڏي وئي. ستسنگين کي "انسان پرست"، "ڀوت پريتن ۾ وشواس رکندڙ" ۽ "جوت ڪائيندڙ" وغيره ڪوٺيندا هئا.

پرستگورن جو اُپديش ڪهڙو هو؟ سڀني سنتن، جهڙوڪ گرو نانڪ، ڪبير صاحب، پلٽو، دادو، تلسي صاحب، روداس وانگر، حضور جن جي اها ئي سکيا هئي، "پرماتما ۾ سمائجڻ بنا ڪڏهن به سچي خوشي ۽ شانتي پراپت نه ٿيندي ۽ اهو پرماتما ڪٿي ٻاهر ڪونهي. اسانجو شرير ئي سچو مندر آهي جنهن ۾ هو رهيٽو. ڪنهن اهڙي واقفڪار کي ڳوليو جنهن هنکي ڏٺو آهي ۽ توهانکي به ڏيکاري سگهي" انهيءَ ۾ ڀلا ڪهڙي اعتراض جوڳي يا ناراض ٿيڻ جي ڳالهه هئي؟ ڪرائيسٽ، محمد، زردشت، نانڪ، ڪبير ۽ ٻين سڀني سنتن جو به اهوئي اُپديش هو. پر دنيا جا ماڻهو لڪير جا فقير آهن. هو پنهنجي پنهنجي ڌرم جي اصليت کي ليستائين ٻڌڻ ۽ سمجهڻ جي ڪوشش نٿا ڪن جيستائين ڪين سندن ڌرم جا پرچارڪ پراڻين رسمن ۽ سدانتن مطابق نه سمجهائين. پر تنهن هوندي به حضور مهاراج جن هنکي پنهنجي سنديش ڏيڻ ۾ ڪامياب ٿيا.

جو پيد ڏاو. جڏهن هن پهرين ڏينهن ۾ ستسنگ شروع
ڪيو ته ان وقت پنجاب ۾ اٽڪل ٢٠٠٠ ستسنگي هئا ۽
پندارن ني حاضري ۾ ٿي سو هولدي هئي جا پوء لک کان
به وڌي ويئي.

بابا جيمل سنگهه مهاراج جن ٢٤٠٠ جيون کي نام دان ڏنو ۽
گهڻو ڪري فرمائيندا هئا ته مونکان پوء جيڪو ڪم سنڀاليندو
سو ڏهوڻي شڪتي ۽ ديا مهر جو پندار ڪڍي ايندو.

جڏهن مهاراج جن پنجاب ۾ پرچار شروع ڪيو ان وقت اوڪن
ڏهن گورن ۽ سنت مت جي سکيائن کي پُلائي چڏيو هو.
وڏا وڏا ودوان به گورو نانڪ جي آتم سکيائن کي پوک ۽
ويدانت سان پيت ڪرڻ لڳا. پنجن نامن جو پيد الوپ ٿي
ويو هو ۽ ڪنهن کي سرت شبد يوگ يا الهه مارگ جي
بوجهه ڪانه هئي. گورن جي اها مول سکيا "بن گور مڪت
نه پائي ڪوئي" ڪنهڪي ياد ني ڪانه هئي بلڪ انهيء
جو کلي طرح کنڊن ڪيو ٿي ويو. انڻ پڙهيل مورتين، تيرٿن
۽ بين جڙ پدارٿن جي پوجا، جنهنجو سنتن هميشهه کنڊن ڪيو
آهي، ۾ لڳل هئا ۽ پڙهيل ماڻهو پشچمي سکيا جي زير اثر
اچي ناستڪ بڻجي پيا هئا.

ناستڪپڻي جو زور ايتري قدر هو جو ملڪ ۾ ڪيترن
هندو ناستڪن پنهنجون سنسٿائون برپا ڪيون هيون. ڌرمي
جهڳڙا ۽ مذهبي فساد هميشهه چڙيا رهندا هئا. پرماتما مان
ماڻهن جو وشواس لڪري چڪو هو ۽ عام لوڪ اڌرم جي
وهڪ ۾ وهي رهيا هئا.

مالڪ جي ديا مهر کي جوش ۾ آڻڻ لاء شايد انهن ڳالهين
جو هئڻ ضرور هو. امرتسر، لاهور، لڌيانا، هوشيارپور،
امبالا، دهلي جهڙن شهرن ۾ به بلڪل ٿورا ستسنگي هئا.

[illegible] ٻوڪ جو ته حضور اڳ ۾ ئي ايياس ڪيو هو.

[illegible] پرمارٿ جي کوج جي دوران ۾ (١٨٩٤) سندن [illegible] شاهڻ سنگهه کين ٻڌايو ته بابا جئمل سنگهه نالي هڪ [illegible] سنت مريءَ ۾ آيو آهي ۽ وڌيڪ ٻڌائين تہ توهان [illegible] وقت کان سچي ۽ اوچي گوروءَ جي کوج ۾ آهيو، [illegible] سان گڏجي هلو ته توهانکي اهڙو گورو ڏيکاريان.

[illegible] جا ئي چار سنتسنگ ٻڌڻ سان سندن سڀ شنڪائون [illegible] وئون ۽ محسوس ڪيائون تہ جهڙي گوروءَ جي [illegible] سو مليو آهي. بابا جي مهاراج جن کين دکشا ڏني [illegible] ٻوڪ، جنهنجو ذڪر گرنٿ صاحب ۽ ٻين سنتن [illegible] آيل آهي، جي ايياس جو طريقو سيکاريو.

[illegible] وقت بابا جئمل سنگهه مهاراجن کين چيو [illegible] واسطي ايترو پريان مري ٻهاڙ تي آيو [illegible] مولوت امانت پيل هئي جا اڄ مون توکي

[illegible]

[illegible] جن جي عمر ٣٦ سال هئي ۽ مريءَ ٻهاڙ [illegible] هئا. جلد ئي حضور جن جي نوڪريءَ [illegible] ٿي ۽ سنساري جيون کان به اداس ٿي [illegible] پيرا باباجي مهاراج جن کي عرض [illegible] اجازت ڏيو تہ نوڪريءَ تان استيفا ڏئي [illegible] چرن ڪنولن ۾ رهان. پر سندن اها [illegible] ٿيندا هئا ۽ کين چوندا هئا تہ وقت ايندو [illegible] ڏيري ۾ رهندا.

[illegible] اپريل ١٩١١ع جي ٻهرئين هفتي ۾ رٽاير [illegible] (جڏهن جولي جوسہ سماڀا) تائين [illegible] عرصي ۾ هُمن ١٢٦٠٠٠ جيون کي نام

جيترو ٽيڪ وٽن سڀ ڪجهه هو- پيسو، عزت، صحت، عهدو ۽ ٻيا انيڪ سنساري سک پر تڏهن هوندي به هنن هميشه انهيءَ چيز جي ڪمي محسوس ڪئي جا هنن کي سچي خوشي ۽ شانتي ڏئي سگهي. سندن آتما کي ان وستوءَ جي کوج هئي جا هن جڳ سنسار ۾ ملي نٿي سگهي ۽ اها هئي پرماتما جي پراپتي. هنن جي اها روحاني پياس ڪڏهن به ترپت نه ٿي.

حضور جن ڪيترا سال ڪوهه مريءَ ۾ ايس. ڊي. او ٿي رهيا ۽ اُتي ڪيترن مَتن ۽ ڌرمن جي سادن سان ملڻ جو کين موقعو مليو. ڪشمير ۾ هندن جو مشهور تيرٿ امرناٿ آهي. جيڪي سادو ۽ سنياسي اوڏانهن ويندا هئا تن کي مريءَ مان لنگهڻو پوندو هو. گهڻو ڪري ڪو نه ڪو سادو مهاتما حضور جن جي گهر رهيل هوندو هو بلڪ سندن مڪان کي ڪوٺيندا ئي هئا سادو مهاتمائن جو ڏيرو.

هڪ ٻُڌ ڀڪشوءَ کان ٻُڌمت ۽ جين مت جا گرنٿ پڙهيائون. آهي به سندن آتمڪ پياس کي اجهائي نه سگهيا. چاڪاڻ جو هنن کي نه پرماتما جي ساکيات درشن جي ابلاکا هئي ۽ مرڻ کانپوءِ مڪتيءَ جي ڪنهن واعدي ۾ وشواس ڪو نه هو. جي اهو ڪرتا اساڄو پرم پتا آهي ۽ اسين سندس ٻالڪ آهيون ته پوءِ ڇو جڳتري ٿي ٻالڪ پتا جي درشن کان محروم رهن؟ هڪڙي پادريءَ جنهن کان بائيبل پڙهيائون، انهيءَ صاف ظاهر ڪيو ته مونکي اهڙي ڪنهن به سادن جي خبر ڪانهي جو ٻين مَتن وارن کين پنهنجي پنهنجي ڪرڻائن ۽ پوڄائن ۾ لڳائڻ جي ڪوشش ڪئي. ڪي تبيت جا لاما به کين گڏيا پر انهن ٿي لڳو نه پاتنجليءَ جي يوگ کان مٿي انهن وٽ ٻي ڪا سادنا ڪانه هئي ۽

# حضور مهاراج جن جو مختصر جيون چرتر

حضور مهاراج جن جو جنم تاريخ ٢٧ جولاءِ ١٨٥٨ع گريوال ذاتِ جي هڪ اوچي خاندان ۾، پنجاب جي جتالا ڳوٺ، ضلع لڌيانا ۾ ٿيو. سندن پتا سردار ڪابل سنگهه جن ملٽريءَ ۾ صوبيدار ميجر هئا. ان زماني ۾ اهو عهدو وڏي ۾ وڏو ڳڻبو ويندو هو جو ڪنهن هندستانيءَ کي ملي سگهيو ٿي.

بالپڻ کان وٺي حضور جن نهايت تيز فهم هئا ۽ سندن پرماتما ڏانهن لاڙو صاف نمودار هو. سندن ڳوٺ ۾ جڏهن به ڪو سادو سنت ايندو هو ته پنهنجي ڏاڏي سان گڏ اتي ويندا هئا. ڏهن سالن جي اوستا ۾ هنن گرنٿ صاحب جو پهريون پاٺ پورو ڪيو. بالپڻ ۾ ئي هنن گورونانڪ صاحب جن جو سري جپ صاحب ڪنٺ ڪري ڇڏيو هو. پنهنجي ڏاڏي کان مليل سکيا ڪارڻ حضور مهاراج جن پنهنجي عالي چرتر، دل جي وشالتا ۽ پريم ڀڳتي ڪارڻ جلدئي پرسدّ ٿي ويا. هنن اُتم ڳڻن سان گڏ قدرت کين سندر ۽ سگهارو شرير ڏنو هو. روڙڪيءَ جي ڪاليج مان ڊگري وٺي هو ايم-اي-ايس ۾ ايس-ڊي-او جي عهدي تي مقرر ٿيا ۽ انهيءَ محڪمي ۾ ٢٨ سال نوڪري ڪرڻ کانپوءِ اپريل ١٩١١ ۾ رٽائر ڪيائون. پر نوڪري پوري ڪرڻ کان ڪجهه سال اڳ رٽائر انهيءَ ڪري ڪيائون ته پنهنجي ستگورو طرفان سونپيل پرمارٿي ڪارج جي نشچت ٿي سر انجامي ڪري سگهن.

ننڍي ڄمار ۾ ئي حضور مهاراج جن ماهر ساڌن جي رهنمائي هيٺ ويدانت ۽ يوگ شاسترن جو ابياس ڪيو.

ر ڪندا آهن. هڪ ڀيري هڪ ماهر فوٽو گرافر ٻنهي
جب ۽ حيرانيءَ کي ظاهر ڪندي مونکي چيو، ”مون
جائن، مهاراجائن، رائين ۽ راجڪمارن، وائسرائن، گورنرن،
جنيتڪ ۽ ڊاڪٽر اڳوائن جا فوٽا ڪڍيا آهن پر حضور
اراج جن ۾ ڪا اهڙي عجيب مٺيا آهي جنهنکي منهنجي
ڪئميرا جهٽي نٿي سگهي ۽ جنهن کي مان بيان ڪري نٿو
گهان يورپ ۽ اميرڪا ۾ پراپل ٽريننگ جي باوجود،
ن الهيءَ کي فوٽي ۾ آڻڻ ۾ اسمرٿ رهيو آهيان. مان
حسوس ڪريانٿو ته اها ڪا جسماني اسٿول سونهن ناهي
ڪ هڪ آتمڪ يا الوڪڪ سندرتا آهي جنهنکي ڪئميرا
ڪڙي نٿي سگهي.“



حضور مهاراج بابا ساون سنگھ جي

چرن ۾ ارپڻ ڪريائون. مرضيءَ جا مالڪ آهن جيئن ڪين وڻي تيئن ڪن.

ميرا مجھ مين ڪڇ نهين، جو ڪڇ هئي سو تور،
تيرا تجھڪو سونپتي، ڪيا لگيگا مور.
(ڪبير)

ڊيرا بابا جئمل سنگھ
١ آڪٽوبر ١٩٦٣

دريائي لعل

لکيتون ھٿ آيون جي ھو پاڻ سان کڻي ويو. اھي سڀ ڪاغذ سنڌس بستري جي وھاڻي ھيٺان پنجن سالن تائين آرام ڪندا رھيا. ھڪ دفعي منھنجي جنم ڏينھن تي صبح جو انھن ڪاغذن کي ھڪ ريشمي رومال ۾ ويڙھي سوکڙي ڪري آيو ۽ چيائين ته مون لاءِ ھڪ انمول سوکڙي تنھنجي جنم ڏينھن تي آندي آھي ۽ اھا جڻ چانھ جي ڪٽليءَ ۾ ساگر سمايل آھي.

مون جواب ڏنو ته مان چانھ پيئڻ ڪونه، مونکي ڪٽليءَ جي ضرورت ئي ڪھڙي؟ ھن چيو ته جي تون اھا سوکڙي نه ڪندين ته مان پاڻ خوش ٿيندس.

ائين ڏسڻ ۾ آيو ته ھي وارتائون ڪيس ڏاڍيون پسند آيون ھيون اڪري، ته رکو مونکي صلاح ڏنائين ۽ مون تي زور رکيائين ته مان اھي ڪتاب جي روپ ۾ آڻيان. مون انھن وارتائن کي ھن روپ ۾ قلمبند ڪري، اھو ھٿ لکيل ڪتاب (Manuscript) وري کيس پڙھڻ لاءِ ڏنو.

وري ھڪ دفعو انھن ڪاغذن کي سنڌس ايڪانت نواس ۾ لمبي عرصي تائين قيد ڀوڳڻو پيو. پر چولي ڇڏڻ کان قريب ٻه ھفتا اڳ سنه ١٩٥٩ ۾ ھن مونکي اھي ڏنا ۽ چيائين ته ھيءَ تنھنجي امانت واپس وٺ، تنھنجي لاءِ، ھينئر لاءِ اھا منھنجي امانت آھي. انکي پاڻ وٽ ئي دبي نه رکج. وري پاڻکي درست ڪندي چيائين ته اھا امانت اڪا تنھنجي آھي، اڪا منھنجي. اھا امانت ته حضور مھاراج جن جي آھي. جنھنجي امانت آھي انکي ئي سونپي ڏج، وساري متان. ان ڪالپوءِ اسين وري ڪونه گڏياسين.

ھينئر ھي پستڪ تنھنجي آڏو، موجوده ستگورن جي

حضور جن جا وچن :-

١- سنت مت
٢- سنت مت ۽ موجوده ڌرمن جي وچ ۾ فرق
٣- پورن گوروءَ جي ضرورت
٤- بيحد ڪيئن "محدود" بڻجي سگهيو
٥- انحد شبد
٦- يوگ ۽ ويدانت
٧- ڇهه چڪر
٨- گيتا ۽ اپنشد
٩- ڪرامتون
١٠- اڀياسين جي لاءِ صحيح پورچن
١١- ٽي گڻ
١٢- منش ديهه جو مقصد
١٣- سنت مت جي سرڀشٽتا
١٤- سڪو عيسائي ڌرم وغيره

وري ويچار ڪرڻ سان مان الهيءَ نتيجي تي پهتس ته انهيءَ رٽا جي ڪارڻ وارتائن جي خوبصورتي ۽ اصليت نه رهندي. انهيءَ ڪري سيئي وچنن کي هڪ ٻئي پويان انيس درج ڪيم جيئن حضور مهاراج جن جگياسن سان وقت بوقت ملاقات ڪندي فرمايا هئا.

انهن وارتائن جون پوريون تاريخون نه ياد ڪولهن پر منهنجي خيال ۾ آخرين لوٽن کي ڇڏي باقي سڀ ١٠-١٢ سالن تائين منهنجي ڪيٽ ۾ پيا رهيا. حضور مهاراج جن جي چولي ڇڏڻ کان قريب سال کن پوءِ منهنجي مترپروفيسر جگموهنلعل منهنجي ڪتابن جي الماڙي ڏٺي ۽ انکي هي

نڪتي آيا. انهن کي مس سان لکڻ ۽ سلسليوار لاهڻ ۾ مولڪي
انکل ان مهنن کان وڌيڪ وقت لڳي ويو. پوءِ اهي مون
ڪتابن جي آمازيءَ ۾ هڪ پاسي ڪٺي رکيا ۽ اهي اتي پيا
ئي رهيا جيسين پروفيسر جڳموهنلعل اچي اهي کنيا.

سردار بهادر مهاراج جن جو مولڪي هي ڪم سولپڻ
جو جيڪو مقصد هو سو پورو ٿيو. منهنجو غم ۽ شوڪ ڪيهن
حد تائين گهٽجي ويو هو. هو مولڪي وقت بوقت
سمجهائيندا رهندا هئا ته حضور مهاراج جن جي چولي
ڇڏڻ ڪري منهنجو هن لمولي رنج ۽ شوڪ ڪرڻ،
ڏيکاري ٿو ته مون سمجهو ئي ڪونهي ته حضور
مهاراج جن حقيقت ۾ ڪير هئا ۽ ”گورو“ شبد جو اصلي
ارٿ ڪهڙو آهي. هنن مون کان پڇيو ته حضور مهاراج جن
کي توهان صرف ديهه سمجهو آهي جنهنجي وڇڻ ڪري
توهين ايترو روئو رڙو ٿا! ياد رکو ته ستگورو ڪڏهن به
مري ڪونه ٿو، هو هميشه توهان سان گڏ آهي ۽ توهان جي
اندر آهي. ذرا پردو هٽايو ۽ هن جو درشن ڪريو. جيتري
اڪير ۽ اتڪنا توهانکي هن کي ڏسڻ جي آهي تنهنکان
ڪئين ڀيرا وڌيڪ انتظار سان هو توهانجي راهه نهاري
رهيو آهي.

شروع ۾ هن ڪتاب جي باري ۾ ها رتا هئي ته حضور
مهاراج جن جيڪي ڪجهه الڳ الڳ وشين تي فرمايو هو،
انهن وشين موجب هن پستڪ کي ڀاڱن ۾ ورهائجي. انهن
لاءِ ٽورا هيٺيان سرا چونڊيا ويا ۽ مختلف موقعن تي جيڪي
ڪجهه هڪ وشيه تي فرمايو هئائون سو هڪ ئي هنڌ ناهي
لکيو ويو.

سردار بهادر جن ۾ مان پراڻا متر هئاسين. شروع شروع ۾ اسين ٻئي هڪ ئي ڪمري ۾ رهندا هئاسين. هنن جو مون سان ورتاءُ ڏاڍو وسيع پريو هوندو هو. هنن کي پين ستسنگين مان خبر پيئي هئي ته حضور جن جي جولي جوت سمائجڻ ڪري منهنجي دل کي ڪيڏو نه گهرو صدمو پهتو هو، سو مونکي پنهنجي ڪمري ۾ وٺي ويا ۽ پورو ڪلاڪ مونکي ڌيرج ۽ دلداري ڏيندا رهيا. آخر فرمايائون ته توهين حضور جن جي وچنن ۾ ستسنگن جا نوٽ لکندا هئا، انهيڪي ترتيب وار ٺاهي ڇو ڪين تا انهيڪي ڪتاب جي صورت ڏيو؟ ائين ڪرڻ سان هڪ ته توهانجو ڌيان ان دک ۾ شوڪ کان هٽندو، ٻيو ستسنگين ۾ پرمارٿ جي شانتي لاءِ اها وڏي شيوا ٿيندي.

مون چيو ته حضور! توهانکي خبر آهي ته اهي ساڌارڻ ڇڪا پينسل سان ڪڏهن ته اخبار جي ڪٽڻ تي لکندو هوس، ڪڏهن ته جيڪو ڪتاب منهنجي هٿ ۾ هوندو هو ان جي اڳئين يا پوئين پني تي لکندو هوس. ڪڏهن ڪڏهن حضور جن جي مڪار بعد مان نڪتل سندر وچن يا مثال ڪن خطن تي ئي لکي ڇڏيندو هوس. اهي ڪڏهن به ڇپائڻ جي ارادي سان ڪونه لکيا هئم ۽ اڪي هڪ هنڌ ڪانهيڪا ڪري رکيا ائم. اڪري ڇئي اٿو سگهان ته ليندا يا نه، پر جي ڪٺي لڏا ته انهن مختصر نوٽن مان ڪجهه تيار به ڪري سگهندس يا نه.

سردار بهادر مهاراج جن زور ڏيئي فرمايو ته حضور مهاراج جن جو هر هڪ وچن املهه ۽ ناياب آهي، توهين اهي ضرور ڳوليو.

مون ڪجهه پراڻا پنا مٽيءَ سان ڀريل ڳولي ته ڪي يا جن تي اهي نوٽ لکيل هئا پر انهن مان ڪيترا نه ٻرڙهي ۾ ئي

محسوس ڪندا هئاسين اهو غائب هو. ان پيار ۽ آنند بجاءِ منهنجي نيڻن مان نير جاري هو. جن هنڌن تان منهنجو مالڪ، منهنجو پيارو ستگورو لنگهندو هو اهي سڀ ۽ ويران پئي ڀاسيا. مون هڪ شيوادار کان سردار بهادر مهاراج جن بابت پڇيو جنهنڪري حضور مهاراج جن پنهنجو جاءِ نشين مقرر ڪري ويا هئا. شيوادار ٻڌايو ته سردار بهادر مهاراج جن آفيس ۾ ڪن ماڻهن کي ملاقات (Interview) پيا ڏين. دفتر ۾ پهچڻ سان اسان ڏٺو ته سردار بهادر مهاراج جن بدران حضور مهاراج جن دفتر جي ورانڊي ۾ آرام ڪرسيءَ تي براجمان هئا، ٺيڪ اهڙي طرح جيئن هميشه ويهندا هئا. اتي اڪيلا ويٺا هئا. اسين پنهنجي ڳوڙهن کي روڪي ڪين سگهياسين ۽ سندن طرف وٺي ڊوڙياسين. هنن اٿي مون پنهنجي ديا مهر جو هٿ رکيو ۽ ڏاڍي پيار سان ان ئي منوهر ۽ مٺي آواز ۾ منهنجي چڱڀلائيءَ بابت پڇڻ لڳا. مان زار زار روئڻ لڳس، پاڻ ته منٽ ٻن لاءِ شانت رهيا. انکانپوءِ سندن ڪرسيءَ سامهون پيل صندل تي ويهڻ جو اشارو ڪيائون، جنهن تي مان هميشه سندن اپاڪاريءَ ۾ ويهندو هوس. منهنجي پتني به هنن جي چرنن ۾ جهڪي ۽ صندل جي هڪ پاسي ويهي رهي. هنن فرمايو، "جج صاحب، توهين هيترا ڏينهن نه آيا ٿي ڪوله، ڪٿي لڪا رهيا؟" مون سندن جواب ڏيڻ لاءِ جيئن ئي منهن مٿي ڪيو ته مون ڏٺو ته سندن اهو سروپ مٽجي سردار بهادر مهاراج جن جو ٿي ويو هو. منهنجي نيڻن مان اڃا به نير جاري هو. سردار بهادر مهاراج جن اهو ڏسي فرمايو، "جج صاحب توهين خوشنصيب آهيو. توهين نه ڳوڙها به ڳاڙي سگهو ٿا پر مونکي ته اڃا به اجازت ڪانهي."

هوندو ۽ جيڪو پرم حضور مهاراج جن اسانجي هردي ۾ اڳين ڪيو هو انجي برابري نه ٿي لٿي سگهي. ڪو به ٻيو پيار ان اڳ مٽي پيار سان پيٽي نٿو سگهجي.

حضور مهاراج جن جي جولي جوت سمائڻ کانپوءِ منهنجي زندگيءَ ۾ ڪا دلچسپي ڪانه رهي. هو منهنجي جيون ۾ ان سمي (١٩١٠ ۾) آيا هئا جڏهن مون اڃا ديوي ڪاروبار شروع ئي ڪين ڪيو هو (مون ١٩١٢ ۾ وڪالت شروع ڪئي هئي) ۽ ١٩٤٧ ۾ رٽاير ڪيو ۽ هنن ١٩٤٨ ۾ چولو ڇڏيو. زندگيءَ ۾ مون لاءِ باقي رهيو ئي ڇا جنهن لاءِ جيئان؟ هو ئي منهنجو جيون هئا، هو ئي منهنجا پران هئا. سارو ڏينهن مان هنن جي باري ۾ سوچيندو هوس ۽ رات جو هنن جا ئي خواب ڏسندو هوس. ان کانپوءِ ڪجهه وقت لاءِ تـه مان ڏيري ۾ ئي ڪونه ويس. گرمين ۾ سملي ويس ۽ اتي به مون لاءِ شانتي ڪٿي! چوماسي شروع ٿيڻ تي مان واپس موٽيس ۾ زرد چهرو ۽ منهن ۾ کڏون پيل ڪٽي آيس. حضور مهاراج جن جي پيار ۽ دَيا مهر جي ياد اچڻ تي منهنجي اکين مان زار زار لڙڪ وهي لڪرندا هئا. هڪ رات جو اهڙي طرح مان روئي سمهي پيس. اچانڪ حضور مهاراج جن درشن ڏنو ۽ پيار سان پڇڻ لڳا، "هاڻي تون ڏيري ڇو ڪين ٿو اچين؟" مون عرض ڪيو ته هاڻي مان ڪنهن وٽ اچان؟ "مون وٽ. تون سمجهين ٿو تـه مان ڪيڏانهن هليو ويو آهيان؟" هنن فرمايو.

چولي ڇڏڻ کانپوءِ اهو پهريون دفعو مون کي درشن ٿيو هو. اها ڊسمبر ١٩٤٨ جي ڳالهه آهي.

ٻئي ڏينهن صبوح جو مان پنهنجي ڀيڻ سان گڏ ڏيري آيس. ۾ ڏيري وڃڻ جي تياري ڪندي جو آنند ۽ پيار

ٻڌيو ته سمائجان ٿان. منهنجو هردو، منهنجي آتما منهنجي شرير جو انگ انگ باغ ٿي ويو. پوءِ اڪيلائيءَ ۾ مون انهي پوٽ کي چمي ڇاتيءَ سان لاتو. مون لاءِ ان ڪان وڌيڪ ٻي ڪهڙي رحمت ۽ بخشش ٿي سگهي ٿي. اهو ڏان ۽ اها ڪرپا هئي جنهن لاءِ وڏا ڪمائيءَ وارا ستسنگي ٻس سڪندا هئا. حضور مهاراج جن جي جيون ۾ سندن وسترن يا ٻين شئي چيزن کي صرف ڇهڻ جو موقعو ڪن نهايت جزوي ستسنگين کي مليو هوندو. پر جولاءِ ١٩٢٦ کان وٺي هنن جي منهنجي مٿان ڪرپا رهي ۽ مولڪي ڪوٽ يا پوٽ پارائڻ جو شرف ڏيندا هئا ۽ اهيءَ شيوا ڪانپوءِ مشڪي چوندا هئا، ”مهرباني“.

پورا ٣٨ سال حضور جن جي شيوا جو آنند ماڻڻ بعد هنن جي جدائي منهنجي برداشت کان ٻاهر هئي. ٩٠ سال ماس معدل ۾ ڪارڻ ڪرڻ ڪانپوءِ هن ٢ اپريل ١٩٤٨ تي هي پنجن لتن جو چولو، جو هن چوراسيءَ جي چڪر ۾ لتوقندڙ دکي آتمائن کي ڀوساگر مان پار اڪارڻ لاءِ ڌارڻ ڪيو هو، لاهي ڦٽو ڪيو ۽ وڃي ابناسي، اسيم، اپار ديا ۽ پرلبر جي ساگر ۾ لين ٿيا.

حالانڪ اها حقيقت آهي ته ستگورو ڪڏهن به مري نٿو، هو سدائين اسان سان انگ سنگ رهي ٿو ان هوندي به هنن جي چولي ڇڏڻ ڪانپوءِ منهنجي حالت دردناڪ ٿي پئي ۽ منهنجي دل ٽڪرا ٽڪرا ٿي پئي. پيارا ڀائرو! توهين اهو اندازو لڳائي ڪين سگهندا ته حضور مهاراج جن جي چولي ڇڏڻ ڪري ستسنگين جي ڪهڙي حالت ٿي. مان اها ڳالهه چڱي طرح سمجهي سگهان ٿو ته توهان مان ڪن کي پنهنجي پيارن جي وڇوڙي ڪارڻ سخت صدمو رسيو

راءِ صاحب منشيرام، راءِ بهادر منالعل، پنڊت لالچند ۽ ٻيا
پريمي ستسنگي ڳڌبا هئا.

ماهواري ستسنگن ۽ ڀنڊارن لـِـي سنگت ايترو ته وڌي وئي جو جولاءِ ١٩٢٦ ۾ حضور مهاراج جن مٿي ذڪر ڪيل پريمين ۽ مونکي پنهنجي بيٺڪ ۾ سڏايو ته هيڏي سنگت جي رهڻ ڪائڻ وغيره جي انتظام ۽ ديک ڀال لاءِ شيواڌارين کي پنهنجي پنهنجي شيوا ورهائي ڏجي. سردار بهادر جڳتسنگهه جن کي لنگر جو انتظام سپرد ڪيو ويو جتي هرڪو ٻنا پيسي کائي سگهيو ٿي. ٻئي هر ناراڻا جن کي لکپڙهه ۽ جنرل انتظام، پروفيسر جڳموهن لعل کي وديشي جڳياسن سان لکپڙهه ۽ سردار ڀڳتسنگهه کي قاعدي قانون جو ڪم سونپيو ويو. جڏهن منهنجو وارو آيو ته حضور مهاراج جن پنهنجي دَيا مهر جو هٿ منهنجي مٿي تي رکيو جو مان حضور جن جي چرنن جي واجهه پٽ ٿي ويٺو هوس ۽ فرمايائون ته هنکي مولوت تي چڙهايو، هي هتي ٿي ڪم ڪندو. انهيءَ ڏينهن کان وٺي سڀيئي مونکي حضور جن جو خاص شيوادار سمجهڻ لڳا.

ٻئي ڏينهن جڏهن حضور مهاراج جن ڏهري جو چڪر هڻي لنگر جي دروازي تي پهتا ته مونکي چيائون ته ڪمري مان ڪپڙي جو بوٽ کڻي اچ. اهو چمڙي بدران اچي ڪئنوس جو ٺهيل هو ۽ ان جو تـرو تلهي سٽيءَ جو هو. حضور جن لنگر ۾ وڃڻ وقت اهوئي بوٽ پائيندا هئا. مان اهو بوٽ کڻي آيس ۽ پائڻ لاءِ سندن چرنن اڳيان رکيم. آها! انهن چرنن ڪملن جي انوکي سوڀيا! ڪير جو انجو ورنن ڪري!! پوءِ مونکي چيائون ته چمڙي وارو بوٽ ڪمري ۾ رکي اچ. مون حڪم جي پيروي ڪئي. مونکي جيڪڏهن ٽنهي لوڪن جي ڪٺي بادشاهي ملي ها ته به جيڪر مان ايترو

جيئو ته هي پاس نه ضرور ٿيندو. تون هنجي پيءُ کي چئج ته انهيءَ ڳالهه جو فڪر نه ڪري ۽ مون ڇوڪري کي پڙهڻ لاءِ هدايت ڪئي آهي.

مون انهيءَ هئان پنهنجي پتا کي شڪرانيءَ جو ليانو موڪليو ته توهانجي چنيءَ موڪلڻ ڪري پاڻ حضور مهاراج جن مونکي پاس ٿيڻ جي خاطري ڏني آهي. انهيءَ ڪري امتحان کان اڳ ۾ هڪ مهنو جيڪا تياريءَ لاءِ موڪل ملي سا مون ڏيري ۾ اچي مهاراج جن جي چرنن ۾ گذاري. بيشڪ مون پڙهيو خوب پر صرف سنت مت جو ساهتيه! انهيءَ عرصي ۾ حضور مهاراج جن مون سان هڪ اکر به ڪونه ڳالهايو، صرف هڪ ٻه دفعو پنهنجي نوراني ايڻ سان مون ڏي نهاريائون. انهيءَ درشنيءَ ۾ هڪ عرشي مشڪ سمايل هئي جنهن منهنجي آتما کي سدا سدا لاءِ باغ بهار ڪري ڇڏيو.

جڏهن امتحان جو نتيجو ظاهر ٿيو ته خود پرنسيپال ۽ پروفيسر نراس ٿي پيا. ڇاڪاڻ ته ان سال رزلٽ تمام خراب آئي هئي. صرف ٢٧ سيڪڙو شاگرد ئي پاس ٿيا هئا. انهن ڏينهن ۾ مان ڏيري ۾ هوس مونکي پتا وٽان تار آئي ته تون امتحان ۾ تمام سٺين مارڪن کڻي پاس ٿيو آهين. ٻئي سال مون ايل. ايل. بي پاس ڪئي.

مون ١ آڪٽوبر ١٩١٢ کان جلندر ۾ وڪالت شروع ڪئي ۽ جولاءِ ١٩٢٠ ۾ ڪپورٿلا رياست جي سول سروس ۾ گهڙيس. مان هر هفتي ڏيري ويندو رهيس. ڏيرو منهنجي زندگيءَ جو انگ بڻجي چڪو هو. جڏهن هفتيوار ستسنگ، ٻي ٻي هفتي ٿيڻ لڳو ۽ پوءِ اهو ماهواري ڪيو ويو تڏهن به مان پنهنجون سڀئي موڪلون ڏيري ۾ ئي گذاريندو هوس. انهن موقعن تي سردار بهادر جڳتسنگھ، سردار ڀڳتسنگھ،

ملڻ کان اڳ مون حضور مهاراج جن جو ڪڏهن به درشن ڪونه ڪيو هو. ان کان اڳ مولکي سنتن جي مهما جي ڪابه سمجهه ڪاڻ هئي. مولکي ڪڏهن اهو سپني ۾ به ڪونه هو تہ پرماتما هن مانت لوڪ ۾ سنت ستگوروءَ جو روپ ڌاري ايندو آهي. پر جڏهن مون ٻڌو تہ حضور مهاراج جن ۹ اپريل ۱۹۱۱ کان اچي ڏيري ۾ رهڻ لڳا آهن، مان پاڻکي بياس وڃڻ کان روڪي ڪين سگهيس. جڏهن بہ مان ڏيري هوندو هوس تہ حضور مهاراج جن جي پنيان هلندو هوس. هڪ از غيبي شڪتي مولکي هميشه هنجي ويجهو وٺي ويندي هئي ۽ من ۾ هڪ عجيب چاهنا رهندي هئي تہ سندن سندر مکڙو ڏسندو ئي رهجي جنهنکي اڇي دستار ۽ سفيد ڏاڙهيءَ هڪ انوکي زينت ڏني بخشي.

چنڇر آرتوار ۽ ويساکيءَ جي موڪل گڏي هر سال چار پنج ڏينهن لڳاتار بياس ويندو هوس ۽ انهيءَ کانپوءِ هر هفتي چنڇر آرتوار لاءِ پيو هفتي جا ڏينهن ڳڻيندو هوس ڇاڪاڻ تہ حضور جن جي حاضريءَ ۾ مولکي هڪ لا بيان آنند ملندو هو.

جڏهن منهنجي پتا کي انهيءَ ڳالهہ جي خبر پيئي تہ هو نهايت ناراض ٿيو ڇاڪاڻ تہ هنجي پرمارٿ ۾ ڪابہ رُچي ڪانہ هئي. هنکي ڪنهن ٻڌايو تہ مان بياس وڃي هر هفتي ٻہ ٽي ڏينهن ونرت وڃائيندو آهيان. هن ڪنهن خاص ماڻهوءَ هٿان حضور مهاراج جن وٽ شڪايت موڪلي. قسمت سان جڏهن اهو ماڻهو چٺي کڻي آيو تہ مان بہ اُتي بيٺو هوس. هنجي شڪايت هئي تہ مهني ڪن ۾ امتحان ٿيڻا آهن ۽ جي ڇوڪرو پڙهائيءَ ڏانهن ڌيان نہ ڏيندو تہ اهڙو ڏکيو امتحان ڪيئن پاس ڪندو؟ حضور مهاراج جن انهيءَ ماڻهوءَ کي

# پوهڪا

هي ڪتاب ڪيئن آرلپ ٿيو تنهن باري ۾ ٻه اکر عرض رکانٿو. هر ديش، ڌرم ۽ قوم جا ماڻهو حضور مهاراج بابا ساون سنگهه جن وٽ ايندا هئا. انهن مان ڪي نه صرف ڏسڻ جي شوق سان ايندا هئا، ڪي سندن اپديش ٻڌڻ لاءِ ايندا هئا ۽ ڪي نام جي ديکشا وٺڻ لاءِ. هن پستڪ ۾ جيڪي وارتالاپ ڏنل آهن سي حضور مهاراج جن وقت بوقت ڏيري ۾ ايندڙ جگياسين ۽ روحانيت جي کوجين جي پڇيل سوالن جي جواب ۾ فرمايا هئا.

هي بي بها مختصر ليکَ (Notes) مونکي ڪيئن حاصل ٿيا؟ حضور مهاراج جن مونکي ٣٠ ڊسمبر سنه ١٩١٠ تي نام بخشيو، جڏهن منهنجي عمر ٢٠ ورهيه هئي ۽ مان لاهور جي لا ڪاليج ۾ پهرئين سال پڙهندو هوس. ان وقت حضور مهاراج جن ايم-اي-ايس ۾ ايس-ڊي-او هئا ۽ رٽائر ڪري تاريخ ٩ اپريل ١٩١١ تي دائمي طور اچي ڏيري ۾ رهيا. اهڙي ريت رٽائر ٿيڻ کان ٿورا ئي مهنا اڳ هنن مونکي پنهنجي چرنن جي شرن بخشي.

حضور مهاراج جن پهرين مئي ١٩١١ کان ڏيري ۾ هر آرتوار تي نيم سان ستسنگ ڏيڻ شروع ڪيو. مان هر شڪروار جي شام جو لاهور مان بياس ويندو هوس ۽ ائان آرتوار شام يا سومر صبح جو لاهور موٽي ايندو هوس. معاف ڪجو جو مون "مان" اکر ڪتب آندو آهي جو غلط آهي، ڇاڪاڻ ته اهو ڪو مان ڪونه هوس جو بياس ويندو هوس پر مونکي ڪا طاقت زبردستيءَ کينچي اتي وٺي ويندي هئي. نام

انهد شبد يا الاهي ڪيرتن کي پڪڙي ٿي جنهن سان ستگورو نام دان ڏيڻ وقت اسانجي آتما کي جوڙي ٿو. اهو انهد شبد آتما کي مٿين منڊلن مان پار ڪري پنهنجي لئج ڌام پهچائي ٿو. ڌنيه آهن اهي سڄڻ جنکي زندگيءَ ۾ پورن ستگورو ملي ٿو.

جوزف ليمنگ

معرفت ٩١١٥، روڊ نمبر ٨٥؛
وود هيون، نيويارڪ (اميرڪا)

وٽي ٿو اهو سچو گورو ڪوٺي. نام دان جي ابلاشيءَ کي ماس ۽ شراب کان پرهيز ڪرڻي آهي ۽ نيڪ پاڪ جيون گهارڻي آهي. من کي ايڪاگر ڪري، آتما کي ان دروازي (شو نيتر) تي، جنهن جي باري ۾ حضرت عيسيٰ فرمايو آهي، "ڪڙڪائيندين ته کلندو" پهچڻ لاءِ، ساڌنا جي سچي جڳتي نام دان ڏيڻ وقت سمجهائي ويندي آهي.

سنت مت جي ابياس جو طريقو نهايت سولو ۽ سرل آهي. ان ۾ هٺ ڪرم يا تن کي تپسا ڏيڻ جي ڪابه ضرورت ڪانه ٿي پوي ۽ نه ڪنهن قسم جو ڪشٽ سرير کي ڏيڻو ٿو پوي. ٻار، ڇا ٻڍو آسانيءَ سان شبد يا نام جي ڪمائي ڪري سگهي ٿو.

جاڳرت اوستا ۾ من ۽ آتما جي بيٺڪ ٻنهي اکين جي وچ ۾ رهندي آهي. اهو پوائنٽ ڇوڻ وٽ ڪ درست ٿيندو ته اهو اصلي مرڪز انهيءَ جڳهه کان ڏيڍ انچ کن اندر آهي. انهيءَ مرڪز تان من ۽ آتما هيٺ لهي شرير جي نون دوارن (ٻه اکيون، ٻه ڪن، ٻه ناسڪائون، هڪ وات ۽ ٻه هيٺيان سوراخ) ذريعي سڄي سنسار ۾ ڦهلجن ٿا ۽ انهيءَ ئي مرڪز تان سڀني قسمن جا خيال اٿن ٿا.

سنتن جي ٻڌايل سکيا اها آهي ته پنهنجي پکڙيل من کي واپس ان مرڪز تي ايڪاگر ڪريو. اهو تڏهن ممڪن ٿيندو، جڏهن پنهنجي لوچ کي ان مرڪز تي رکي گوروءَ کان مليل پنجن پوتر نامن جو سمرن ڪبو. سمرن کانپوءِ آهي ڌيان. سمرن ذريعي اساڻي خيال جون ڌارائون جيڪي هن دنيا ۾ ۽ اساڻي سرير ۾ ڦهليل آهن، سميٽجي شو نيتر ۾ ڪٺيون ٿين ٿيون ۽ ڌيان ذريعي اهو خيال اتي ٽڪي ٿو ۽ ٻاهر ڀٽڪڻ کان روڪجي ٿو. پوءِ ئي اساڻي آتما ان

دنيا جي ڌرم پستڪن ۾ ان سائنس جو ذڪر ڪيو ويو آهي ۽ هر جڳهه جا سنت مهاتمائون، پورن گورو ۽ پيغمبر ان سائنس جا ڄاڻو هئا ۽ ان بابت نئي سکيا ڏيندا هئا.

صدين کان اسين ٻڌندا آيا آهيون ته انساني شرير ئي پرماتما جو سچو مندر آهي پر اُهيءَ مندر ۾ داخل ٿيڻ جو ڀيد صرف ڪو اوچي رسائيءَ وارو مهاتما يا پورن گورو ئي ڏيئي سگهي ٿو. گوروءَ کان چابي وٺي اُهيءَ مندر جو دروازو کولي اندر داخل ٿيڻو آهي. دنيا جا سڀ جيو دائمي خوشيءَ جي تلاش ۾ آهن پر اڄ تائين سنساري وستن مان ڪنهن کي به اها ڪانه ملي آهي. پورڻ شانتي ۽ آنند ڪيول تڏهن ملي سگهندو جڏهن مڪتيءَ جي دروازي کي پار ڪري پرماتما سان ملي پنهنجي اَبَ گهر پهچبو جتي امر زندگي ۽ اٽل شانتي آهي.

هيءَ آتمڪ سائنس آهي جنهن ۾ رسمن ۽ اند وشواس کي ڪو به استان ڪونهي. هي ته آتمڪ انڀوءَ ۽ پرماتما جي نام ۾ پهچڻ جو نُز ۽ اڻ ڳس اُپاءُ آهي. ڪو به جگياسو پاڻ ئي اها خاطري ڪري سگهي ٿو ته سڀني پراڻن ڌرمن جي مول سدانتن ۾ ۽ پورڻ مهاتمائن جي سکيائن ۾ ڪو به فرق ڪونهي. جگياسوءَ کي پنهنجي ڌرم جي اصلي ۽ مول سدانتن ۾ جيڪا ڪجهه ڪمي محسوس ٿئي ٿي ته هيءَ آتمڪ سائنس انجو پورائو ڪري ٿي. سنت مت اسان کان ڪو پنهنجو ڌرم يا مذهب ڪونه ٿو ڇڏائي، پاڻ ان تي وڌيڪ روشني وجهي انهيءَ جي اصليت سمجهائي ٿو.

پورن گورو پنهنجي ذاتي خرچ لاءِ شيوڪ جي ڪرڏي به قبول نٿو ڪري ۽ شيوڪ کي نام دان جي عيوض ڪابه دڪشڻا يا پيتا ڏيڻي ڪانه ٿي پوي. جيڪو گورو پيتائون

اسانجي آتما ستنام جي سمنڊ جو قطرو آهي، اهڙي
طرح سورج جي هڪ ڪرڻ آهي پر من ۽ مايا جو سنگ
ڪري اڃا تائين گندي ٿي پيئي آهي جو پنهنجي روحاني
حقيقت جي سڌ بڌ ڀلائي ويٺي آهي. رچنا جي آد کان
اسانجون آتمائون ڪل مالڪ کان وڇڙي هن سنسار جي
جهاڳ ۾ ڀٽڪي رهيون آهن. اسٿول، سوکيم ۽ ڪارڻ
جسم جي پردن، آتما جي اصلي پرڪاش کي ڍڪي
ڇڏيو آهي. ستگورو اسانکي سيکاريندو ته اهي پردا ڪيئن
لاهجن. جڏهن آتما انهن کان آزاد ٿئي ٿي تڏهن
پنهنجي اصلي ڀڪندڙ روپ ۾ ظاهر ٿئي ٿي ۽
پنهنجي روحاني پيدار ۾ سمائجي وڃي ٿي. اها ڳالهه نه صرف
سنتن جي ديهه ۾ ٿي سگهي ٿي. اهي سڀ نهايت وڏا ڀاڳي آهن
جي هن املهه انساني ديهه جو قدر ڪندا ۽ جنهن اصلي مقصد
لاءِ انسان جو چولو مليو آهي انکي حاصل ڪرڻ لاءِ ڀرپور
ڪوشش ڪن ٿا.

سنتن جي سکيا يا سنت مت جو پرچار يورپ ۽ امريڪا
۾ مشرقي ديشن جي مقابلي ۾ ٿورون آهي، جتي سنت مت
صدين کان وٺي هلندو آيو آهي. انهن سکيائن ۾ آڌياتمڪ
گيان سمايل آهي جنکي اڪثر ڪري سنت مت يا سنتن جو
مارگ چئبو آهي. مغربي ديشن ۾ اڄڪلهه اهڙن جگياسن جو
تعداد وڌندو وڃي ٿو، جن کي هن سائنس دوارا
زندگي جو صحيح مقصد سمجهڻ ۽ آتم گيان حاصل ڪرڻ
۾ سهائتا ملي آهي. سنت مت کي ڌرم، مت يا
فرقو ڪوٺجي. هي ته هڪ وگيانڪ طريقو آهي
جنهن وسيلي اسين هن منش چولي ۾ ئي پنهنجي اندر
رهي پرماتما جي رچنا جو اڀيو ڪري سگهون ٿا. ساري

کنهن به وقت انهن کان خالي ڪانه رهي آهي. هو سنس
۾ اهڙن جيون جي سهائتا ۽ رهبريءَ لاءِ هميشه موجود رهـ
تا، جنکي پنهنجي نج ڌام ۾ واپس وڃڻ جو شوق رکن ٿا.

اهڙا سنت اسانکي ڪڏهن به دنيا کي تياڳڻ يا مذهب
مٽائڻ جي ڪابه هدايت نٿا ڪن ۽ چاهين ٿا ته اسين
سنسار ۾ رهي پنهنجي پتنيءَ، ٻارن ۽ رشتيدارن جي مناسب
سيوا ڪيون پر ان سان گڏوگڏ پرماتما جي ڀڳتيءَ کي به نـ
وساريون. اها سڌي سادي عقل جي ڳالهه آهي ته جهڙي
طرح ڪنهن ڪلا يا وگيان جي سکڻ لاءِ استاد جي ضرورت
آهي اهڙي طرح روحانيت جي گهراين سان پرکل وگيان لاءِ
به ڪنهن قابل استاد جي ضرورت آهي. هن باريڪ راهه
کي بنا رهبر جي طئه ڪرڻ نهايت مشڪل آهي ۽ رهبر به
پورو سنت ستگورو هئڻ کپي جو اسانکي انهيءَ اوچي ۾
اوچيءَ روحاني منزل تي پهچائي جا جنم مرڻ، پرلئه
مها پرلئه جي دائري کان مٿي آهي. ماضيءَ جا سنت مهاتما
جنکي گذرني جڳه تي چڪا آهن سي اسانجي مڪتيءَ جي
راهه ۾ مدد نٿا ڪري سگهن، جهڙي طرح گذريل وقت جو
ڪو ماستر يا پروفيسر هن وقت ڪنهن به شاگرد کي پڙهائي
نٿو سگهي.

انادڪال کان سڀني پورن مهاتمائن جو آتما کي پرماتما
سان ملائڻ جو طريقو ۽ ساڌن ساڳيو رهيو آهي ۽ ساڳيو ئي
رهندو. اهو آهي سرت شبد يوگ يا انهد شبد جي ڪمائي.
اهڙا سنت پنهنجي شش جي آتمائن کي انهيءَ مڌر ۽ الاهي
سنگيت سان جوڙيندا آهن جو رات ڏينهن انسان جي شرير
۾ گونجي رهيو آهي. اهو شبد سچکنڊ مان نڪريو ۽ انهيءَ
کي ٻڌڻ سان سادڪ به ڌيري ڌيري سچکنڊ پهچي وڃي.

آهي. پشچمي پاٺڪن جي چنتن لاءِ هن پستڪ ۾ ڪافي ڪجهه لکيو ويو آهي ڇاڪاڻ ته هي ڪتاب خاص طور انهن لاءِ ئي لکيو ويو آهي. انگريزي ليک هتي حضور مهاراج جن جا آهي وارتالاپ درج ڪيا آهن جن ۾ يورپ يا امريڪا واسي جگياسن ٻهرو ورتو آهي يا اهي ڳالهيون جي پشچمي لوڪن لاءِ ڪنهن نه ڪنهن نموني دلچسپ ٿي سگهن ٿيون.

هنن وارتائن جو اهوئي مضمون آهي جيڪو هر ديش ۽ هر جڳه جي سڀني سنتن جو هوندو آهي. اهو مضمون ڪڏهن ۾ بدلجندو ڪونهي ڇاڪاڻ ته پرماتما ساڳيو آهي، انسان ساڳيو آهي، سنت ۾ ساڳيا آهن ۽ جڏهن سندن اپديش جو مقصد ۾ ساڳيو ئي آهي ته پوءِ اهو مضمون ڪيئن تو بدلجي سگهي؟

سنت پرماتما جا پيارا پتر آهن جن کي مالڪ مهر جو دوت بڻائي هن سنسار ۾ موڪلي ٿو، انهيءَ لاءِ ته هتي جي مهاڏکي جيون کي ڀهجي انهيءَ نج ڌام ۾ وٺي وڃن جتي آنند، مڪتي ۽ شانتي آهي. هو هن دنيا ۾ ڪا قوم، مذهب يا ڌرم برپا ڪرڻ لاءِ ڪونه ٿا اچن ۽ نه ڪو اسانکي ريتين ۽ رسمن ۾ الجهائڻ اچن ٿا. هنن جو اپديش اهو آهي ته انسان جي زندگيءَ جو اصلي مقصد آهي پرماتما جي کوج ۽ اها صرف منش جنم ۾ ٿي سگهي ٿي.

هن پرٿويءَ تي جيڪي چوراسي لک جوليون رهن ٿيون ان مان صرف انسان کي ئي پرماتما کي پائڻ جي شڪتي ۽ يوگيتا مليل آهي. پکي، پسون، وڻ ٽڻ يا ٻيون هيٺيون جونيون کي پرماتما کي پائڻ جو گيان ڪونه ٿو ٿي سگهي بلڪ ديوي ديوتائون يا فرشتا به اهڙي رحمت کان محروم

## مهاڳ

مهنجا سرشت ڀاڳ آهن جو مان هندستان (راڌا سوامي ستسنگ بياس) ۾ ڏيهه ڌاري ستگوروءَ جي سمپرڪ ۾ آيس ۽ مونکي سندن چرنن ۾ وهڻ جو شرف حاصل ٿيو. اهوئي مقصد ڪٽي مان ١٩٥٥ کان اڄ تائين ٿي پيرا راڌا سوامي ڪالوني بياس، پوسٽ ڏيرا بابا جيمل سنگهه ۾ آيو آهيان. هن ڪالونيءَ متعلق مان ايترو هڪڙ جي چئي سگهان ٿو ته هيءَ پوري شانتيءَ ۽ امن جو آرام گاهه آهي جتي هر ڪو جگياسو پورن گوروءَ جي رهنمائيءَ ۽ رهبريءَ هيٺ انمول روحاني ترقيءَ جو لاڀ وٺي سگهي ٿو.

جڏهن مان هتي پهرئين پيري آيو هوس لڏهن ئي مهنجي مترتا جج صاحب ديوان دريائي لعل سان ٿي ويئي. هن صاحب حضور مهاراج بابا ساون سنگهه جن جا وچن ۽ سندن پين سان ٿيل وارتالاپ قلمبند ڪري انهنجو ترجمو ڪيو آهي. حضور مهاراج جن انهن پرم سنتن مان هئا جي وقت بوقت هن سنسار ۾ لوڪن جي ڪلياڻ لاءِ ايندا آهن. ديوان دريائي لعل کي اٽڪل ٥٠ سال اڳ حضور مهاراج جن ١٩١٠ ۾ نام جي بخشش ڪئي هئي ۽ ڪيس ٣٨ سال هننجي پوتر چرنن ۾ رهڻ جو سوڀاڳيه ۽ آنند پراپت ٿيو آهي. اهو سمو هدن سنت مت جي اصولن جو صحيح ۽ پورو گيان حاصل ڪرڻ ۽ اڀياس ذريعي انهو انڀئه حاصل ڪرڻ ۾ وليت ڪيو آهي. ڪمن حضور مهاراج جن جي جاءِ نشين سردار بهادر جگت سنگهه جي مهاراج جن جي شيوا ڪرڻ جو پڻ موقعو مليو ۽ هن وقت موجوده ستگورو حضور چرنسنگهه مهاراج جن جي پرسنل سيڪريٽري جي حيثيت ۾ شيوا ڪري رهيا آهن.

مولانا رومر، شمس تبريز، سوامي جي مهاراج، بابا جئمل سنگهہ جن ۽ ٻين سنتن جو اهو لنڪي مبارڪ رهيو آهي. سنتن جي ان عيان پرمپرا ۾ بياس ۾ حضور مهاراج ساون سنگهہ جن تيا جن ۴۵ سالن تائين ستسنگ ۽ نامدان دوران انيڪ جيون جي رهنمائي ۽ اُڌار ڪيو ۽ انهن وانگر لکي ليکسوي ۽ روحاني شوڀا سان پرپورن مهاراج چرن سنگهہ جن اڄ به سنگت جي رهبري ڪري رهيا آهن.

پستڪ جي ليکڪ شري دريائي لعل ڪپور ڪي لڳ ڀڳ ۳۸ سال حضور مهاراج ساون سنگهہ جن جي پوتر چرنن ۾ وهٽ ۽ سندن پوتر اُپديشن هيٺ جو سوڀاڳيه پراپت ٿيو آهي. اهو ۳۸ سالن جو عرصو هنن سنت مت جي اڀياس ۽ حضور مهاراج جن جي شيوا ۾ وتيت ڪيو آهي. الڳ الڳ ستسنگن ۽ وارتالاپن جي دوران ۾ هنن جيڪي نوٽس Notes ورتا انهن جي آڌار تي هيءَ "ساگر ۾ گهاگهر"، اوهان اڳيان موجود آهي.

هي سنڌي انواد اجمير نواسي شري منگهارام ديال ڪيو آهي. اسين ان پريم ڀريءَ شيوا لاءِ سندس ٿورائتا آهيون.

انگريزيءَ ۾ "ڪال آف دي گريٽ ماسٽر" ڏاڍو لوڪ پريه ثابت ٿيو آهي. آشا آهي ته ان جو هي سنڌي انواد پڻ پرمارٿ جي پريمين لاءِ ڪارگر ۽ لاڀدائڪ ثابت ٿيندو.

ڊيرا بابا جئمل سنگهہ
مئي ۱۹۷۴

ڪي. ايل. کنا
سيڪريٽري
راڌا سوامي ستسنگ، بياس

# ڇپائيندڙ جي طرفان

"سنت سماگم" شري دريائي لعل جي مشهور انگريزي ڪتاب "Call of the great Master" جو هي سنڌي الواد آهي. هن ۾ پرم سنت حضور مهاراج بابا ساون سنگهه جن جي انهن وارتالاپن ۽ اپديشن جو سنڌر ورڻن ڪيل آهي جيڪي حضور جن مختلف جگياسن ۽ پرمارٿ جي ڳالهين جي سوالن جي جواب ۾ فرمايا هئا. هن ۾ منش جنم جو اصلي مقصد، پرماتما ۽ ان سان ميلاپ ڪرڻ جا ساڌن، لوڪ، ويدانت وغيره جهڙن ڳوڙهن مسئلن تي سرل ۽ صاف سمجهاڻي ڏنل آهي.

هن دنيا ۾ سنت ڪو نئون ڌرم يا مذهب جاري ڪرڻ لاءِ ڪو نه ٿا اچن. هو ٻاهر مکي ڪريائن، ڪرم ڪانڊ جي بندشن ۽ شريعت جي پابندين ۾ الجهيل جيون کي پرماتما جي پراپتيءَ جو مارگ ڏيکارڻ لاءِ اچن ٿا. اسان جي آتما ان پرماتما روپي ساگر جي هڪ بوند آهي، جا پنهنجي اصل کان وڇڙي، هتي من ۽ مايا ۾ ڦاسي بلڪل گندي بڻجي پيئي آهي. هن کي سچي شانتي ۽ سچو سک واپس وڃي پنهنجي مول (اصل) ۾ سمائجڻ سان ئي ملي سگهي ٿو.

پرماتما اسان جي اندر آهي، ڪٿي به ٻاهر ڪونهي. ٻاهر نه ڪڏهن ڪنهن کي مليو آهي نه ملي سگهندو. سارو سنسار ٻاهر ۽ نَون دوارن ۾ ان کي ڳولي رهيو آهي. اندر وڃڻ جو ڀيد، ڏسوين گليءَ جي ڪنجي، سنتن جي هٿ ۾ آهي. سنتن کان اهو ڀيد وٺي پرمارٿ جا سچا کوجي، ان حقيقت جي سچائيءَ جو خود پنهنجي جيئري انڀو ڪري سگهن ٿا.

اناد ڪال کان سنتن جو اهو مارگ هلندو آيو آهي. ڪبير صاحب، گورو نانڪ، تلسي صاحب، پلٽو، دادو،

# فهرست

# ارپڻ پٽر

پرم سنت حضور مهاراج
بابا ساونسنگهہ جن
جي پوتر يادگيريءَ ۾
گهٽي سڪ شرڌا ۽ نمرتا سان
ارپڻ ڪريان ٿو.
جنهجو پوتر ۽ مهان ڪاريہ
حضور مهاراج چرنسنگهہ جن
ڪري رهيا آهن.

"برگ سبز است تحفهٔ درويش"

هي مالڪ! هن بيڪاريءَ وٽ
هڪ سائي پن کانسواءِ توهانکي پيش
ڪرڻ لاءِ ٻيو ڪجهہ بہ ڪونهي.

دريائي لعل

ڇپائيندڙ
ڪي. ايل. کنا
سيڪريٽري
راڌا سوامي ستسنگ، بياس
ڊيرا بابا جيمل سنگهه
(ضلع امرتسر پنجاب)



ٻيون ڇاپو ٣٠٠٠
مي ١٩٧٤

سندر پرنٽنگ پريس
تسر گڏهي، ليارو روڊ



# سنت سماگم

ليکڪ

## دريائي لعل ڪپور

راڌا سوامي ستسنگ، بياس
ضلع امرتسر (پنجاب)